كتاب جو نالو: سچل جي سنڌي شاعري - فڪر - پارکو
(هڪ مطالعو)

| | |
|---|---|
| ليکڪ: | آفتاب سومرو |
| ڪمپوزنگ ۽ لي آئوٽ: | علي گل سوهو |
| پهريون ڇاپو: | 2017 |
| تعداد: | 1000 |
| قيمت: | 400 روپيا |

Sachal je Sindhi Shaeri - Fiqr - Parkhoo

(Hik Mutalio)

| | |
|---|---|
| Author: | Aftab Soomro (aftabsomro@gmail.com) |
| Composing & Layout: | Ali Gul Sohu |
| First edition: | 2017 |
| Quantity: | 1000 |
| Price Rs. | 400 |

## ارپنا

هر اُن ماڻهوءَ جي نالي جيڪو سوچ جي سفر جو ساٿي آهي.

■ تنقيد دنيا ۾ سوچيل ۽ معلوم ڪيل شين ڳالهين ڪي سکڻ، سيکارڻ ۽ پکيڙڻ جي غير جذباتي ۽ غير جانبدار ڪوشش جو نالو آهي. ميٿو آرنلڊ

■ سچل سواءِ سنڌي زبان جي باقي جيڪي چيو اهو خام آ.

■ مون کي معلوم آهه تہ سچل سرمست جو رسالو ايڊٽ ڪو نہ ٿيو آ. تصحيح بلڪل ڪانهي ڪا. غلط آ جيڪو رسالو مرحوم انصاريءَ جو ڇپيو يا جنهن جو ٻيو ايڊيشن هاڻي محمد ابراهيم جويي ڇپيو اهو سو فيصد غلط آ. پير حسام الدين راشدي

## سنڌاءُ

******

ٻه اکر

## سچل بابت سَچ

اسان جو شهر شڪارپور سياست ۽ ادب جي حوالي سان مالا مالُ آهي. اياز جو نالو ئي ڪافي آهي. جنهن جي شاعري توڙي نثر عاليشان آهي.

آفتاب سومرو هڪ ذهين شڪارپور واسي آهي. هي ڪتاب سندس ذهانت ڪي نشانبر ڪري ٿو.

سنڌ ۾ شاعرن ۽ ماسترن جي کوٽِ ناهي. حقيقت پسند ٿي ڏسبو ۽ پرک ڪبي ته ٻئي جُدا نڪرندا. شاعرن جي شاعري اهڙي جو پنج ڪتاب هڪ شاعرَ جا ڇپيل پڙهبا ته سڄي شاعري ٽُڪ بندي هوندي ۽ ڪنهن ٻه سٽ تي دل مئون واه واه نه نڪرندي. ماستر سڳورا پڙهائڻ ڪان پڙ ڪڍي بينا آهن، انهن ۾ يونيورسٽي جو پروفيسر هجي يا پرائمري اسڪول جو سنڌي ماستر سَڳورو. ڪوڙيءَ ڪي ئي گهُمرو.

سنڌ ۾ ٻه عظيم شاعر آهن، ڀٽائي ۽ اياز. ٻين شاعرن برابر نور نچويو آهي. پورهيو ڪيو آهي. ڪجهه شعرَ عاليشان اٿن. سچل سرمست جو ڳاٽيٽو پڻ انهن شاعرن ۾ ٿئي ٿو. هن جا چار پنج شعرَ واه واه ڪرائن ٿا. ٻئي شاعري رَسُ واري ناهي.

پيرَ ڪي مُريد اڏاريندا آهن. سچل سرمست ڪي مريدن مٿي ڪنيو آهي. ٻيو سرڪار هن ڪي اياريو آهي. ثقافت کاتي سچل تي ڪانفرنس ۽ مشاعرن تي ججها پئسا رکي ڪيس بجيٽ جو شاعر بڻائي ڇڏيو آهي.

سچل ڪانفرنس ۾ ليکڪ مقالا ۽ مضمون پڙهڻ لاءِ رڳو ان ڪري ايندا آهن جو ڪين هزارين روپيا معاوضو ملندو آهي. شاعرن کي شعر پڙهڻ تي ٻه ڏوڪڙ ملندا آهن. هنن جا سچل جي عقيدت ۾ اهڙا شعر هوندا آهن جو ٻُڌندڙ ٻُڌي مرندا هوندا.

مضمون نگارن جا مضمون ٻه پنجن ستن شعرن تي ڦرندا آهن. انهن ليکڪن جي مقالن ۾ "هفت زبان شاعر" جو لقب ته هوندو آهي پر پڙهيو پورو سچل جو سنڌي ڪلام ٻه ڪونه اٿائون.

ثقافت کاتو اها رقم بند ڪري ڪانفرنس ۽ مشاعرو بنا معاوضي ڪرائي ته آڊيٽوريم ۾ اهي ليکڪ ۽ شاعر ته ڇا پکي ٻه پر نه هڻندو.

هن سال2017ع ۾ سنگتي ليکڪن ضياء شاھ، زبير سومرو، سجاد مهر ۽عديل مهر سان، سچل ڪانفرنس تي وڃڻ ٿيو. اسٽيج تي صدارت ڪمرشل پنجابي ليکڪ احمد سليم ڪري رَهيو هو خاص مهمان متعصب ليکڪا ڀهارڻ فاطمہ حسن هئي. اسان کي غير سنڌين کي مان ڏيڻ تي اعتراض ناهي پر ڄاڻو ته هجن نه. الائي ڇا ڳالهايائون؟

ليکڪ پنهنجا مقالا ائين پيا پڙهن جيئن ڪو اسڪول جي ڪلاس ۾ ٻار سبق پڙهندو هجي. اسٽيج تي وينل ئي ڪين ڪونه پيا ٻڌن. ڪو Facebook ۾ ٻوٽ هٽي وينو هو. ڪو ڪچهري پيو ڪري. سامهون وينلن ۾ ڪو ليٽيو پيو هو. ڪو ننڊَ پيو هو، عجيب رنگ هو. عالمَ ئي عالمَ کي نه پيو ٻڌي، عوام ڇا ٻڌندو؟

جيڪا لکٽي دل سان لکي وجي، اُها اَمر هوندي آهي. جيڪو مضمون پئسن ڪاڻ لکيو وجي سو ڇِسو هوندو آهي. آفتاب سومرو هن ڪتاب ۾ اهوئي چيڊُ ڪيو آهي ته سچل تي لکيل مقالا سگهارا ڪونه آهن جو انهن ۾ ڪا عِلميت ڪونهي، معاوضي ڪارڻ لکي پنا ڪارا ڪيا ويا آهن. سچل تي دل سان ڪنهن بہ نہ لکيو آهي.

آفتاب سومري ورهين کان هن ڪتاب تي محنت ڪئي آهي، ڏڪا ڪونہ هنيا آهن، دليل ڏنا آهن. سچل بات سچ لکيو اٿائين ۽ اهو سچ گهٽن لاءِ ڪؤڙو پاسندو پر آفتاب سومرو پوئتي نہ هٽندو. هونئن بہ سچ وڏو ڏوهاري آهي.

آدرش،

شڪارپور

09 آگسٽ، 2017ع

## لڳ ڀڳ ٽيهه سال گذري ويا

هيءُ انهن ڏينهن جي ڳالهه آهي، جڏهن آءٌ 1987ع کان 1990ع تائين ڪراچيءَ ۾ هوندو هيس. سنڌي ادبي سنگت (ڪراچيءَ) جي هفتي وار گڏجاڻين (رمپا پلازا) ۾ پابندي سان شرڪت ڪندو هيس. ان وقت (س ا س) ڪراچي شاخ واقعي هڪ تربيت گاه هئي، جتي ڪلاڪن جا ڪلاڪ صحت مند بحث ٿيندا هئا. علم ۽ ادب جي هر موضوع تي لکڻ پڙهڻ ۽ تنقيد ڪرڻ جي آزادي هئي.

سنڌ جا سڃاڻ اديب فقير محمد لاشاري، انور پيرزادو، رحمان خاصخيلي، رئوف نظاماڻي، شڪور نظاماڻي، جان خاصخيلي، ستار پيرزادو ۽ ٻيا ڪيترائي دوست نه صرف انهن بحثن ۾ حصو وٺندا هيا پر بحث جا نوان نوان نقطا کوليندا هئا، نون دوستن کي همٿائيندا هئا اتي ڪيترن ئي موضوعن تي دل کولي ٿيڪا ٽپڻي ڪبي هئي. ڪيترائي دفعا دستوري گڏجاڻيءَ ۾ رهجي ويل نقطن تي گڏجاڻيءَ کان پوءِ به ڪيتروئي وقت بحث ڪيو ويندو هو، جنهن ۾ شرڪت لاءِ ڪا پابندي نه هوندي هئي تشبيهن تي هميشه بحث وچڙي پوندو هو، شايد ان جو هڪ سبب موضوع تي مستند مواد جي کوٽ به هو. ذاتي طور مون جڏهن ان موضوع تي ڪجهه واقفيت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ته مون کي به ڪو

خاص مواد هٿ نہ آيو. پوءِ ان موضوع تي ڪجھ ڄاڻڻ لاءِ مون سوچيو تہ انھن تشبيھن ڪي الڳ نوٽ ڪيو وڃي تہ جيئن تشبيھن جي حوالي سان وڌ ۾ وڌ معلومات حاصل ٿئي ۽ چند ڄاڻ ۾ آساني ٿئي.ان ڏس ۾ مون پھريون سنڌي شاعريءَ جي حوالي سان مشھور ٿيل ثمورتي (شاھ سچل سامي) کي پڙھيو، تہ عجيب عجيب ڳالھيون سامھون آيون. سامي (پائي چين راء بچو مل لنڊ) تمام گھڻ پر فطرتي تشبيھون استعمال ڪيون آھن. ان. حوالي سان منھنجو مضمون "ساميءَ جي شاعريءَ ۾ تشبيھن جو استعمال" ماھوار ڪينجھر جنوري 1995ع ۾ ڇپيل آھي. سچل نہ ھجڻ جي برابرتشبيھہ استعمال ڪئي آھي. مون سچل جي شاعريءَ کي پڙھڻ تہ تشبيھن ۽ علامتن واري جا کوڙجي حوالي سان ڪيو ھو پر جيئن جيئن پڙھندو ويس، حيران ٿيندو ويس، سوچ ۽ تحقيق لاءِ ھڪ نئون در کلي پيو. سچل جي سنڌي شاعريءَکي ڪيئي دفعا پڙھڻ کان پوءِ آءٌ حيران ٿيندو ويس تہ گھڻي پاڳي:

- سندس شاعري انھن مڙني وصفن کان خالي آھي جيڪي بامقصد شاعريءَ ۾ ھجڻ گھرجن.
- سندس شاعري صرف ھڪ رخي آھي.
- جدوجھد جو ڪو سبق ناھي.
- زندگيءَ جي مختلف پھلوئن، جذبن ۽ رنگن کي ڇھيو ناھي ويو.
- ثقافت جي عڪاسي ناھي ڪئي وئي.
- ادب جيڪو زمان ۽ مڪان جو آئينو ھوندو آھي ۽ ان دور جي سماجي سياسي، اقتصادي صورتحال وغيره جي عڪاسي ۽ نمائندگي ڪندو آھي ۽ ايندڙ وقت ۾ ان دور

جي ڄاڻ ڏيندو آهي، سچل جي شاعري ان ڪان بہ قاصر آهي.

- شاعري پنهنجي فن ۽ فڪر وسيلي ٻولي ۽ ان جي خوبصورتيءَ ۾ اضافو ڪندي آهي هن جي شاعريءَ ۾ ان جي بہ کوٽ آهي.
- تخيل جيڪو شاعريءَ کي معنىٰ ۽ افاديت ڏيندو آهي ۽ ان جو معيار پڻ مقرر ڪندو آهي، اهو يا تہ غائب آهي يا انتهائي سطحي آهي.
- ساڳين ڳالهين جو ورجاء ٻڌائي ٿو تہ هن جي شاعريءَ ۾ فڪر جي وسعت جي کوٽ سان گڏ زندگيءَ جي مختلف رخن ۽ وهڪرن کي سموئڻ يا نئون روح ڏيڻ جي پڻ سخت کوٽ آهي.
- نئون ڪارائتو فڪر يا خيال تہ پري جي ڳالهہ آهي پر اڳ ۾ آيل فڪر کي نئون رنگ ڍنگ ڏيڻ کان بہ قاصر آهي.
- شاه عبداللطيف ڀٽائي ۽ ٻين شاعرن جي ورجاء جي ناڪام ڪوشش ڪئي وئي آهي، جنهن ۾ بہ ڪا نئين سونهن پيدا ڪري نہ سگهي وئي آهي، بلڪ ڪٿي ڪٿي سونهن بگاڙي وئي آهي.
- اها جيڪا واويلا ڪئي وجي ٿي تہ هن پير تي ڏونڪو هڻي پهريون دفعو وحدت الوجود جو ڪليل نعرو (ان الحق) ڏنو ۽ تصوف جا راز کولي رکيا، ايئن ڪونهي. مالڪ ۽ ٻانهي هجڻ جهڙا ڪيئي تضاد ڪيئي دفعا دهرايل آهن.
- انهن سڀني جي ڪري گهٽو ڳايو بہ نہ ويو آهي.
- مان دعوىٰ سان چوان ٿو تہ سندس رسالو پورو پڙهيو بہ نہ ويو آهي. تمام گهٽ اهڙا ماڻهو هوندا، جن پورو رسالو

پڙهيو هوندو، ڇوته ان ۾ ڪو فڪر، ڪشش ۽ ڪو جمالياتي سواد به نه آهي. ادب سان وابسته ڪوڙ دوستن پڇڻ تي ٻڌايو ته هنن سچل جي سنڌي شاعري پوري ناهي پڙهي.

ڪي قدر نوان، خيال، انداز ۽ عڪس وغيره ڏنا ويا آهن، جن مان وري ڪنهن تي به سچل تي لکندڙن قلم نه کنيو آهي، جيڪو پڻ هڪ ثبوت آهي ته هن کي پڙهيو نه ويو آهي. ان کان علاوه به ڪيئي دليل/ ثبوت آهن. (ڊاڪٽر فهميده حسن پنهنجي ڪتاب ادبي تنقيد، فن ۽ تاريخ، جي آخر ۾ ڏنل حوالن واري لسٽ ۾ سچل جو رسالو نه ڏنو آهي، اهو پڻ سچل کي نه پڙهڻ جو ثبوت فراهم ڪري ٿو. اهو ضروري ناهي ته هر ڪتاب لکڻ لاءِ سچل يا ٻي ڪنهن جو ڪلام پڙهجي پر جي ادبي تنقيد ۽ ادب جي تاريخ لکبي ته پوءِ ان جو مجموعي جائزو وٺڻو پوندو ۽ خاص ۽ مشهور اديبن ۽ شاعرن کي پڙهڻو به پوندو ۽ انهن تي لکڻو به پوندو. ان ڪتاب جي حوالي سان هاڻي به ڳالهيون ئي ٿي سگهن ٿيون يا ته سچل کي پڙهيو نه ويو آهي يا ان کي اهم ناهي سمجهيو ويو).

انهن سيني نتيجن مون کي پريشان ڪيو ته جيڪڏهن سچل جي شاعريءَ ۾ فڪر ناهي، تخيل، ردم ناهي، گائڪي ناهي، افاديت، سماج جي عڪاسي ناهي ۽ خوبصورتي به نه آهي ته پوءِ هيڏو ذڪر ۽ نانءُ! اهي اسان جا دانشور ۽ انهن جو سچل تي غور، فڪر ۽ لکڻيون؟ مون انتهائي سنجيدگيءَ سان سوچيو ته ممڪن آهي ته مون کي ئي ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي هجي، ان ڪري سچل تي لکيل ڪتاب مون پڙهيا،

لکڻيون جتان بہ مليون مون حاصل ڪيون، پڙهيون، وري وري پڙهيون، ان ۾ سنڌ ۽ هند جي وڏن نالن جون لکڻيون شامل آهن تہ نون نالن جون بہ پر مون کي افسوس سان چوڻو ٿو پوي تہ انهن مان هر هڪ نہ صرف پنهنجي لکڻيءَ مان پاڻ کي ظاهر ڪيو آهي پر اهو بہ ظاهر ٿئي ٿو تہ انهن سچل کي ڪيترو پڙهيو آهي ۽ سچل وٽ ڇا آهي؟ ان ڪري ئي مون انهن تحريرن جو تجزيو بہ ڪيو آهي ۽ نتيجو/ فيصلو پڙهندڙن ۽وقت تي ڇڏيو آهي.

مان ڪيترائي دفعا سچل جي سنڌي شاعريءَ کي پڙهيو، پر هر دفعي مٿي اخذ ڪيل نتيجا مضبوط ٿيندا رهيا. مان اهو ڪو نہ ٿو چوان تہ مان ڪو عقل ڪل آهيان، يا ادب جو وڏو پارکو آهيان، منهنجي هڪ راءِ آهي، تجزيو آهي، ان تجزيي ۽ ان راءِ لاءِ مون علم ۽ حقيقت جي بنياد تي ڪنهن جذباتي، مذهبي يا فيشن جي عينڪ پائڻ کان سواءِ ڪوششون ورتيون آهن ۽ ٺوس دليلن جي بنياد تي نتيجا قائم ڪيا آهن، انهن جي رد لاءِ بہ مان اهوئي چاهيندس تہ ڪري پرک ۽ لاڳاپيل مضمونن جي جاچ ۽ ڪسوٽي تي رد ڪيو وڃي، بجاءِ پنهنجي دفاع ۾ انڌي وانگر لٺ ڦيرائڻ جي جيڪا ڪنهن کي بہ لڳي سگهي ٿي. علم، ادب، تحقيق ۽ ڪنهن تنقيد لاءِ لاڳاپيل وسيع مطالعي، شعور ۽ تحقيق کان علاوه سنجيدگيءَ جي بہ سخت ضرورت آهي. راءِ يا دليل پاڻ بہ ڳالهائيندو آهي. اسان وٽ تہ راءِ يا خيال بہ نڪ جي ايڏي پڪائيءَ سان چوري ٿا ڪيا وڃن (چوريءَ جو مال لڪائي رکبو آهي پر اسان وٽ کلي عام ان کي پنهنجو چيو ٿو وڃي پوءِ پلي نتيجي ۾ ڪيڏي بہ بڇڙائي ٿئي) جو اصل راءِ رکندڙ (تحقيق ڪندڙ)

پريشان ٿيو وڃي. هڪ دفعي ان ئي موضوع تي ويچار ونديي رهيا هئاسين سچل جي سنڌي شاعريءَ جي حوالي سان مون پنهنجي راءِ رکي، تہ ان وقت (مون واري راءِ جي) وڏ ڪان وڏ مخالفت ڪندڙ دوست، اخبار ۾ مضمون ڇپرائي ڇڏيو (منهنجن خيالن جن جي هو مخالفت ڪري پيو ڪي پنهنجي راءِ ڪري) خير ڪوڙ ڪي پير ناهن ٿيندا. سنگت ئي ٻڌايو تہ ان ڪي هميشہ لاءِ چپ ڪرائڻ وارو جواب بہ ملي ويو، پر اثر تہ فهميدي ماڻهوءَ تي ئي ٿيندو نہ!

قصو مختصر، سچل جي سنڌي شاعريءَ جي تجزيي جي حوالي سان مان شڪارپور جي سنئي ۽ سينئر شاعر دوست سان مشورو ڪيو تہ آءٌ سچل جي سنڌي شاعريءَ جي فڪر تي لکان ٿو توهان سچل جي سنڌي شاعريءَ جي فن تي لکو تہ جيئن هڪ جامع ۽ ڀرپور تجزيو اچي. سائينءَ 'رسالو سچل سرمست' سنڌي ڪلام مرتب عثمان علي انصاري (روشني پبليڪيشن) وٺي ويو ڪيتري ئي عرصي کان پوءِ رسالو هڪ ننڍي چٺيءَ سان گڏ واپس ڪيائين جنهن جو متن هيو "ٿي سگهي ٿو تہ ايڪيهين صديءَ جي آخر ۾ ڪو سر ڦريو محقق يا نقاد سنڌي ڪلاسيڪل شاعريءَ جي نڌ مورتيءَ تي ناقدانہ نظر وجهي، پنهنجي تنقيدي راين کي منظر عام تي آڻڻ جي جسارت ڪري! پر يار ويهين صديءَ جي هن آخري ڏهاڪي ۾ مان اهڙي جرئت نہ ٿو ڪري سگهان! بهتر ايئن ٿيندو تہ اوهان بہ پنهنجي هن منصوبي تان هٿ کڻي وڃو! ضياء شاه 30-10-1995" نہ مان هٿ ڪنيو نہ مايوس ٿيس، پڙهندو رهيس، تحقيق ڪندو رهيس. اهو تمام بهتر ٿئي ها جي ٻنهي پهلوئن تي تجزيو اچي ها، اها تمنا اڄ بہ اٿم. جيستائين رسالي جو تعلق

آهي رسالو سچل سرمست ( سنڌي ڪلام) جيڪو هن تجزيي لاءِ منهنجو ذريعو، بنيادي ماخذ به رهيو اهو روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو 1994ع ۾ ڇپرايو هو. جنهن جو مرتب علم ۽ ادب جو هڪ وڏو نالو محترم عثمان علي انصاري صاحب آهي ۽ ان جو سنوارينڌڙ گل محمد تنيوآهي ان جي پهرين 24 صفحن، جن ۾ ذڪر ٿيل آهي، ته رسالي کي غلطين کان پاڪ ڪرڻ ۾ رات ڏينهن محنت ڪئي وئي، انهن صفحن کي پڙهو غور ڪريو، غلطيون ڳڻيو ۽ ان جي مڙني ذميوارن جي سنجيدگيءَ جو اندازو ڪيو. (سچل جا رسالا جيڪي منهنجي مطالعي ۾ رهيا انهن جو وچور آخر ۾ ڏنل آهي)

اها خبر به نه ٿي پئي ته مقدمو ڪنهن لکيو. ٻيو ته ٺهيو پر سچل جي تاريخ پيدائش 1152هه 1739ع ڏني وئي آهي ۽ سنڌس وفات جي تاريخ 1224هه ۽ 1826ع ڏني وئي آهي. ان حساب سان هجري سن ۾ سنڌس عمر ٿئي ٿي 90 سال ۽ عيسوي سن ۾ سنڌس عمر ٿئي ٿي 87سال. ايئن برابر ٿيندو آهي ته نيڪ نيڪ تارخ پيدائش يا تاريخ وفات يا ٻئي تاريخون يا ته معلوم نه هونديون آهن يا انهن تي اختلاف هوندو آهي پر هڪ ئي ڪتاب/ ماخذ ۾ اهڙي سنگين غلطي ۽ وري ان تي ڪو رايو به نه، پڻ غير ذميوارانه رويي کي چٽو ڪري ٿي.

ان جو ٻيو ڇاپو 1997ع ۽ ٽيون ڇاپو 2007ع ۾ ڇپيو، پر غلطين کان پاڪ ٿي نه سگهيو.اهڙو ئي رويو سچل تي لکندڙن جو نظر اچي ٿو. لکندڙن جي سنجيدگي ۽ احساس ذميواريءَ جو اندازو تنوير عباسيءَ جي 'سرمست 11-1991ع' ۾ پنهنجي پاران (ايڊيٽوريل) ۾ ڪيل هن شڪايت مان به لڳائي سگهجي ٿو، "ادبي ڪانفرنس ۾ جيڪي اسان جا معزز

عالم/ اديب مقالا پڙهندا آهن، انهن کي هٿ ڪري ايندڙ سال
ڇپرائي پڌرو ڪرڻ تائين اسان کي ڪافي جتن ڪرڻا پون ٿا.
پهريون ته اڪثر ڪري اسان جا مانوارا عالم/ اديب پاڻ سان
گڏ پنهنجي مقالي جي فيئر ڪاپي ڪو نه ٿا آڻن. فيئر ڪاپي
پوءِ موڪلڻ جي آسري تي سڄو سال گذري وڃي ٿو.“اهڙا رويا
۽ بيان اسان کي جابجا ملن ٿا. ’آشڪار- 6 ، ڇپائيءَ جو سال
جون 2005 (جنهن جو ذڪر اڳتي به ٿيل آهي.) ان جو مرتب
الطاف اثيم ’ڪتابت‘ (ايڊيٽوريل) ۾ لکي ٿو، ”هتي ان ڳالهه
جو افسوس ڪرڻ کان سواءِ رهي نه ٿو سگهان ته ڪجهه مقالا
ان مهربان کان اڄ تائين حاصل نه ڪري سگهياسين جنهن جي
حوالي اهو ڪم ڪيو ويو هو ته هو صاحب مقالا نگار حضرات
کان مقالن جون ڪاپيون اشاعت جي مقصد لاءِ وٺي. ان روش
سان نه سنڌس ئي فائدو ٿيو نه اسان کي لاڀ.“

افسوس ته اهو آهي جو سچل چيئر طرفان نڪرندڙ
’آشڪار‘ تحقيقي جرنل، (جنهن کي ڪٿي جرنل ته ڪٿي
جنرل لکيو ويو آهي) سچل سرمست يادگار ڪاميٽي خيرپور
طرفان نڪرندڙ ’سرمست‘ ۽ شاه عبداللطيف ڀٽائي چيئر ۽
سنڌي شعبي ڪراچي يونيورسٽي پاران نڪرندڙ ’ڪلاچي‘
(جيڪو ڪلاچيءَ جي ڪُن ۾ پيو ڦري) تحقيقي جرنل جا
شمارا به خانه پوريءَ وارين لکڻين ۽ بي شمار غلطين سان
ڀريا پيا آهن. نڪ پڪائي وري ايڏي جو انهن جي باري ۾
وڏيون وڏيون دعوائون ڪندي ڪين ڪا هٻڪ نه ٿي ٿئي. خير
انتظاميه ويچاري به ڇا ڪري ’سرمست‘ جيڪو سال ۾ هڪ
دفعو ڇپجي ٿو ڪڏهن. ڪڏهن ته ان جا صفحا سوَ ڏيڍ کان به
مٿي ٿين ٿا پوري ٽيم لاءِ ٻارهن مهينا ڪو وڏو وقت ٿورئي

آهي، ڪم بہ تہ ڏسو نہ ڪيڏا آهن: مواد جي چونڊ، غلطيون ڳولهڻ، درست ڪرڻ، ڪمپوز ڪرڻ، ڇاپڻ ۽ ورهائڻ وغيره وغيره. جي 'آشڪار' تي نظر وجهجي تہ سو ڪان گهٽ صفحا اُن جا بہ نہ آهن، تڏهن تہ پنج / ڇهہ سال هڪ شماري تي لڳي وڃن ٿا.

'سرمست 16-1996'، پنهنجي پاران۾ محمد علي حداد جن لکن ٿا، "هي مضمون اسان جي دانشورن جي تحقيقي عرق ريزيءَ جا بيش بها تحفا آهن. هنن کي پڙهندي اهو چٽي طرح محسوس ٿو ٿئي تہ سچل سرمست تي تحقيق کي اڳتي وڌائڻ ۾ اسان جا عالم ۽ اديب برابر پاڻ موکي رهيا آهن."

"سچل سائين جا جيڪي بيت يا ڪافيون درج ڪن ٿا انهن جون پڙهڻيون ڪڏهن ڪڏهن مختلف هونديون آهن. مرتب جي حيثيت سان مان انهيءَ ڪلام جي پڙهڻين سان صرف انهيءَ ڪري هٿ چراند نہ ڪندو آهيان، جو بدقسمتيءَ سان هن مهل تائين سچل سائين جو ڪو مستند ۽ معياري رسالو شايع نہ ٿي سگهيو آهي"

'سرمست 18-1998ع' پنهنجي پاران ۾ محمد علي حداد چئي ٿو:

> "سرمست سلسلي جو هيءُ ارڙهون ڪتاب اوهان جي هٿن ۾ آهي سرمست سلسلي جو پهريون ڪتاب 1981ع ۾ محترم غلام محمد ميمڻ، تڏهوڪي ڊپٽي ڪمشنر خيرپور جي ادب دوستيءَ جو جڻ تہ پرخلوص تحفو هو. جيڪو رب پاڪ جي مهربانين سان مسلسل هلندو پيو اچي. اڄ جڏهن اسان سرمست سلسلي جو هيءُ ارڙهون ڪتاب مهربان پڙهندڙن جي خدمت ۾

پيش ڪري رهيا آهيون، تڏهن اسان پنهنجي خدمتن تي سرهائي محسوس ڪري رهيا آهيون. ڇو جو 'سرمست' بلاشبهه سچل شناسيءَ جي تحريڪ جو عنوان بڻجي چڪو آهي.

سرمست-1 (1981ع) کان سرمست-18 (1998ع) تائين سيني ڪتابن کي جڏهن هڪ هنڌ رکي ڏسون ٿا، ته اسان کي سچل سرمست جي سوانح يا سندس ڪلام جي صحت، فڪر، فن ۽ عام مقبوليت سان گڏوگڏ سندس ڪلام جي ماخذن ۽ بين صوفي شاعرن جي ڪلام سان تقابلي مطالعي جا انمول موتي پهنجي افاديت سبب پاڻ ڏي متوجهه ڪندي نظر اچن ٿا. جنهن جو خاص سبب اهو آهي جو 'سرمست' سلسي سچل رحه جي مطالعي جي معاملي ۾ عقيدت مندي واري سقوط کي ٽوڙي تحقيقي جاڳرتا جو بنياد وڌو آهي.سرمست سلسلي ۾ سچل جي سوانح ۽ ڪلام جي باري ۾ جيترو خالص تحقيقي مواد شايع ٿي چڪو آهي ان جي افاديت جو انهيءَ مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته هاڻي سچل سرمست تي جيڪو علمي ذوق رکندڙ پي ايچ ڊي ڪرڻ گهري ٿو ته ان کي پنهنجي مطالعي لاءِ سرمست سلسلي جي مختلف ڪتابن کي لازمي طور رفرينس مٽيريل طور استعمال ڪرڻو پوندو."

(نوٽ انگ سنڌيءَ ۾ ڏنل آهن)

اهڙيون ۽ ان کان وڏيڪ دعوائون (مان لباڙون چوڻ نه ٿو چاهيان، سچل تي ڇپيل مواد ۾ عام جام ملنديون. لکڻ/

درست ڪرڻ سان بہ نہ ايندو ڪٿي ع يعني عيسوي بريڪيٽ جي اندر ڪٿي ٻاهر ۽ ڪٿي اڳيان ڪٿي پويان. لکندڙن ۽ ڇاپيندڙن جي سنجيدگي ۽ علم جي اڻٽي ڪيئي دفعا نشاندهي ڪئي وئي آهي جنهن مان پڙهندڙن کي سُڌ پئجي ويندي. ان ڏس ۾ هيٺ مان سنڌي ادب جي ٻن سڃاڻ جاڪوڙين جي لکڻين جا ٽڪرا پڻ پيش ڪيان ٿو تہ جيئن تصوير جا مختلف رخ سامهون اچن:

(1) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو شاہ عبداللطيف يونيورسٽيءَ ۾ سچل چيئر پاران اپريل جي ٻارهين تاريخ تي سچل نيشنل سيمينار-93 ۾ پڙهيل مقالو 'سچل بابت ڪي ڳالهيون'. هي مقالو جولاءِ 1994ع ۾ ڇپيل 'آشڪار-4' ۾ ڇپيو، جنهن جو مرتب اياز گل آهي:

"آئون هن اداري ۾ ايندو رهندو آهيان. جنهن محبت ۽ سڪ سان حميد سنڌي صاحب ۽ تنوير عباسي صاحب جن مونکي هتي سڏيندا رهيا آهن. تنهن لاءِ آئون سندن نهايت ئي ممنون آهيان ۽ جڏهن بہ آئون هتي آيو آهيان تہ ڪي ڳالهيون وٺڻ جهڙيون ۽ شايد ڪي ڳالهيون نہ وٺڻ جهڙيون بہ ڪندو رهيو آهيان. پر ضروري آهي تہ سچل سائين جهڙن اسان جي ڀلارن بزرگن متعلق جڏهن اسان ڪي ڳالهيون ڪريون تا سڀ ڪان پهرين ضروري آهي تہ اسان سوچي سمجهي، ماڻهن اڳيان انهن متعلق صحيح تصور پيش ڪريون.

الف:سچل سائين جي سوانح صحيح نموني پيش ڪريون. روايتون جيڪي آهن ۽ جيڪي حقيقتون آهن، انهن جي ڇنڊ ڇاڻ ڪري فرق معلوم ڪريون.

ب:ساڳي طرح سچل سائينءَ جو جيڪو ڪلام آهي، انهي
تي بہ چڱي طرح سان سوچيون. سوچي پوءِ جيڪو
صحيح ڪلام آهي، ان کي پيش ڪريون.

اهي ٻئي ڳالهيون جيڪي آهن سي نهايت ضروري آهن.

تنهن کان پوءِ ٻئي ڳالهہ چوندس تہ (انهن لفظن بعد ڊاڪٽر
بلوچ صاحب پنهنجي خطاب کي انگريزي ۾ تبديل ڪيو.
اسين ان جو ترجمو پيش ڪري رهيا آهيون.)

اڄ اسين ڇو گڏ ٿيا آهيون؟ ههڙن موقعن تي اسين ڇو
اچي مڙندا آهيون؟ اسان کي بلڪل سچ ڳالهائڻ گهرجي.
سيمينار سڏائڻ بہ چڱو ڪم آهي. اسين آياسين. اسين
مڙياسين، پاڻ ۾ گڏياسي ۽ موڪلايوسي. اهو بہ سٺو ڪم
آهي. صحيح پر ڇا هنن ڪانفرنسن جو صرف اهو مقصد هئڻ
گهرجي تہ اسان هڪ ٻئي کي ڏسون ۽ بس!

اسان هي ڏينهن ڇو ٿا ملهايون؟ اسان دنيا اڳيان سچل
سرمست جو ڪهڙو تصور ٿا پيش ڪرڻ گهرون؟ اسان ڇا ٿا
ٻڌائڻ گهرون؟ اهو هڪ بنيادي سوال آهي. جيستائين مان
ڄاڻان ٿو، جڏهن بہ اسان سچل سائين کي دنيا اڳيان پيش
ڪندا آهيون تہ اسان کي چند غير واضح ڳالهيون نظر اينديون
آهن.“

(2) ليکڪ تاج جويو ڪتاب ’درازن جي دز جهومي رهي
آهي‘. (سچل جي شاعريءَ جو فڪري اڀياس) ڇپائيندڙ
سچل چيئر شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي ڇاپو پهريون
جولاءِ 2015ع. مضمون، ’سلطان باهوءَ ۽ سچل سرمست جي
فڪري هڪجهڙائي‘.

”هڪ سچ اهو آهي تہ ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ ۽ محمد علي حداد جي دور کان پوءِايڪڙ ٻيڪڙ سچل ادبي ڪانفرنسن کان سواءِ اڪثر ڪانفرنسن جو معيار اهو نہ رهيو آهي ۽ نہ ئي سچل بابت ڪي معياري ۽ تحقيقي مقالا پيش ٿين ٿا اسان سيئي نہ ئي ڪا تحقيق ڪريون ٿا، نہ ئي اسان وٽ تنقيدي ڪٽ ۽ پرک آهي. اسان هتي مڙئي ڏن لاهڻ اچون ٿا. ماضيءَ جي ادبي ڪانفرنسن جي هاڪ هوندي هئي ۽ ان وقت سچل سائين گهر جو پير چلھ جو مارنگ نہ هوندو هو. اڄ اسان سچل سائين تي اڳ ڇپيل مقالن مان ٽڪرن جا ٽڪرا حوالي طور پيش ڪري هر سال ساڳيو نار وارو رينگٽ جاري رکندا اچون ٿا نہ ڪا نئين تحقيق ٿئي ٿي نہ ڪو نئون خيال پيش ڪيو وڃي ٿو.“

ان ڏس ۾ ’سرمست -32‘ - 2011ع ۾ ڇپيل محترم ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ جو مقالو ’اڄان مکڻ ۾ ماکيءَ وجهڻ جي ضرورت آهي‘ بہ غور طلب آهي اهوڪيتريون ئي درستگيون، وضاحتون ۽ سچايون گهري بہ ٿو تہ ٻڌائي بہ ٿو.

بهرحال ان حوالي سان جيترو بہ مواد هٿ آيو ان ۾ بہ ڪتاب اهم آهن:

هڪ. ’شاه سچل سامي‘ . ليکڪ محترم ابراهيم جويو صاحب. جيئن تہ اهو ڪتاب ٽنهي شاعرن ڪي گڏ ڪٺي هلي ٿو ٽنهي شاعرن جيَ گڏيل عڪاسي ٿيل آهي. ان ڪري ڪنهن بہ هڪ شاعر کي الڳ ڪري ان جي فڪر ۽ اثر جي ڪٿ نہ ٿي ڪري سگهجي، جڏهن تہ ٽنهي جي دورن ۾ ڪجھ نہ ڪجھ وٿيون آهن، ٽنهي جي شاعريءَ جو فڪر، وهڪرو، اسلوب ۽ اڏام الڳ الڳ آهي.اهڙيءَ طرح ’ڪاوش‘ اخبار لاءِ

محمد ابراهيم جويي صاحب جو لکيل مضمون ’سنڌي سماج ۽ سچل سرمست‘ جنهن تي تاريخ لکيل آهي 10-05-2007 (شايد ڪمپوزنگ جي، اهو ڇپيو يا نه مون کي خبر نه آهي) ۾ به جويو صاحب ٽنهي شاعرن، شاهه سچل ۽ ساميءَ کي گڏ ڪيو آهي. هن مضمون ۾ ان دور جي سنڌ جي تاريخ کان علاوه شاعريءَ جي مقصد تي سنو مواد آهي. پنجن وڏن صفحن واري مضمون ۾ سچل جا به بيت ڏنل آهن. ان ۾ سائين جن لکن ٿا:

”پر اڪثرحالتن ۾ سنئين چوڻ بدران ڪنهن رمز ۽ ڍنگ سان چوڻ ضروري ٿئي ٿو، جيئن خود سچل سرمست به مناسب سمجهيو، انهن کي اهوئي مناسب سمجهي چيو:

ماٺ ڪيان ته مشرڪ ٿيان، ڪَڇان ته ڪافر،
انهيءَ وائيءَ ور ڪو سمجهي، سچي ڏنو چوي!“

هاڻي اسانجو هڪڙو ڏاهو چوي ٿو ته سچل به سڌي چوڻ بدران رمز ۾ چيو، وري اسان جا ڪيترا سچل تي لکندڙ ۽ ڳالهائيندڙ سندرو ٻڌيون بيٺا آهن ته هو باغي هو، وڏي واڪي اناالحق جا نعرا هڻندو هو. مذهبن جي کلي عام مخالفت ڪندو هو وغيره وغيره هاڻي ڪنهن جي ڳالهه مڃجي؟!

ٻيو ڪتاب آهي تاج جويي صاحب جو ’درازن جي دز جهومي رهي آهي‘ (جنهن جو ذڪر مان مٿي ڪري آيو آهيان). تاج جويو سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ جو ڳوڙهو مطالعو رکندڙ، شاعريءَ جي سٺي فني ڄاڻ رکندڙ آهي ان ڪري سندس لکڻيون سنجيده ۽ وزنائتيون هونديون آهن. پر جيئن ته هي ڪتاب سندس مقالن ۽ تقريرن تي مشتمل آهي جيڪي

مختلف وقتن تي مختلف موقعن کي سامهون رکي سرجيا ويا هيا ان ڪري ان ۾ هڪ ڪتاب وارو ربط ۽ ضبط بہ ناهي تہ هڪ سوچ/ ذمي ڪنيل (Assignment) جي تحقيق وارو طريقو بہ نہ آهي. (اڳتي ان ڪتاب جي حوالي سان تجزيا ڏنل آهن)

مون کي خبر پئي تہ محترم ڊاڪٽر مخمور بخاريءَ سچل تي پي ايڇ ڊي ڪئي آهي، توڙي جو اسان وٽ پي ايڇ ڊي ڪيلن جا حال معلوم آهن، سچل تي بہ لکندڙن مان اڪثر پي ايڇ ڊي ڊاڪٽر آهن(جن جو احوال اڳتي ايندو) پر مون کي اميد هئي تہ ڊاڪٽريٽ ڪندڙ ضرور سچل جي شاعريءَ ۾ فڪر ۽ ان حوالي سان ڪيل مختلف دعوائن کي سچل جي سنڌي شاعريءَ ۾ لٽو هوندو ۽ تاريخي حوالن ۽ شاعريءَ جي ڪارج ۽ اثرن کي ڇڻيو هوندو. ڳولهڻ جي باوجود سندس ڊاڪٽريٽ جو ڪتاب تہ مون کي نہ مليو پر سندس ڪتاب 'سچل . ساجاه شعور' مليو. افسوس سان مون کي اهو چوڻو ٿو پوي تہ مليل تمام مواد وانگر هن ڪتاب ۾ بہ گهڻو ڪجهہ هو، تاريخ هئي دقيق عنوان هئا، دعوائون هيون پر ڪٿي بہ هو انهن کي سچل جي سنڌي شاعريءَ مان ثابت ڪري نہ سگهيو آهي. اهڙيءَ طرح منهنجا اخذ ڪيل نتيجا نہ چاهيندي بہ ويا تقويت وٺندا.

منهنجي هن ڪتاب کي پڌري ٿيڻ ۾ لڳ ڀڳ ٽيهہ سال لڳي ويا ان ۾ منهنجي سُستيءَ کان علاوه ڪيترائي حقيقي سبب بہ شامل آهن.

1990ع ۾ منهنجي بدلي ڪراچيءَ کان ڪوئيٽا ٿي وئي، جتي(نيشنل بوڪ ڪائونسل آف پاڪستان) آفيس تہ پري جي ڳالهہ هئي پر فرنيچر، فون، اسٽاف تہ ڇا آفيس بورڊ بہ نہ هو.

ساڳئي وزارت جي ٻئي دفتر ۾ ويهي ڪم هلائڻ لاءِ چيو ويو. صدر دفتر ان معاملي ۾ اهوئي چوندو رهيو ته ماٺ ڪري ڪم ڪر. بهرحال پنتي پيل علائقي ۾ مون دفتر قائم ڪيو. سرڪاري دفترن جي ويڙهه ۾ اسان ڪي نوڪريءَ مان ڪڍڻ جون ڌمڪيون به مليون ته ڏکهي عرصي لاءِ پگهارون به بند رهيون.

منهنجو والد صاحب وفات ڪري ويو، هو گڏيل خاندان جو سربراهه به هو ته گهر جو گاڏو به هلائيندڙ هو.

1996ع ۾ ڪوئيٽا کان سکر بدلي ٿي. روزانو شڪارپور کان سکر وڃڻو ۽ واپس اچڻو پوندو هو. اتان جي پراڻي سنگت سنڌي ادبي سنگت شاخ شڪارپور جي سيڪريٽريءَ لاءِ چونڊ وڙهائي (جڏهن ته منهنجو خيال اڳتي هلي سرگرم ٿيڻ جو هو). مون کي سنگت ڪٽرايو. هاڻي مونکي ذميواريون نڀائڻيون هيون. مون نڀاهيون، جنهن جو شاهد س ا س ۽ ان جو رڪارڊ آهي. دفتري ڪم کان سواءِ منهنجون ادبي ۽ سماجي سرگرميون وڌنديون ويون ۽ سياسي ۽ تحقيقي سرگرميون گهٽبيون ويون.

1998ع ۾ انتقامي طور مون کي اسلام آباد بدلي ڪيو ويو. اتي آءٌ گهڻو عرصو پريشان ۽ دربدر رهيس. آخرڪار، پهريون دفعو گهر وارن کي پاڻ سان گڏ رهائڻ لاءِ اسلام آباد وٺي آيس. ذميواريون وڌي ويون (نئو هئڻ ڪري به). انتقامي بدليءَ جتي مون کي ڪوڙ ساريون تڪليفون ڏنيون، اتي ڪيترائي سبق ۽ فائدا به ڏنا. پنهنجي جاءِ نهرائڻ کان اڳ ڪيئي دفعا گهر بدلائڻ ۾ ٿيندڙ نقصانن ۾ منهنجو وڏو نقصان ڪتابن، رسالن ۽ اخبارن وغيره جو گم ۽ خراب ٿيڻ

هو. هن ڪتاب جي ايڏي دير سان پڌري ٿيڻ ۾ متين مڙني سببن ۾ اهم سبب هو سچل تي وڌ ۾ وڌ مواد هٿ ڪرڻ ۽ ان تي غور ڪرڻ. مون تمام گهڻي ڪوشش ڪئي ته ڪو اهڙو ڪتاب، مواد ملي جيڪو سچل ۽ ان جي سنڌي شاعريءَ جي باري ۾ سنجيدگيءَ سان لکيل هجي، سندس شاعريءَ جي فن ۽ فڪر تي تحقيق ڪيل هجي. ان ڳولها ۾ مون ڪيترائي سال لڳائي ڇڏيا، پر جيترو سچل جي سنڌي شاعريءَ تي پڙهيم ۽ غور ڪيم اوترو مايوس ٿيندو ويس.

قصو مختصر 2016ع ۾ مون پڪو پهه ڪيو ته گهڻي دير ٿي وئي وڌيڪ دير نه ٿيڻ گهرجي، هڪڙو افسوس اهو به اٿم ته سچل تي لکندڙن (جن تي مون ويچار وندبيا آهن) مان ڪجهه هي جهان ڇڏي ويا آهن. انهن جي حيات هوندي جي هي ڪتاب پڌرو ٿئي ها ته بهتر هو. وڌيڪ وقت ضايع نه ڪندي مون سچل تي ڪيل ڪم، هٿ ڪيل مواد ڳولهي ان کي سهيڙيو ۽ ترتيب ڏني. لکندي لکندي مون محسوس ڪيو ته ڪوڙ نون خيالن جي اچڻ سان گڏ وگڏ ڪوڙ پهريان وارا قيمتي جائزا ۽ خيال هوا به ٿي چڪا هيا، جن کي ورائڻ هينئر سولو نه هو. بهرحال ايئن هي ڪتاب اوهان جي هٿن تائين پهتو آهي. ان لاءِ مان سائين علي گل سوهو صاحب جن جو بيحد ٿورائتو آهيان جن انتهائي ذميواريءَ سان نه صرف منهنجي ڪچي پڪي لکڻيءَ کي ڪمپوز ڪيو، ان کي ڪتابي شڪل ڏني ۽ جيترا دفعا به مون ان ۾ درستگيون ڪيون يا واڌارا ڪيا، هن ڪليءَ دل سان انهن کي ڪمپوز ڪيو.

مان ٿورائتو آهيان سائين ارشاد شيخ (آدرش) جن جو جنهن منهنجو هر سڏ دل سان ورجايو آهي. مان ڏجي ڏجي سائينءَ

جن ڪي عرض ڪيو تہ سائين هڪ بيو ڪتاب تيار آهي اُن ڪي جي پنهنجي ماهرانہ نظر مان ڪيو تہ وڏا وڙ. ٻجي ان ڪري جو سائينءَ جڏهن منهنجو چين جو سفرنامو درست ڪري موڪليو هيو تہ مان پنهنجون ڪچايون/ غلطيون ڏسي ٻجي ويو هيس. سائينءَ کُليءَ دل سان منهنجو عرض اهو چئي قبول ڪيو تہ توسان دوستي نيائڻ کان وڌيڪ مان ادب، ٻوليءَ ۽ تاريخ جو پورهيو سمجهي اهو ڪم ڪندو آهيان. سچ پچ تہ مون وٽ هن ڪري ماٺهونءَ لاءِ ڪجهہ چوڻ / لکڻ لاءِ لفظ ۽ احساس ڪٽي ٿا پون. ظاهر آهہ جذبا ۽ احساس لفظن جي لباس ۾ ڪٽي ٿا سمائجن.

هن ڪتاب جي مطالعي دوران هينئين ٻن ڳالهين ڪي ڌيان ۾ رکڻ جي گذارش ڪجي ٿي؛

1. هي ڪتاب/ مطالعو سچل جي صرف سنڌي شاعريءَ جي (فڪر) جي حوالي سان آهي.

2. جن ٻہ ليکڪن جي لکٽين جا حصا/ حوالا ڏنا ويا آهن، اهي (جيئن ڇپيل آهن) جيئن جو تيئن ڏنا ويا آهن. انهن مان ڪيترائي گرامر، ٻوليءَ ۽ صورت خطيءَ جي حوالي سان درست نہ هجڻ ڪري ڪيئي مونجهارا ضرور پيداڪن ٿا، پر تحقيق جي تقاضا اهائي آهي.

(سائين ارشاد مسودي کي درست ڪندي سندس لاءِ منهنجا لکيل لفظ ڪٽي ڇڏيا هيا. منهنجو ذهن جيئري دم تائين اهو وزن/ قرض ڪٽي هلڻ کان قاصر هوندي مان اندر جو آواز مختصر لفظن ۾ ان اميد سان ڏنو آهي تہ سائين رنج نہ ڪندو)

مون ۾ عيب اپار
آفتاب سومرو.

## سنڌي شاعريءَ جي ٽمورتي

سنڌي شاعريءَ جي مشهور ٽمورتي آهي ”شاهه سچل سامي“. ان ناليءَ سان نه رڳو ڪتابن ۾ ذڪر آهي، پر ڪتاب به آيل آهن. اهي ٽيئي شاعر لڳ ڀڳ هڪ دور جا آهن. انهن ٽنهي مان شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ تي ڪافي ڪم ٿيو آهي. ان تي ديسي ۽ پرديسي عالمن پاڻ پتوڙيو آهي.

سچل تي به ڪنهن حد تائين ڪجهه نه ڪجهه لکيو ۽ ڳالهايو ويو آهي، انهن ٻنهي جي حوالي سان سرڪاري ۽ غير سرڪاري ادارا ۽ تنظيمون به آهن، پر ساميءَ کي نه صرف سنڌ پر هند ۾ به نظر انداز ڪيو ويو آهي. ان تي اسان کي ڪو خاص مواد به ڪونه ٿو ملي، شڪر جو سندس شاعري (سلوڪ) رسالي جي صورت ۾ ڇپيل آهي ۽ محفوظ آهي. هن کي نظرانداز ڪرڻ جو هڪ سبب سندس غير مسلم سوڀ وري هندو هجڻ آهي. هندستان جي ورهاست جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل نفرتن جو اثر به ان تي پيو، جيتوڻيڪ سامي پنهنجي فڪر ۽ عمل ۾ انسان دوست هو. اندازو لڳايو ته،محترمه فهميده حسين، سنڌ ادبي اڪيڊميءَ ڪراچيءَ پاران ڇپيل پنهنجي ڪتاب ’ادبي تنقيد، فن ۽ تاريخ‘ ۾ لکي ٿي، ”شيڪسپيئر، گوئٽي، رومي، ٽالسٽاءِ، گورڪي، غالب، شاهه، سچل، اياز هر دور ۽ هر هنڌ، هڪجهڙي اهميت رکڻ جهڙا فنڪار آهن. ان

جو سبب صداقت جي عڪاسيءَ ۾ سچائي، گهرائي، عوام سان ويجهائپ، زندگيءَ جي فنڪاراڻي تصوير ڪشي ۽ سموري دنيا جي ترقي پسند روايتن کي پنهنجو ڪرڻ چئي سگهجي ٿو" صفحا 180-179.

هن به دنيا جهان جا بڌل نالا ته شاه کان به اڳ ۾ ڏنا آهن پر ساميءَ جو نالو نه لکيو آهي. ساميءَ جو ذڪر نه ڪرڻ جو هڪڙوئي سبب آهي، ته هن کي پڙهيو يا سمجهيو نه ويو آهي نه ته ساميءَ جو گهرو فڪر متين تعريف جي حوالي سان شاه کان علاوه باقي ٻين کان گهڻو متاهون آهي. ان مضمون ۾ (سچل جا ڏنل بيت به غلط آهن). (ان ڪتاب ۾ مددي ڪتابن جي فهرست ۾ سچل جو رسالو نه آهي جيڪو پڻ ٻڌائي ٿو ته سچل کي نه پڙهيو ويو آهي)

اهو رويو اسان کي گهڻي ڀاڱي ملي ٿو. تاج جويو صاحب (جنهن مان گهٽ ۾ گهٽ اها اميد نه هئي) 'سرمست-25' 2004 ۾ پنهنجي مضمون، 'سچل سرمست جي انفراديت ۽ عظمت' ۾ ساڳئي رويي جو شڪار ٿيندي ساڳي رويي جو اظهار ڪري ٿو. هو لکي ٿو "مختلف دورن ۾ فڪري حوالي سان ڪن سگهارن شخصن جنم ورتو ۽ هنن سياسي ۽ اقتصادي مورچو، حاڪمن جي حوالي رهڻ ڏنو ۽ پاڻ ثقافتي ۽ فڪري مورچي جا اڳواڻ ۽ داعي بڻجي، ميدان تي نڪري آيا ۽ ائين مخدوم بلاول، شاه حيدر سنائي، شاه عنايت شهيد، شاه لطيف، روحل فقير، سچل سرمست ۽ شيخ اياز پيدا ٿيا." هن به ساميءَ کي نظرانداز ڪيو آهي. ان کان به وڏي ڳالهه اها ٿو ڪري ته انهن سيني "سياسي ۽ اقتصادي مورچو حاڪمن جي حوالي رهڻ ڏنو" جڏهن ته تاريخ شاهد آهي ته مخدوم بلاول ۽

شاهه عنايت جي شهادت ان مورچي (سياسي ۽ اقتصادي) تي ٿي ٿي هئي ۽ شاهه حيدر سنائي جي جدوجهد بہ ان مورچي تي ٿي هئي.

ٻيو تہ نهيو عجيب ڳالهہ اها آهي تہ ساميءَ جهڙي فڪري شاعر کي نہ صرف (سنڌي) مسلمان لکندڙن پر سنڌي هندو پلوڙ لکندڙن بہ نظرانداز ڪيو آهي (خبر نہ آهي چو؟) ڊاڪٽر موتي لال جوتواڻي پنهنجي مضمون، 'سچل سرمست جي شاعري' (ڪتاب سنڌ جو سرمست ـ مرتب رڪيل مورائي ڇپائيندڙ، ثقافت ۽ سياحت کاتو، حڪومت سنڌ، ڇاپو پهريون 2009ع) ۾ لکي ٿو، "انهن ٽن سوالن جا صحيح جواب ملڻ سان سنڌي صوفي شاعرن، جهڙوڪ قاضي قادن، شاهه ڪريم، شاهه عنايت، شاهه لطيف ۽ سچل سرمست جي شاعري پارت جي ڀڳتي ـ انيئو جي نمائندگي ڪري ٿي."

افسوس جي ڳالهہ اها آهي تہ مرحوم پير حسام الدين راشديءَ جهڙو ليکڪ ۽ تاريخ کان واقف بہ روايتن جو شڪار ٿيندي 'سرمست -2' 1982۾ ساميءَ کي نہ ٿو ساري، هو لکي ٿو "جن سنڌ جي فڪر ۽ ذهن کي موڙيو، جن تاريخ پيدا ڪئي، جن پنهنجو مقام پيدا ڪيو، اهي فقط ٻہ آهن، هڪڙو شاهه ۽ ٻيو سچل سرمست"

تہ مورتيءَ ۾ هجڻ جي باوجود ساميءَ کي وسارڻ جو سبب ڪيس نہ پڙهڻ ۽ نہ سمجهڻ ئي آهي. پڙهيو ۽ سمجهيو تہ انهن کي بہ نہ ويو آهي جن جو هو ذڪر ڪن ٿا، پر جو چلهہ تي سو دل تي ۽ جنهن جو ڪائبو تنهن جو ڳائبو. جنهن جنهن جي چلهہ تي اڇبو ۽ جنهن تي لکڻ ۽ ڳالهائڻ جو ڪائبو تہ ان جو ذڪر تہ ضرور ڪبو، نہ؟ ان حوالي سان ڪو اهو بہ چئي سگهي ٿو تہ

پلا شاه جو نالو بہ تہ ڏنو ويو آهي. جيئن مون عرض ڪيو تہ خود سچل جي حوالي سان لکٽين ۾ وڌ ۾ وڌ شاه جو ذڪر، فڪر، حوالا ۽ شاعري ڏني وڃي ٿي. خاص طور شاعريءَ جي معتبريءَ جي حوالي سان، هاڻي اهو ممڪن ئي نہ آهي تہ پٽائيءَ جي ڪا نسبت ڪو حوالو نہ ڏنو وڃي (پلي بغير سمجھ جي) ٻيو نہ تہ اها ڳالھہ ضرور ورجائبي تہ پٽائيءَ جيڪو ڪنو چاڙهيو هو ان جو ڏڪڻ سچل لاٿو ۽ اها ڳالھہ پٽائي پاڻ ڪري ويو هو، جڏهن تہ اها ڳالھہ بہ ان خوف کان ڪئي وئي آهي، تہ سچل لاءِ ڪانہ ڪا پٽائيءَ جي سند ڏجي. اهڙا سرمست بہ آهن جيڪي سچل کي پٽائيءَ کان بہ گهٽ مٿي ڪٽي ٿا وجن، پر ڪٽي بہ پٽائيءَ جي سٽ، لفظن ۽ حوالي کان سواءِ سچل تي نہ ٿو لکيو وڃي. سچل تي لکندي ان جي ٽيڪ لاء شاعري پٽائيءَ جي ڏني وڃي ٿي. 'آري اڇين شال'، ليکڪ حميد سنڌي ڇپائيندڙ سچل چيئر 1993ع . پهريون مضمون، 'الستي آواز' <u>شروع ئي شاه جي بيت سان ٿئي ٿو</u>، ان ۾ شروع جا ٽيئي بيت شاه جا ڏنل آهن. مزي جي ڳالھہ تہ 'آري اڇين شال' کي 1992ع ۾ سچل يادگار ڪاميٽيءَ انعام ڏنو هو. صفحي 10 تي سائين جن لکن ٿا، "جيئن ئي سچل جي ملڪ آيس سچل ايئن جڪڙي ويو اٿم جو سڀ <u>ٿانءُ پيجي پورا ڪيا اٿم</u> ۽ سچ ۽ حق لاءِ جنگ جاري رکي اٿم. هاڻي مون لاءِ بہ ڳالهيون ڪرڻ ناممڪن ٿي پيون آهن.

اندر ڪارو ڪانءُ، ٻاهر ٻولي هنج جي

اهڙو ٺلهو ٿانءُ، پيجي جو نہ پورا ڪرين". (شاه)

سچل جيڪو اثر ڪيو اٿس ان جي بيان لاءِ بہ شاهہ جي شاعري ڏيٺي پئي اٿس. سچل تي لکيل مواد اهڙن مثالن سان ڀريو پيو آهي، جنهن مان ڪوٽ ۽ ڪوڙين داعوئن جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. بهرحال ساميءَ تي ڪم جي حوالي سان هڪ خالي ميدان فڪر ڪندڙن کي دعوت ڏئي رهيو آهي.

*****

## تخليق ۽ تنقيد

آءٌ ڪوشش ڪندس ته وڏن عالمن ۽ انهن جي ڪتابن جي نالن ۽ لفظي حوالن کان جيترو ٿي سگهي بچندي، پنهنجي ڳالهه ۽ سوچ کي آسان ۽ عام فهم لفظن ۾ پيش ڪيان. سچل جي سنڌي شاعريءَ ۾ سمايل فڪر تي غور ڪرڻ کان پهريائين تنقيد ۽ تخليق جي هڪ ٻئي سان لاڳاپن، اثرن، افاديت ۽ انحصار تي ويچار ڪرڻ ضروري آهي. تخليق ۽ تنقيد هڪ ئي سلسلي جون ٻه ڪڙيون آهن. هر تخليق پنهنجي سونهن، افاديت ۽ زندگيءَ لاءِ تنقيد کي ڳولهي ٿي. ان ڳالهه کان انڪار نه ته ڪري سگهجي، ته اسان جي سوچ يا شعوري جهت ڪا بنهه ذاتي ۽ نئين نه ٿي ٿئي. ظاهر آهي ته تاريخ جي ڏگهي عرصي جي گڏيل مشاهدي ۽ مطالعي کي استعمال ڪندي اسان ڪنهن نتيجي تي پهچون ٿا ان ڪري چئي سگهجي ٿو ته اسان جي ذاتي راءِ به تاريخي تسلسل ۽ شعور جو حصو آهي. منهنجي نظر ۾ تخليق ۽ تنقيد هڪ ئي زنجير جون ٻه ڪڙيون، هڪ سڪي جا ٻه پاسا ٿين ٿا ۽ ٻئي هڪ ٻئي کان سواءِ ممڪن نه آهن تنقيدي شعور کان سواءِ تخليق نه ته سگهاري ٿئي ٿي ۽ نه ئي ڪارائتي، اهڙيءَ طرح تخليقي شعور کان سواءِ تنقيد تخليق ئي نه ٿي ٿئي، وجود ئي نه ٿي وٺي سگهي. اهي ٻئي شيون نه صرف فن پر زندگيءَ جي

مڙني شعبن سان لاڳاپيل آهن. جڏهن اسين ڪا شيءَ ڪائون ٿا، پهريون ٿا ته اهو اسان جو تنقيدي شعور ئي آهي، جيڪو اسان جي رهنمائي ڪري ٿو ۽ ان جي افاديت کان واقفيت ڏئي ٿو. ان جا فائدا ۽ نقصان ڏسي ٿو ۽ ٻڌائي ٿو ته انب ڪائو ان ۾ ٻه اڪ جو انب نه ڪائو. تنقيدي شعورانب جي ڪل ۽ ڪڪڙي ڪائڻ کان روڪي ٿو، اهو تجربو ۽ تنقيدي شعور ئي آهي جيڪو ٻڌائي ٿو ته انب ڪچو آهي، پڪو آهي، منو هوندو يا نه، ڪائڻ لاءِ نيڪ آهي يا چڻٽيءَ وغيره جي لاءِ. جنهن جو انبن جي حوالي سان وڌيڪ تجربو ۽ مشاهدو هوندو، ان جو ان حوالي سان تنقيدي شعور به اوترو وڌيڪ هوندو.

اهو ضروري ناهي ته هر ماڻهو هر تجربو ڪري. مڙئي نتيجا ۽ فيصلا گڏيل سماجي شعور ۽ تنقيد جو حصو ۽ تسلسل آهن ۽ تنقيدي شعور ئي انسان کي اشرف المخلوق جو درجو ڏياري ٿو ۽ اها صفت وري تخليقي ۽ تنقيدي صلاحيتن سان ئي مڪمل ٿئي ٿي.

جيستائين فن جي دنيا، ان ۾ ادب ۽ وري ان ۾ شاعريءَ جو تعلق آهي ته ڪو به فن متحرڪ زندگيءَ جو نه انڪاري آهي ۽ نه ان کان ڪٽيل. مڙئي فن ۽ شعبا زندگيءَ سان ئي لاڳاپيل رهيا آهن. فنڪار جا محرڪ ۽ مواد، ڪائنات، زندگي، ان جي حرڪت ۽ ان جا ڏک سک ئي رهيا آهن چو ته تاريخ جي تسلسل ۾ فڪر ۽ فن تخليق ۽ تنقيد ماضي، حال ۽ مستقبل جو ڳانڍاپو ۽ تسلسل آهي، جنهن ۾ فن، فڪر کي ۽ فڪر، فن کي زندگي، صحت ۽ تازگي بخشي آهي. تخليق کي تنقيد نوازيو آهي ۽ تنقيد کي تخليق محفوظ ۽ ترتيبي ضابطي ۾ رکندي آئي آهي. ٻئي گڏوگڏ نشوونما وٺندا، بهتر

ڪان بهتر ڏانهن روان رهيا آهن. پنهي لاءِ ڪجهه مشترڪ شين جو هجڻ به لازم رهيو آهي. جهڙوڪ مشاهدو ۽ ان سان لاڳاپيل حوالا، تجربو، ڏاڻُ، انساني ۽ ڪائناتي چرپر جو ادراڪ، جمالياتي حس وغيره وغيره پر جدا جدا ڪارڪردگي، منصب ۽ فعل جي ڪري سندن ڪجهه ذميواريون ۽ گهرجون الڳ الڳ به ٿين ٿيون، جهڙوڪ مجسمي ناهڻ واري لاءِ تخليقي شعور، رنگن جي علم ڪان علاوه خاص مادو جنهن مان مجسمو ٺهندو ۽ڪنهن جو ٺهندو ۽ ڪهڙي شيءِ جي نمائندگيءَ لاءِ ٺهندو. اوزارن جو هجڻ ضروري آهي پر ان تي راءِ لاءِ ان مجسمي، ڪردار، تاريخ ۽ ان فن جي ڄاڻ ضروري آهي نه ڪي ان مواد جي جنهن مان اهو جوڙيو ويو آهي يا انهن اوزارن جي جن سان اهو جوڙيو ويو آهي. اهڙيءَ طرح ادب ۽ شاعريءَ جي حوالي سان به تخليقڪار ۽ نقاد ۾ ڪيتريون ئي ڳالهيون مشترڪ ۽ ڪجهه ڳالهيون اضافي ۽ الڳ هونديون آهن.

ڏسڻ ۾ اهو ٿو اچي ته هر تخيلق، تنقيد ڳولهي ٿي ته جيئن سلسلو اڳتي هلي، جيئن زندگيءَ کي وڌيڪ حسين، متوازن ۽ صحت مند ڪجي، جيئن زندگيءَ جي خوبصورتي ۽ رواني ۾ ماضيءَ ۾ آڏو آيل مسئلن جي ڄاڻ ۾ حال ۽ مستقبل جي مسئلن کي نيڪ طريقي سان حل ڪجي ۽ ڪارائتي ۽ ليائيندڙ تخليق ٿئي.

اهڙيءَ طرح ادب جنهن کي زندگيءَ جو نمائندو ۽ زندگيءَ جي صحت مند تنقيد به چئجي، کي زنده، ڪارائتو رکڻ ۽ سندس نشوونما لاءِ ضروري آهي ته ان سلسلي کي جمود ۽ موت جو شڪار ٿيڻ نه ڏجي. ان ڪري ڪنهن به تخليقڪار يا

فنڪار لاءِ اهو چوڻ تہ فلاڻو يا فلاڻي تخليق تنقيد کان خارج آهي يا مٿاهين آهي، ان تي تنقيد جو سوچي ئي نہ ٿو سگهجي، اهو نہ صرف پنهنجي نئلهي هجڻ جو اعتراف آهي پر خود ان تخليقڪار جي سوچ ۽ پيغام جي بہ خلاف آهي، جنهن تخليق جي وسيلي نہ صرف تنقيد ۽ تخليق جي تسلسل کي برقرار رکيو، پر تنقيدي صلاحيتن ۽ تنقيد جي حمايت جي ثبوت ۾ تخليق ڏني. ها اهو ضروري آهي تہ نقاد تنقيد جا شرط پورا ڪندي حق ادا ڪري ۽ اهو تڏهن ٿيندو جڏهن هن کي مشاهدي جي سگهہ، مطالعو ۽ شعور هجي، ڪيس حالتن جو ادراڪ، ان مضمون ۾ ٿيل ڪم، تاريخ، ايندڙ وقت جي ممڪن صورتن جو اندازو، ماضي ۽ حال جي تسلسل ۽ مخصوص حالتن کان پليءَ طرح واقفيت ۽ تجزيي جي سگهہ رکندو هجي، ٻي صورت ۾ نہ تہ تخليق جو صحت مند ۽ خوبصورت تسلسل وڌندو ۽ نہ زندگي آسان ٿيندي.

**تخليق شعوري ڪوشش يا الهام؟ فنڪار حساس ۽ ڏاهو يا چريو ڪريو؟**

فن جي دنيا ۽ ادب جي دنيا ۾ ٻين بحثن وانگر اهو بحث بہ تمام گهڻو هليو تہ فن هڪ ذات آهي ۽ ذانءُ ڪجهہ بہ ناهي، سنو فن هڪ لاشعوري نتيجو آهي، قدرت جو الهام آهي. ادب ۽ خاص ڪري شاعري، ديوين، ديوتائن ۽ خدا جو پيغام آهي، جيڪو بندي جي وسيلي اظهار وٺي ٿو، ان ڪري ئي تہ ان کي پيغمبري صفت چيو ويو. ان جي حمايت، مخالفت ۽ ٻنهي کي گڏائي پيدا ڪيل (کِچڙي) سوچ تي ڪيترائي ڪاغذ ڪارا ڪيا ويا آهن. سچل جي باري ۾ بہ اهڙا رايا جام ملن ٿا.

جيئن، ”ٽالپر دور ۾ سنڌ جي هڪ ٻئي وڏي الهامي شاعر سچل سرمست پنهنجو فڪري اوج حاصل ڪيو“ڊاڪٽر مخمور بخاري، ڪتاب، ’سچل - ساڃاهه شعور،‘ مضمون، ’سچل سرمست وٽ پاڻ سڃاڻڻ جو فڪر.‘ ”هتي الهامي (شاعريءَ) مان مراد آهي، اهڙي شاعري جنهن ۾ شعوري ڪوشش جو پورهيو شامل نہ هجي.“ امرجليل - ’مضمون - وحدت الوجود جو احساس‘ آشڪار-4. پر جي شاعري الهامي هجي تہ پوءِ الهامي ڪتاب ان ڪي نہ غلط سمجهن نہ ان جي مخالفت ڪن. ڇو تہ گهٽ ۾ گهٽ الهامي شين ۾ ايڏو تضاد ممڪن نہ آهي.

ٻين ڳالهين کي ڇڏي صرف دنيا جي شاعريءَ تي بہ غور ڪجي تہ نظر اهو ٿو اچي تہ اهو سڄو سارو عمل شعوري آهي، سوچ ۽ سمجهہ وارو آهي، بي عقليءَ وارو نہ آهي. ذهن جي هڪ مطابقتي سطح ٿئي ٿي ان کان هيٺ لهڻ ۽ مٿي چڙهڻ وارا ٻئي ذهني متوازن مطابقتي سطح تي نہ ٿا رهن، ٻئي ايبنارمل ڪوٺيا ٿا وڃن. انهن ۾ چريو بہ آهي تہ گهٽوڏاهو جينئس بہ. هڪڙي ڪان پنهنجي وس ۾ نہ هجڻ ڪري تخريب ڪاري ٿئي ٿي. ٻيو ذهن ڪان ڪم وٺندي. تخليق ڪري ٿو، جيڪو ذهن جي نارمل سطح ڪان مٿي آهي اهو هڪ معصوم ٻار وانگر، تعمير ۽ خوبصورتيءَ مان مزو ٿو وٺي ۽ ان ۾ اظافو ٿو ڪري، تخليق ٿو ڪري، مصور ٿو ٿئي، شاعر، رقاص ۽ موسيقار ٿو ٿئي ۽ ان جي تخليقي ڀاڱي ڀائيواري (Contribution) ئي ان جي ذهني سطح جو فيصلو ڪري ٿي. هو پنهنجي ذات جي مفاد ڪان مٿاهون ٿو ٿئي. آلودگيءَ ڪان پاڪ فنڪار، فن جو خالق، پنهنجي ماحول جو

پنهنجي وقت جو هڪ نهايت ئي حساس ماڻهو ٿئي ٿو، تڏهن ته سندس تخليق پنهنجي زماني ۽ پنهنجي ماحول سان واڳيل هوندي به مختلف زمانن ۽ مڪانن لاءِ ڪارائتي ٿئي ٿي. سندس زيادهه حساس هجڻ، مڙني حالتن جو گهرو اثر وٺڻ ۽ انهن جي حل لاءِ سندس شعوري سگهه تخليق کي جنم ڏئي ٿي. ظلم، جبر، ڪوڙ، منافقي ۽ اڻ برابريءَ جي پيڙا هو ٻين کان وڌيڪ ڀوڳي ٿو ۽ سچ ۽ سونهن جو ادراڪ به ٻين کان وڌيڪ رکي ٿو، ان ڪري ئي هو انفرادي حيثيت قائم رکندي اجتماعي سوچ ۽ درد رکندڙ ٿئي ٿو. اهو ئي سماج، جنهن ۾ هو رهي ٿو، جنهن کي هو پسي ٿو، ان جا قدر هن جي فن جا محرڪ ۽ مواد ٿين ٿا ۽ فن هن جي شعور ۽ پيڙا جي اظهار جو ذريعو ٿئي ٿو. اهو سڄو عمل سندس ادراڪ کان وٺي اظهار جي ذريعي جي چونڊ تائين 'شعوري' ٿئي ٿو، جنهن ۾ فنڪار جي مشاهدي، تعليم، ڏک سک، هنر ۽ ماحول وغيره جو اهڙو گڏيل عمل ٿئي ٿو جهڙو مختلف رنگن کي ملائي هڪ رنگ ٺاهڻ، جنهن ۾ اهي سڀ رنگ ته آهن انهن جو عمل دخل به آهي پر هاڻي انهن جي ڌار ڌار ورهاست يا حد ڳولهڻ ۽ مقرر ڪرڻ ممڪن ناهي.

اهو شعوري مشاهدو ۽ سندس شعوري ڪوشش ئي آهي جيڪا فنڪار جي فن ۾ انفراديت پيدا ڪري ٿي ۽ فن جون ڪوڙ ساريون شڪليون، اظهار جا مختلف ذريعا، مظهر ۽ گهاڙيٽا وجود وٺن ٿا ۽ هن جي هڪ منفرد ڪائنات کي جنم ڏين ٿا. ڪجهه ماڻهو مختلف بنيادن تي عقيدت جي حوالي سان يا وري ڪن شاعرن کي مست ٿيندي نچندي ڏسي ان وهم جو شڪار آهن ته فنڪار خاص طور ڪي شاعر "الهامي"

تين ٿا. انهن تي الهام ٿئي ٿو ان ڪري اهي تنقيد کان پاڪ آهن. جڏهن تہ جنهن ڪي سندس مستي چيو وڃي ٿو اهو مختلف رنگن جو امتزاج آهي، گڏيل رنگ آهي جيڪو ڪيترن ئي رنگن جي سنجوڳ جو مظهر آهي. ٻئي صورت ۾ جي اهو الهام هجي تہ پوءِ گهٽ ۾ گهٽ شروع کان آخر تائين انهن سيني جو اظهار، مقصد، ترتيب ۽ گهاڙيٽو وغيره هڪ يا هڪ جهڙو هجي. پر ايئن نہ آهي، انهن جي شاعري يا فن جون چونڊون، نقطا، ماحول،ردم، تشبيهون، مضمون، جوڙجڪ، شڪلين جي چونڊ ۽ فني قانون ۽ گهرجن جي پوئواري تائين سڀ عمل مختلف ۽ شعوري آهن. انهن جي ڏنل ترتيب ۽ جوڙجڪ ئي ان عمل ڪي هوش ۽ عقل جو عمل ثابت ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي، ڇو تہ هڪ چريو، بي وس، جنهن ڪي ڪو هوش ئي نہ هجي، پنهنجي ئي خبر نہ هجي. اهو ايڏو عالماڻو ۽ نفيس ڪم ڪيئن ٿو ڪري سگهي، جنهن ۾ تورو هيڏي هوڏي ٿيڻ تي سڄي محنت ۽ عمارت ئي ڊانوا ڊول ٿي وڃي، سڄي سونهن ئي غارت ٿي وڃي.

<u>فن هر لحاظ کان هڪ شعوري ڪوشش آهي ۽ ڪنهن فن يا ڏاهپ جو پيدا ٿيڻ هڪ شعوري گهرج آهي</u>، ڇو تہ اظهار ۽ فن جا محرڪ، معاشرو، وطن، قوم، مذهب ۽ اندر جي لوچ وغيره ٿين ٿا ۽ فني سگهہ جا ٽنبا فنڪار جي حساسيت، مشاهدو، علم، ذوق ۽ سندس ماحول ٿين ٿا. فنڪار جنهن ادراڪ، فهم ۽ سگهہ سان فن ڪي جنم ڏئي ٿو ان ئي ادراڪ ۽ سگهہ سان هو پاڻ ۽ ٻين ۾ فرق ڪي محسوس ڪري ٿو ۽ هو اها محسوسات هر سطح تي ڪري، ماضيءَ کان حال تائين مروج حالتن جي بُنياد تي مستقبل جا انديشا لڳائي ٿو.

تنقيدي اظهار ۾ ڪائنس تخليق ٿئي ٿي. سندس تخليق پوري وايو منڊل جو تنقيدي جائزو ئي ته هوندي آهي. هو ڪا اجتماعي گهرج پوري ڪرڻ جي انفرادي ڪوشش ڪندو آهي. اها ڪوشش اڳتي هلي شعوري تاريخ ۽ ترقيءَ جي تسلسل جو حصو ٿي وڃي ٿي ۽ ان ڪوشش ڪندڙ (فنڪار) جو معيار مقرر ڪري ٿي. اهو معيار، رتبو سندس پيغام پهچائڻ جي ڪاميابيءَ تي منحصر آهي ۽ اها ڪاميابي به سندس شعوري ۽ تنقيدي جائزي جي سگهه ۽ فنڪارانه ڏانوَ تي دارومدر رکي ٿي.

سچل سائينءَ لاءِ به اهڙو خيال رکيو ٿو وڃي ته هو 'مست' بلڪ 'سرمست' هو ۽ سندس ڪلام 'آفاقي الهام' هو. جنهن ۾ سندس ڪنهن سمجهه، ويچار جو عمل دخل نه آهي. جڏهن ته سچل جي شاعري به سندس شعوري سگهه جو نتيجو آهي. هن 6-8 سالن ۾ حافظ عبدالحق وٽ قرآن حفظ ڪيو. حافظ صاحب 1233ھ ۾ وفات ڪئي سندس وفات جو قطعو پڻ سچل سائينءَ منظوم ڪيو، قطعي جي سڄي جوڙجڪ فني مهارت عقل سليم کان سواءِ ممڪن نه آهي. ڇا اهو هن جي شعوري ڪوشش جو نتيجو ۽ ثبوت نه آهي؟ ياد رکڻ گهرجي ته هو عالم هو ۽ سندس شاعريءَ ۾ هن جون فني پوئواريءَ جون ڪوششون، موسيقيءَ جي خيال رکڻ جون ڪوششون ۽ ٻنائي ۽ ٻين شاعرن جي شاعريءَ جو اثر ۽ ورجاءُ ڇنو ٿو ڪري، ته سندس شاعري الهام نه، پر هن جي شعوري ڪوشش جو نتيجو هئي. هو مست، سرڦريو يا ڪو چريو نه پر عقل سليم رکندڙ ۽ بااخلاق انسان هو. اُهي پارکو جيڪي چون ٿا ته سچل جي شاعري الاهي راز ۽ الهام آهي، اهي پنهنجي

ڳالهين ۾ پاڻ ڦاسي پون ٿا، جڏهن هو سچل کي مارن جو هڏ ڏوکي، ڪُني جو ڊڪڻ لاهيندڙ، سماج جي عڪاسي ڪندڙ، باغي، تاريخ جون اڳ ڪٿيون ڪندڙ، جدوجهد جو اڳواڻ وغيره٠وغيره جي دعويٰ ڪن ٿا ۽ اهو ٿا چون تہ سچل ۾ تجزيي جي سگهہ بہ اتم موجود هئي، هو سمجهي ويو هو تہ فرنگي اڳتي هلي ڇا ڪندا ان ڪري تہ چيائين،

- اولهہ سج نہ الهي متان ٿئي اوير
 ميڙي ويندءِ مغربي تاريڪيءَ ۾ تير

جڏهن سچل تي لکندڙ پنهنجي مضمونن ۾ لکن ٿا: سندس شاعريءَ جو فڪري جائزو، فني خوبين جو جائزو، سچل جي ترقي پسند ويچار ڌارا، سچل جو پاڻ سڃاڻڻ وارو نظريو، حب الوطني، سندس ڪلام جا سرچشما، سماجي لسانيات جي روشنيءَ ۾ جائزو، (اها ٻئي ڳالهہ آهي تہ ثابت ڪجهہ بہ نہ ٿا ڪري سگهن) تہ پوءِ وري اها دعويٰ ڪيئن ٿا ڪن تہ هن جي شاعري الهامي هئي، جنهن ۾ ڪنهن بہ شعوري پورهئي جو عمل دخل نہ آهي! آهي نہ عجيب ۽ ذهن جي غربت ظاهر ڪندڙ ڳالهہ!

جيڪڏهن دعويٰ ڪئي ٿي وڃي تہ سندس شاعري 'الهام' آهي ۽ بي خوديءَ ۾ ٿيل آهي تہ پوءِ فڪري جائزو ڇاجو؟ ان مان بہ ڳالهيون ظاهر ٿين ٿيون. هڪ تہ هو، الهام ڪندڙ طاقت کان بہ وڌيڪ فڪر ۽ ذهن رکن ٿا جو آفاقي ۽ الهامي پيغام جنهن جي لاءِ چون ٿا تہ ان تي تنقيد نہ ٿي ٿي سگهي، وري ان جو فڪري سماجي، نفسياتي ۽ تاريخي تجزيو بہ ڪن ٿا. ڇا ڪنهن بہ قسم جو تجزيو تنقيد جي ذمري ۾ نہ ٿو اچي. . . .

صد افسوس! يا وري فن ڪي بنيادي طور ذهني ۽ شعوري ڪاوش سمجهن ته ٿا، پر نانوَ لاءِ، ليڪڪن جي لسٽ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ، ٻن پيسن لاءِ عقل جون اکيون ٻوٽي ڪجھ نه ڪجھ لکڻ ضروري ٿا سمجهن، پر ڇا لکجي واري ڳالهه ڪين منجهائي ٿي وجهي ۽ پوءِ پڄڻ جو ۽ جان ڇڏائڻ جو ڪين هڪڙوئي دڳ نظر ٿو اچي، 'الهام جي آڙ' هاڻي انهن ڏاهن، عقل جي اڪابرن کي ڇا ڪجي جيڪي هڪ ئي وقت ٻن مختلف خيالن ۽ متضاد بيانن جي حمايت ۾ ضد ڪيو بيٺا آهن. فلسفو ۽ منطق اهو ٿو چئي ته ڪا به هڪ شيءِ هڪ وقت ٻن مختلف شين يا نوعن جو انڪار ته ڪري سگهي ٿي پر اقرار نه ٿي ڪري سگهي. مثال طور، ڪو ماڻهو هڪ ئي وقت يهودي ۽ مسلمان يا عيسائي ۽ مسلمان نه ٿو ٿي سگهي اهو ته ٿي سگهي ٿو ته هو يهودي به نه هجي مسلمان به نه هجي ۽ عيسائي به نه هجي، ٻيو ڪجھ هجي. ڪا به شيءِ هڪ ئي وقت ڪاٺ ۽ شيشو يا لوهه ۽ ڪاٺ نه ٿي ٿي سگهي اهو ته ٿي سگهي ٿو ته انهن مان اها ڪجھ به نه هجي يا صرف ڪاٺ يا لوهه هجي. ڇا ڪجي ڪاڏي وڃجي؟! اسان جا ڏاها زور ڏيون بيٺا آهن ته هي ڪاٺ به آهي ته لوهه به آهي ۽ جيڪي نه ٿا مڃن اهي ڇريا آهن، انهن کي ڪا خبر نه آهي اهي الهامي رمزون سڃاڻي ئي نه ٿا سگهن، انهن جو اڄان هڪ طبق به روشن ناهي ٿيو ۽ اسان جيئن ته خود مستيءَ ۾ رنگيل آهيون، ان ڪري اسان کي خبر آهي ۽ اسان ڇٽيءَ طرح ڏسون پيا ته اهو ساڳي وقت لوهه به آهي ته ڪاٺ به آهي ۽ اوهان به جڏهن اسان وانگر رنگجي ويندئو ته پوءِ اوهان کي به ائين نظر ايندو.

پارسيءَ جو شعر آهي:

- صائب دو چيز مي شکند قدر شعررا
  تحسين ناشناس و سکوت سخن شناس

(شاعريءَ جي حوالي سان بہ شيون مونکي رت رئارن ٿيون: هڪ نا سمجهہ جي واھ واھ ۽ ٻيو سمجهدار جي خاموشي.)

*****

## سچلءَ تاريخ

سچل تي لکندڙن سندس شاعريءَ جي حوالي سان گهڻيون ئي دعوائون ڪيون آهن، ته هو تاريخ جو وڏو ڄاڻو هو، نه رڳو تاريخ جي ڄاڻ رکندو هو پر هن تاريخي اڳ ڪيتيون به ڪيون آهن، هو باغي هو، مسلح جدوجهد جو اڳواڻ هو، وحدت الوجود جو بيباڪ نمائندو هو، سندس شاعري نه صرف ان دور جي عڪاس آهي پر هر دور جي نمائنده آهي. سندس شاعري نه صرف خوبصورت آهي پر ان ۾ تخيل به ڪمال جو آهي ۽ منجهس اعلىٰ شاعريءَ جون تمام خوبيون آهن وغيره وغيره. اهي سڀ دعوائون سنڌي ليکڪن جون آهن جن حوالا به سندس سنڌي شاعريءَ (اڪثر) جا ڏنا آهن. منهنجو نقطہ نظر به سندس سنڌي شاعريءَ جي فڪري حوالي سان آهي. مون انهن مڙني دعوائن کي هيٺين عنوانن ۾ ترتيب ڏنو آهي:

- تاريخ - سياست
- فڪر
- مذهبي
- تصوف
- ٻولي
- ادب
- شاعري

- تخيل
- عڪاسي

اها ترتيب بہ مڙني دعويدارن جي عنوانن جي بنياد تي ڏني وئي آهي جڏهن تہ گهڻي ڀاڱي سنڌن لکڻين/ لکڻيءَ ۾ ڪو ربط ڪو ضبط نہ آهي، هڪ جملو تاريخ تي تہ ٻيو تصوف تي سنڌن مضمونن کي ڪهڙي عنوان هيٺ رکجي، انتهائي مشڪل هو پر پرک ڇنڊ ڇاڻ لاءِ ضروري آهي تہ مواد کي مناسب عنوانن هيٺ آڻجي تہ جيئن هر عنوان جي تاريخي ادبي، سماجي ۽ لاڳاپيل علم جي جائزي جي روشنيءَ ۾ ان مواد/ بيان جو جائزو وٺجي ۽ ڪا راءِ قائم ڪجي. ڇو تہ گڏيل جائزي ۾ هڪ تہ خيالن جو گهڻو ورجاءُ ٿيندو، ٻيو تہ ڪوڙ سارا مونجهارا پيدا ٿيندا. مان لکندڙ مهربانن جي مواد کي سنڌن ڏنل عنوانن کان علاوه سنڌن مضمون ۾ جنهن ڳالهہ تي زور ڏنل آهي ان حوالي سان بہ ورهايو آهي، ڇو تہ اڪثر عنوان مشهوريءَ (advertisement) واري انداز ۾ آهن ۽ مضمون جي مواد ۽ عنوان جو ڪو بہ لاڳاپو نظر نہ ٿو اچي.

تاريخ تي هڪ نظر

سچل تي لکڻ وارا لکن ٿا، تہ سچل جي شاعريءَ مان ثابت ٿئي ٿو تہ هن کي تاريخ جو وڏو شعور هو. سندس شاعري ماضي حال ۽ مستقبل جو تسلسل قائم رکندي آئي، هن جي شاعريءَ ۾ ان وقت کان اڳ، ان وقت ۽ ايندڙ وقت جي تاريخ آهي، ان ڪري هن جون تاريخي اڳ ڪٿيون بہ آهن. هن پنهنجي شاعريءَ ۾ ماڻهن کي هوشيار ۽ خبردار ڪيو آهي. اچو تہ ان وقت جي تاريخ تي هڪ نظر وجهون، ان حوالي سان

دعوا ڪندڙن جون دعوائون پڙهون، پوءِ انهن دعوائن کي سچل جي (سنڌي) شاعريءَ مان ثابت ڪرڻ لاءِ ڏنل شاعريءَ تي غور ڪيون ۽ ويچاريون.

لکڻ وارا سچل کي تاريخ، ادب، سياست مطلب زندگيءَ جي هر معاملي جو ڄاڻو ۽ ماهر لکن ٿا، پر افسوس جي ڳالهه اها آهي تہ اڄ تائين (منهنجي مطالعي ۾ آيل) ڪوبہ انهن دعوائن مان ڪا هڪ ڳالهہ بہ سچل جي سنڌي شاعريءَ مان ثابت ڪري نہ سگهيو آهي، جڏهن تہ لکڻين ۾ حوالي طور جيڪا هن جي شاعري ڏني اٿن ان جو سندن بيان سان پري پري جو واسطو بہ نہ آهي. پر ساڳين ئي مضمونن يا الڳ الڳ لکڻين ۾ انهن دعوائن سان گڏوگڏ وري کيس فنا في الله ۽ الهامي شاعر بہ ضرور لکن ٿا.

سچل جي پارکن کيس تاريخ جو ڄاڻو ۽ حالتن جو شعور رکندڙ، شاعريءَ ذريعي ان وقت جي تاريخ ۽ ايندڙ حالتن کان واقف ۽ خبردار ڪندڙ ثابت ڪرڻ ۾ ڪيترائي ليک لکيا آهن. جنهن جو مطلب تہ ڄاڻائي يا اڻ ڄاڻائيءَ ۾ هو اهو مڃن ٿا تہ سچل باشعور ۽ ڄاڻو هو نہ ڪي الست مست سرمست هو ۽ هو سندس شاعريءَ کي شعوري ڪوشش سمجهن ٿا نہ ڪي آفاقي، الهامي ۽ مدهوشي وغيره سمجهن ٿا.

اسان جڏهن چئون ٿا تہ تاريخ ڪوڙ ڳالهائي سگهي ٿي، پر ادب ۽ فن نہ، ان ڪري ئي ادب ۽ فن کي وقت جو آئينو چيو ويندو آهي، جنهن مان ان زمان ۽ مڪان جي شڪل ڏسي سگهجي ٿي، جنهن ۾ ثقافت، اقتصادي حالت، علم، مادي ۽ غير مادي ترقي ماڻهن جي نفسيات، ڪاروهنوار وغيره وغيره اچي وڃن ٿا تہ پوءِ ادب ۽فن جي سنجيده تجزيي ۾ انهن کي

ڪيئن وساري سگهجي ٿو؟ وسارڻ به نه گهرجي بئي صورت ۾ اسان ان تخليق جي افاديت، صحت، سونهن ۽ مجموعي پاڳي پائيواريءَ کي نه ته پسي سگهنداسون نه ڪو فائدو ماڻي سگهنداسون. ان ڪري ڪنهن به فنڪار يا فن جي پرک لاءِ ان وقت جي صورتحال، تاريخي اٿل پٿل، مجموعي تنزلي ۽ ترقي خاص ڪريْ ان مضمون جي ۽ ان وقت جي ضرورتن ۽ گهرجن کي ضرور جاچڻو پوندو. اهي بنياد ۽ ماڻ ماپا ئي تاريخ ۾ تخليق ۽ تخليڪار جي حيثيت ۽ اهميت جو تعين ڪن ٿا.

ان ڪان پهرين جو ليڪڪن جي انهن دعوائن کي ميچون ته سچل ماضي حال ۽ مستقبل جو نمائندو آهي، هن پنهنجي شاعريءَ ۾ نه صرف ان وقت جي تاريخ کي چٽيو آهي پر ايندڙ وقت جي مصيبتن، دنيا جي سياسي عزمن کان به خبردار ڪيو ۽ سنڌي قوم کي سجاڳي ۽ ايڪي جي تلقين ڪئي آهي. ليڪڪن جي انهن دعوائن ۽ سندن حوالن تي غور ڪيون، ڏنل شاعريءَ مان فائدو وٺونءَ ليڪڪن جا به ٿورا مڃون. اچو ته ٿلهي ليکي ڏسون ته ان وقت دنيا جي ڪهڙي حالت هئي، سماج جي صورت حال ڇا هئي، علم، ادب، فلسفو ۽ خاص ڪري شاعريءَ جي مجموعي صورت حال ڇا هئي. (هر عنوان تي ان عنوان هيٺ ويچاربو) اسان جي خطي ۾ ڇا وهي واپري پيو. ممڪن آهي هن ڪتاب جا اهي حصا ڪيترن ماڻهن کي اجايا لڳن، خشڪ لڳن ۽ ڪي ان کي پڙهن به نه، پر ڇا ڪجي اصول، تحقيق، تجزيي (جيڪي ڪنهن جي واه واه جا محتاج نه هوندا آهن) جي گهرج اها آهي. بئي صورت ۾ دعوائن جي پرک به نه ٿي سگهندي ۽ اهائي ڳالهه ورجائبي

يعني خانہ پوري ۽ لباڙ تي زور، نانءُ وڏو ديھہ ويران! عنوان فلسفياڻو، حوالا وڏا وڏا ثابت ڪجھ بہ نہ!، هتي اسان صرف سياسي تاريخي صورتحال جومختصر جائزو وٺنداسون،اهو بہ ان خيال کان تہ هن حوالي سان ڪيل دعوائن کي پرکجي.

دنيا ۾، انگلستان، اسپين ۽ فرانس وڏيون طاقتون هيون، سندن دابو سڄي دنيا تي هو. انگريز برصغير کان سواءِ اڄ جي آمريڪا تي بہ قابض هيا ۽ خاص طور فرانس سان سندن لڙايون ڊگهي عرصي تائين هلنديون رهيون. ان وچ ۾ فرانس خلاف پنج تاريخي معاهدا بہ ٿيا. ان ڪان ٿوروئي اڳ انگريزن، پورچوگيزن ۽ ڊچن کان تقريباً سڄو بحري قبضو ختم ڪرائي بحري رستي جي آس پاس پنهنجون حڪومتون قائم ڪري، پوري دنيا کي بي درديءَ سان لٽڻ شروع ڪيو. 1783ع ۾ آمريڪا آزاديءَ جو اعلان ڪيو. 1799ع ۾ نيپولين اقتدار ۾ آيو. 1789ع ۾ هارين کي جاگيردارنہ معاوضي جي پابندين کان آزاد ڪيو ويو ۽ ان سان گڏ فرانس ۾ 'انساني حقن جو اعلان نامو' پڙ پڌرو ڪيو ويو. (26 آگسٽ 1789). ٻين هنڌن ۽ اسان جي پرپاسي ۾ بہ هارين جون بغاوتون عروج تي هيون. چين ۾ 'خفيہ انجمن' جي قيادت ۾ هارين جي بغاوت ڊگهي عرصي کان جاري هئي. 1710ع کان 1715ع تائين پنجاب ۾ هارين جي بغاوت ۽ ان جا اثر وڏي اهميت رکن ٿا. برصغير ۾ انگريز فرينچن کي ڀڄائڻ ۾ مصروف هيا ۽ آهستي آهستي هو برصغير تي قبضو ڪندا ويا.اهو ئي زمانو هو جنهن ۾ هتان جي تاريخ تي ڊگها اثر وجهندڙ پلاسيءَ جي جنگ 1757ع ۾ لڳي، جنهن ۾ انگريزن جي مڪارين ڪري مير جعفر ۽ مير قاسم جا ڪردار تاريخ جي ناسور طور وجود ۾ آيا، پڪڙيا ۽

فن ۾ بديءَ جي اهڃاڻن طور ورجائجڻ لڳا. ان وقت جو فن، ادب خاص طور شاعري، ديو مالائي قصن، بهادرن، پهلوانن، تاريخي ويڙهن ۽ عشقيہ داستانن سان ڀريل ملندو. اهڙيءَ طرح ان دور ۾ تاريخي ادب، لوڪ ۽ ثقافتي داستانن ۾، حيدر علي، ٽيپو سلطان، رستم ۽ سهراب ۽ امير حمزه وغيره ورجايا ويندا رهيا.

اهو ڏيڍ ٻن صدين جو زمانو خاص طور برصغير ۾ بغاوتن ۽ جنگين کان واندو نہ رهيو. ننڍيون ننڍيون رياستون وجود وٺنديون رهيون، ان نج جاگيرداري ماحول ۾ 'ٽارزن' ٽائيپ ڪردار وايو منڊل ۾ پکڙبا رهيا. انهن جو فن ۾ ورجاءُ ڪيترن ئي سببن ڪري هو، جهڙوڪ، ادب سماج جو آئينو هجڻ، پروپيگنڊا، نسلي جذبو، دل جي باه ڪڍڻ، واندڪائيءَ جي وندر، داستان گوئي، تفريح سان گڏ شهرت ۽ آمدنيءَ جو وسيلو هجڻ وغيره وغيره.

18 ۽ 19ع صديءَ، جنهن ۾ اسان جا اهي ٽيئي شاعر، "شاه، سچل، سامي" هيا، اهڙيون صديون هيون جن ۾ انسان اجتماعي طور ارتقا جون ڪيتريون ئي منزلون طئہ ڪري بالغ ٿي چڪو هو. ارتقا ۽ ترقي مختلف جڳهن تي مختلف ضرور هئي پر مجموعي طور انسان تهذيب جي اڳتي قدمن لاءِ هڪ ڏاڪڻ هٿ ڪري چڪو هو. انساني گڏيل ترقي علم شعور ۽ هنر کي نہ صرف پنهنجي اظهار جا آسان وسيلا ملي چڪا هيا، پر گهڻي ڀاڱي گهربل ارتقائي مواد، ذريعا ۽ ماحول بہ ميسر ٿي چڪو هو. انقلابي ايجاد پرنٽنگ پريس نہ صرف ايجاد ٿي چڪي هئي، پر ترقي بہ ڪري رهي هئي، جنهن ڪري هڪ تہ تاريخ، علم ۽ ڏاهپ کي مستقل طور محفوظ ڪيو پئي ويو،

پر ساڳئي وقت ان کي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ مان هٿ ڪيو ۽ ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچايو به پئي ويو.اسان وٽ اهو زمانو به ملڪي ۽ قومي حوالي سان نازڪ صورتحال مان گذري رهيو هو. هڪ افرا تفري متل هئي، جڏهن ته ان ئي زماني ۾ دنيا آزادي ماڻي رهي هئي، جارج واشنگٽن جي قيادت ۾ آمريڪي انگريزن سان بغاوت ڪري آزاد ٿيا پر ٻئي طرف انگريز اسان تي ۽ ٻين تي قبضو ڪري رهيا هيا.

فقيريءَ مان اميري هٿ ڪندڙ ڪلهوڙن جي ٻئي حڪمران ميان نورمحمد خان 1718ع کان 1755ع جي دور ۾ سچل جنم ورتو، اڪثريت متفق آهي ته سندس ولادت 1739ع ۾ ۽ وفات 1826ع ۾ ٿي. سندس جنم کان 20-21 سال پهريون شاه عنايت جنهن کي دنيا جو پهريون سوشلسٽ صوفي به چيو ويو، کي ساٿين سميت ٺوڪي سان قتل ڪيو ويو (1718ع)، جو ته هن جو مول متو هو، ”زمين الله جي آهي ۽ جو کيڙي سو کائي“ سچل جي دور ۾ ئي ميان عبدالنبيءَ ۽ مير فتح علي خان جي وچ ۾ هالاڻيءَ جي ميدان ۾ جنگ لڳي، ڪلهوڙن جي شڪست جي نتيجي ۾ اقتدار جون واڳون ٽالپرن حوالي ٿيون. 1739ع ۾ نادر شاه حملو ڪري ڪيترائي ڏينهن قتل عام ڪيو. 1754-1755ع ۾ احمد شاه ڦرلٽ، خون خرابو ڪيو. ايشيا جي هن آخري فاتح سڄندڙ دهليءَ تي قبضي وقت محمد شاه جي 16 سالن جي ڌيءَ سان شادي پڻ ڪئي. تاريخ ٻڌائي ٿي ته سچل جي سانيڻ ۾ اباوڙي ۽ روهڙيءَ ۾ به جنگيون لڳيون. شڪارپور ۽ لاڙڪاڻي جي پرسان چالڪ جي پل وٽ. هالاڻيءَ جي جنگ ۽ ڪلهوڙن ۽ ميرن جي فيصلہ ڪن جنگ به سچل جي دور ۾ لڳي. سراج الدولہ کي شڪست ڏئي

(1753ع) انگريزن هندستان ۾ انگريزي شهنشاهيت جو پايو وڌو. 1754ع ۾ احمد شاهه سنڌ تي حملو ڪيو. ميان نور محمد ريگستان ڏانهن ڀڄي ويو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. ميان غلام شاهه ۽ سندس ڀاءُ ميان مرادياب وچ ۾ اباوڙي وٽ جنگ لڳي، اٽڪل ڏهه هزار ماڻهو ڪسجي ويا ان وقت سچل جي عمر 15/ 16 سال هئي.

1758ع ۾ ميان غلام شاهه ۽ سندس ڀاءُ عطر خان وچ ۾ جنگ لڳي. 1716ع ۾ ڪڇ جي راجا سنڌ تي حملو ڪيو غلام شاهه 1763ع ۽ 1764ع ۾ ڪڇ تي جوابي حملا ڪيا. 1774ع ۾ ميان سرفراز ڪلهوڙي ڪڇ تي حملو ڪري ڪين هميشه لاءِ سبق سيکاري ڇڏيو. 1774ع ۾ ستن ميلن ۾ خداآباد شهر تخت گاهه (هالاجي ويجهو) ٺهيو، جيڪو 1814ع ۾ ويران ٿي ويو.

1780ع ۾ مدد خان سنڌ تي ڪاهيو باغن سان ڀريل فتح باغ ۽ جوڻ جهڙا شهر ان ڪاهه ۾ نيست و نابود ٿيا. ”گهوڙا گهوڙا“ جي خوفائتي دانهن ڀري ڀري تائين ٻڌڻ ۾ آئي. قرلٽ جي ڪري ٻسخت ڏڪر پيو.

اهو دور سازشن جي ور چڙهيل رهيو. ميان سرفراز، مير بهرام خان کي ڪچهريءَ ۾ گهرائي هڪ خط پڙهڻ لاءِ ڏنو ۽ سندس اشاري تي حسين مرراٽيءَ پويان ترار جي وار سان هن کي قتل ڪيو. ٻاهر بيٺل مير صوبدار خان ڪليل ڪچهريءَ ۾ گهڙي آيو ۽ جهيڙي ۾ مير صوبدار سميت ويهن کان مٿي ماڻهو قتل ٿيا. انهن جي بدلي لاءِ ميرن خداآباد تي حملو ڪيو. ميان سرفراز پاڻ ته راتو رات ڀڄي حيدرآباد قلعي ۾ پناهه ورتي، درٻارين ميان غلام نبيءَ کي تخت تي ويهاريو. ان وقت سچل جي عمر 39 سال هئي.

1782ع ۾ ميان عزت يار خان (ڪلهوڙو) ميان عبدالنبيءَ خلاف تيمور شاهه ڏانهن دانهن ڪٽي ويو جنهن سنڌيءَ سان گڏ افغاني لشڪر بہ ڏنس. شڪارپور جي پرسان جنگ لڳي ۽ افغاني لشڪر جي شڪست ڪري تيمور شاهه پاڻ سنڌ تي ڪاهي آيو جنهن ڪي مير بجر خان ٽالپر کي مڪو سان واپس موڪليو. اهو مير بجر خان سازشن جي نتيجي ۾ قتل ٿي ويو. (سندس قتل جي حوالي سان تاريخ ۾ مختلف سازشن جو ذڪر ملي ٿو.)

بدنيت ميان عبدالنبيءَ آئينده ايماندار ٿي رهڻ لاءِ قرآن شريف تي لکي ڏنو ۽ ايئن وري اقتدار هٿ ڪيائين پر نيت صاف نہ ڪيائين. 1783ع ۾ مير عبدالله خان ۽ مير فتح خان ميان عبدالنبيءَ سان ملڻ ويا تہ هنن جا هٿيار ٻاهر رکرايائين ۽ اندر انهن کي گرفتار ڪرايائين. هنن تلاوت جي اجازت گهري ۽ جڏهن تلاوت ۾ مصروف هيا تہ جلادن کان ٻنهي جون سسيون ڌڙن کان ڌار ڪرايائين. اهو ميرن جو سنڌ ۽ ڪلهوڙن سان وفاداريءَ جو انتهائي ظالم بدلو هو جنهن ڪري ڪلهوڙن جي حڪومت جو سنڌ ۾ خاتمو ٿيو. ان وقت سچل جي عمر 44 سال هئي.

1788ع ۾ شاهه ڳڙه جي جنگ ٿي.1788ع کان 1789ع تائين تيمور شاهه جون سنڌ تي 5 ڪاهون ٿيون.1789ع ۾ ئي ميرن 60 لک رپيا تيمور شاهه کي ڏنا ۽ آئنده لاءِ ڪلهوڙن جيترو ڏن ڏيڻ جو وعدو بہ ڪيو. 1789ع ۾ فتح ڳڙه، 1790ع ٽنڊو الهيار 1791ع ٽنڊو محمد خان ۽ منهوڙي جو قلعو 1799ع ۾ ٺهيا.ان ئي دور ۾ واهہ: پراڻ، نارو، اڙل، ڦليلي، گوني، پيڃارو

گنگرو، لکي، سيتا. بگهاڙ، دابيجي، گهاڙ، امرڪس ۽ نور واهہ نهيا، جن جو سنڌ تي ڪافي سنو اثر پيو.

1772ع ۾ ئي سياه آف جي جنگ ۾ بگٽين جي شڪست ڪان پوءِ ٽالپوري حڪومت ديره جات تائين پهتي.

1792ع ۾ مزارچہ جو علائقو راڄڻ پور تائين ٽالپرن جي حڪومت ۾ آيو. ٽيپو سلطان جنهن پيءُ حيدرعليءَ جي ان جملي ”سلطنت لاءِ قلم ڪان ترار جي ضرورت وڌيڪ آهي“ ڪان پوءِ تلوار کنئي ۽ 1799ع ۾ سرنگا پٽم جي خوني جنگ ۾ شهيد ٿيو. هن جي شهادت تي آمريڪي تاريخ دان بردزا وڊ ڪلف ان جي قبر تي وجي انگريزيءَ ۾ دردناڪ نوحو لکيو. اهڙن ڪيترن ئي ڪردارن سچل جي دور ۾ جنم ورتو، جن خاص طور برصغير جي تاريخ، سماج، نفسيات ۽ ادب. تي خاص اثر ۽ تاريخ ۾ اڻ مٽ نقش ڇڏيا. اهي ڪردار لوڪ ادب ۾ نالن ۽ علامتن سان اڄ تائين ايندا رهن ٿا. انهن جا اثر ۽ نتيجا ان وقت جي ڏاهپ ۽ فن ۾ اسان کي نمايان نظر اچن ٿا.

1803ع ۾ ڪرڙيءَ واري جنگ لڳي.

1809ع ۾ سنڌ جي حڪمرانن ۽ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ وچ ۾ هيٺيون معاهدو ٿيو:

(1) سنڌ ۽ برطانيہ جي حڪومت ۾ هميشہ دوستي رهندي.
(2) ٻنهي ملڪن جي وچ ۾ ڪڏهن بہ دشمنيءَ وارو جذبو پيدا نہ ٿيندو.
(3) ٻنهي ملڪن ۾ سفارتي ناتا جاري رهندا.
(4) سنڌ ڪڏهن بہ فرانس کي داخل ٿيڻ نہ ڏيندي.

حسب عادت انگريزن جلدئي ان معاملي جي خلاف ورزي ڪئي. 1816 ۾ ٽيون عهدنامو ٿيو جنهن جا شرط هيا:

(1) ايسٽ انڊيا ڪمپني ۽ ٽالپرن جا پاڻ ۾ دائمي طور دوستانه تعلقات رهندا.

(2) ٻئي حڪومتون وڪيلن معرفت باهمي فيصلا ڪنديون.

(3) سنڌ سرڪار ڪنهن به ٻاهرين کي سنڌ اندر رهڻ نه ڏيندي پر ڪو ٻاهريون سنڌ جي معاملن ۾ دخل ڏيندو ته ٻئي ڌريون ان کي لوڏي ڪيڊنديون ۽ فساد جي صورت ۾ ڪيس ڪوٽوال سزا ڏيندو.

(4) ٽالپور امير ڪوسن ۽ ٻين بلوچن کي انگريزي علائقن اندر حملن ۽ ڇيڙڇاڙ کان روڪيندو.

1823ع ۾ سکن سنڌ تي پهريون حملو ڪيو. ان وقت سچل جي عمر 83-84 سال هئي. سکن سنڌ تي ٻيو حملو 1825ع ۾ ڪيو.

## تاريخي مکيه واقعن جو وچور

1. خان قلات جو سنڌ تي حملو 1730-1731ع
2. ڪلهوڙن جو کهڙا شهر تي حملو 1732-1733ع
3. ڏاراجا ۽ ڪڪرالہ جي ڄامن جون ويڙهون 1739ع
4. ڪڪرالہ تي ميان نور محمد جو حملو 1744ع
5. ڪڪرالہ تي ميان غلام شاہ جو حملو 1760ع
6. نادر شاہ جي سنڌ تي ڦهري ڪاھ 1739-1740ع
7. سنڌ افغانستان جي ڏن ڀريندڙ رهي 1750ع
8. احمد شاہ جو سنڌ تي حملو 1754ع
9. ميان مراد ياب ۽ ميان غلام شاہ جي جنگ 1757ع
10. ميان غلام شاہ ۽ سندس ڀاءُ عطر خان جي وچ ۾ جنگ

11. ٺٽي ۾ انگريزن ٻئي تجارتي ڪوٺي قائم ڪئي 1758ع
پهرين ڪوٺي 1636ع ۾ قائم ۽ 1663ع ۾ ختم ٿي
12. ڪڇ جي راجا جا سنڌ تي حملا 1763-1764ع
13. غلام شاه جا ڪڇ تي جوابي حملا 1763-1764ع
14. سرفراز ڪلهوڙي جو ڪڇ تي جوابي حملو 1774ع
15. مير بهرام ۽ مير صوبدار جي شهادت
۽ سنڌ ۾ سرد جنگ جي شروعات 1775ع
سنڌ جي ڏتڙيل حالتن ڪري انگريزن تجارتي ڪوٺي ختم ڪئي.
16. ميان سرفراز جي معزولي ۽ ميان غلام نبيءَ
جي تخت نشيني ـ گهرو لڙائي ۽ عام وڳوڙ 1776ع
17. ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي وچ ۾ گهرو لڙائي 1776ع
18. هالاڻيءَ ۾ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي وچ ۾ جنگ1781ع
19. عزت يارخان پٺاڻ ۽ ميان عبدالنبيءَ جي
لکي ۽ شڪارپور جي وچ تي جنگ 1781ع
20. تيمور شاه بن احمد شاه جي سنڌ تي ڪاه 1781-1782ع
21. مدد خان پٺاڻ جو سنڌ تي هيبت ناڪ حملو
ڦهري ڪوس، باهيون، لٽ ڦر 1781ع
22. ڪلهوڙن ۽ ميرن جي وچ ۾ جنگ 1782ع
23. ميرن جي پهرين چوياري، جنهن ۾ سنڌ ياڳا ٿي1782ع
24. مير عبدالله ۽ مير فتح خان جي شهادت 1783ع
25. دلاور خان پٺاڻ جو سنڌ تي حملو 1788ع
26. شاه شجاع جو سنڌ تي حملو ۽ ڪرڙيءَ
واري جنگ ۽ ٽالپر حڪمرانيءَ جو قيام 1803ع

مختصر ته ان پوري دور ۾ برصغير خاص طور سنڌ ڏچن ۾ هئي. نه صرف ڌاريا لٽيندا ڦريندا رهيا، پر خانه جنگي جاري

هئي، سنڌ جو ٽڪرن ۾ ورهائجڻ ۽ گڏ ٿيڻ ٿيندو رهيو. ميرن سنڌ کي ستن رياستن/ حڪومتن ۾ ورهايو.

## مذهبي صورتحال

تاريخ جي حوالن ۾ اسان جا ليکڪ ان ڳالهه کي به ورجائيندا رهندا آهن، ته ان وقت مذهبي بنيادن تي مسلمان هندن سان ڏاڍايون ڪندا هئا ۽ کين زوريءَ مسلمان ڪندا هئا. ان ڪري سچل قوم جي ايڪي کي قائم ڪرڻ لاءِ مذهبن ۾ دوئيءَ کي من مان ڪڍڻ جي ڳالهه ڪئي آهي. ان دور جي تاريخ جو غور سان مطالعو ڪجي ۽ سماجي ونڊ ورڇ جو تجزيو ڪجي، ته ان ڳالهه ۾ ڪو وزن نظر نه ٿو اچي. لڳي اهو ٿو ته سچل جا اهي شعر جن جي حوالي لکيو ٿو وڃي ته هن پير جي ڏونڪي تي کلي عام نغارو وڃائي پنهنجو پيغام ڏنو آهي ۽ هن کان اڳ اهڙي جرئت ڪنهن به نه ڪئي هئي، اهو رڳو ان ڪري ٿو چيو وڃي ته جيئن اهي به ادائي بيت جيڪي مروجه شريعت، سماجي قدرن ۽ قانونن جي نظر ۾ رياستي مذهب جي ابتڙ لڳن ٿا، انهن بيتن جو جواز پيش ڪجي. ان ڪري اهو ڍنڍورو ڏنو ٿو وڃي ته ان وقت مذهبي بنياد تي قتل عام هو ۽ سچل پنهنجي شاعريءَ ذريعي ان غلط عمل کي روڪڻ جي ڪوشش ڪئي، مطلب ته جيئن سچل جي شاعريءَ مان تاريخ جو شعور، فلسفو ۽ ڪانه ڪا افاديت به ظاهر ڪري سگهجيءَ جي واقعي هن جي ڪا شاعري غير اسلامي آهي ته ان گناه کان به بچجي.

تاريخ جي مليل رڪارڊ مان ۽ سماجي تجزيي مان نظر اهو ٿو اچي ته:

- اڪا دڪا مذهبي شدت پسنديءَ جا واقعا ضرور ٿيا جيڪي بہ ذاتي مفادن حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيا ويا هيا.
- ان ڳالھ ڪي انگريزن پنهنجي پاليسيءَ ”وڙهايو ۽ حڪومت ڪيو“ لاءِ هوا ڏني.
- مير جڏهن ڪچهري ڪندا هيا تہ ان ۾ فيصلا بہ ٿيندا هيا، ان ۾ پري پري کان ماڻهو ۽ ڌريون اينديون هيون، جن جي رهائش ۽ خوراڪ جو بندوبست بہ هوندو هو ڇو تہ ان وقت هوٽل ڪونہ هوندا هيا. تاريخ ۾ اهو ڪٿي بہ نہ ٿو ملي تہ انهن وٽ الڳ الڳ مذهبن يا مسلڪن لاءِ الڳ الڳ وٿاڻ هوندا هيا.
- ان وقت جون ڪيترين ئي مسجدون ۽ مندر ويجها ويجها نهيل ملن ٿا. جيڪي پڻ امن ۽ مذهبي ڀائيچاري جو ثبوت آهن.
- ان دور جي فتوائن ۾ جبر، ظلم يا غلط فهميءَ جي بنياد تي زوريءَ مسلمان ڪرڻ جي شاهدي نہ ٿي ملي. اهو جيڪو هڪ بہ واقعو ورجايو وڃي ٿو ان جا پيرا تاريخ ۾ نہ ٿا لڀن.
- ڪجھ اهڙا فيصلا بہ ملن ٿا جيڪي مسلمانن بجاءِ هندن جي حق ۾ ڪيا ويا.
- تاريخ اهو بہ ٻڌائي ٿي تہ عربن جي دور کان سنڌ ۾ هندن کي حڪومتي عهدا ملندا رهيا هيا. ٽالپرن جي دور ۾ خاص طور لوهاڻا حڪومتي عهدن کان سواءِ واپار تي بہ ڇانيلَ هيا. حڪومتي عهدن وارا عامل ۽ ديوان سڏبا هيا ۽ واپارين کي ڀائيبند چوندا هيا.

- تاريخ اهو ٻہ ٻڌائي ٿي تہ هر مير وٽ خرچ پکي هلائڻ لاءِ هڪ ٻہ هندو رکيل هوندو هو جنهن کي منشي چوندا هئا.
- خود مير مراد علي خان جو هيٺيون بيان ٻہ ان ڳالھ جي شاهدي ڏئي ٿو تہ ان وقت حڪومت ۾ هندن جي ڪيتري اهميت ۽ حيثيت هئي ۽ اهو ٻہ ظاهر ڪري ٿو تہ عام زندگيءَ ۾ انهن جو ڪيترو وس هلندو هوندو. ان حوالي سان ٻہ اهو چوڻ سچ آهي تہ ان وقت هندن کي زوريءَ مسلمان ڪرڻ واري ڳالھ صفا غلط آهي:

"اسين بلوچ نہ حساب ڪتاب رکي ڄاڻون، نہ وري ڪاتا لکي سگھون ٿا، نہ اسان کي ڪا واپار جي خبر آهي، اسين فقط ايترو حساب سمجھي سگھون ٿا تہ ٻہ ۽ ٻہ ٽيا چار، اسين هندن تي اعتبار ڪيون ٿا ۽ جيڪي طلبيون ٿا هو اسانکي گھر ويٺي پھچائن ٿا."

(مير مراد علي خان جو ڪرنل پاٽنجر کي جواب)

- ديوان گدومل قنڌار ۾ سفير ۽ سندس پاءُ گوپال داس جسپت راءِ ڪابل ۾ سفير هو. ديوان گوپال داس جسپت راءِ مير ڪرم علي خان پاران ڪڇ جو ايلچي هو. اهڙيءَ طرح حڪومت جي ڪوڙ سارن اهم عهدن تي هندو فائض هيا.
- تاريخ تہ اهو ٻہ ٻڌائي ٿي تہ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن راجپوت راڻن مان شاديون ٻہ ڪيون هيون.
- خاص طور تي ٽالپرن جي دور ۾ مذهبي مدرسن جي سرڪاري طور تي سٺي پرگھور لڌي ويندي هئي، آخوند ۽ مولوين کي ماهوار پگھار ملندي هئي. ان

ڪري ٻه مذهبي ڌريون سرڪار لاءِ مسئلا پيدا ڪرڻ
ڪان لنوائينديون هيون.

- ان دور جي سياحن جي لکتن مطابق هندو ۽ مسلم گڏجي ڏڻ ملهائيندا هئا، جنهن ۾ هو فضول خرچ به ڪندا هئا ۽ ايڏي جوش سان ملهائيندا هئا، جو ڪجهه ڏينهن لاءِ ڪم ڪار ٺپ ٿي ويندو هو. چا ان مان اهو نه ٿو لڳي ته ان وقت مذهبي ڇڪتاڻ نه پر آزادي هئي.
- تاريخ ۾ ان وقت جو ڪوبه اهڙو واقعو نه ٿو ملي ته ڪنهن عبادت گاهه يا ڪنهن ڌرمي ڪتاب جي بي حرمتي ڪئي وئي هجي.
- اڄ ڏينهن تائين جن به پنهنجو مذهب مٽايو ۽ مسلمان ٿيا، اُهي سني مسلڪ سان لاڳاپيل آهن. جڏهن ته شيعا، سنيءَ جي شدت اسان وٽ الڳ مسلڪ نه پر الڳ مذهب جهڙي نظر اچي ٿي. هتي غير مسلم کي ته سنو سمجهندا پر غير مسلڪ کي نه. ٽالپر حاڪم اڪثر شيعا رهيا آهن، ڳالهه اها سمجهه ۾ نه ٿي اچي ته ٽالپر حڪمرانن کي ڪهڙو شوق هو جو هندن کي سني مسلمان ڪندا وتن يا انهن جي حڪومت دوران سني مسلمان هندن کي زبردستي سني مسلمان ڪندا وتن ۽ شيعا حڪمران ڪوبه ردعمل ظاهر نه ڪن.

ان ڏس ۾ مان هتي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جا خيال دهرائڻ کي اجايو نه ٿو سمجهان. اهي خيال هن شاهه عبداللطيف يونيورسٽيءَ ۾ سچل چيئر پاران 11 اپريل تي سچل نيشنل سيمينار 93 ۾ پيش ڪيا جيڪي 'آشڪار. تحقيقي جرنل ـ 4' ۾ ڇپيا:

”اسان سچل سائين کي دنيا اڳيان پيش ڪندا آهيون، تہ اسان کي چند غير واضح ڳالهيون نظر اينديون آهن. ڪم از ڪم ٽي ڳالهيون اهڙيون آهن، جن جي وضاحت نهايت ضروري آهي. مون کي يقين آهي تہ اسان جو تنوير عباسي صاحب، هڪ دانشور جيءَ حيثيت سان، انهن کي چڱي طرح ڇاڻي ٿو. مان اهائي صلاح ڏيندس تہ اسان کي پنهنجي ڳالهہ پيش ڪرڻ وقت زياده سنجيدگي ۽ فراخدليءَ جو مظاهرو ڪرڻ گهرجي.

1. سڀ کان پهريائين جيڪو اختلافي مسئلو آهي. اهو آهي تہ سچل سائين عالمن جي خلاف هو ۽ عالمن وري سچل سائين کي مارائڻ ٽي گهريو، پر ٽالپور حڪمرانن جيئن جو سچل سائين جي طرفداري ٽي ڪئي، انهي سبب سندس حياتيءَ کي ڪو جوکو نہ رسيو!

هاڻي آئون جيڪو چئي رهيو آهيان، اهو سڀ ڪجهہ لکت ۾ آهي جيئن جو وقت ٿورو آهي، انهي ڪري مان انهن جا حوالا نٿو پيش ڪريان. پر اهو هڪ تمام وڏو اختلافي مسئلو آهي.

سنڌ جا ٽالپور حڪمران نهايت ئي بي تعصب ۽ بردبار هئا. سنڌ ۾ ٽالپور حاڪمن ۽ عالم سڳورن ۾ هڪ طرف ۽ ٻئي طرف سچل ۽ حڪمرانن جي وچ ۾ مڪمل طور سان هم آهنگي هئي. سندن وچ ۾ ڪوبہ جهڳڙو وغيره نہ هيو. تاريخ ۾ ڪوبہ اهڙو بيان يا ڪابہ اهڙي شاهدي نٿي ملي تہ ڪنهن شخص سچل سائين کي مارڻ ٽي گهريو پر ٽالپور حڪمرانن جي ڪري سندس حياتي بچي ويئي!

2. ٻئي اختلافي راءِ اها آهي تہ سچل سائين وڏو انقلابي هيو. هو انقلاب ۾ اپريو! هن ڪنهن جي خلاف انقلاب برپا ڪيو؟ سچل هڪ باغي شُاعر هو وري بہ اهو لکت ۾ ملي ٿو تہ هن اسلام جي خلاف بغاوت ڪئي! ۽ اهو حوالو بہ ڏنو ويندو آهي تہ بقول سندس: تہ مان محمد صلعم جن جي سٽ ۾ ڏسجڻ نٿو چاهيان!

هاڻي هيءَ بہ ساڳي نوعيت جو هڪ اختلافي افسانو آهي. حقيقت ۾ سچل سائين. دين يا اسلام جي روح جي خلاف ڪڏهن بہ بغاوت نہ ڪئي هئي. هن تہ جيڪو بہ احتجاج ڪيو آهي. سو ظاهر.داريءَ جي خلاف آهي. هن تہ رواج ۽ رسمن جي خلاف نعرو هنيو آهي. اسان کي سچل جي اهڙي مثبت انقلابي نظريي کي عام ڪرڻ گهرجي.

هاڻي اچو تہ سچل سائين متعلق چند حقيقتن کي نروار ڪريون. اسان سچل سائين جو جيڪو تصور پيش ڪرڻ گهرون ٿا سو هي آهي تہ:

1. سڀ کان پهريون تہ سچل ڪهڙي قسم جو سچ يا حق عام ڪرڻ ٿي گهريو. هت وري بہ اسان کي بلڪل وضاحت سان ٻڌائڻو پوندو. اسان کي مبالغہ آرائيءَ کان ڪم وٺڻو ناهي. سچل سائين ڪهڙي قسم جو سچ دنيا کي پيش ڪرڻ ٿي گهريو؟ اسان ان جي صحيح وصف اڃا بيان نہ ڪئي آهي.

2 ٻيو اسان سيني کي چڱي طرح معلوم آهي تہ سچل سائين وحدت الوجود جو تمام عمدو تصور پيش ڪيو آهي. پر اسان اڃان تائين ان جي صحيح نموني تشريح نہ ڪري سگهيا آهيون.

ان جي ابتڙ اسان ويتر هن الجهن ۾ ڦاسي پيا آهيون تہ جڏهن سچل سائين اهي نظريا پيش ڪري رهيو هو تہ شايد پاڻ اسلام جي خلاف لب ڪشائي ڪري رهيو هو! نہ قطعي طور نہ"

سچل جو تاريخي شعور، تاريخي اڳ ڪٿيون، عوام کي هوشيار ڪرڻ واريون جيتريون بہ دعوائون آهن ۽ جن بہ کيون آهن، انهن مان ڪا هڪ بہ سچل جي سنڌي شاعريءَ مان ثابت ڪري نہ سگهيا آهن. مڙني بيتن جو جيڪڏهن سنجيدگيءَ سان جائزو ونجي ۽ شاعريءَ، لفظن ۽ ٻوليءَ جي خوبين جي پرک تي جي انهن کي پرکجي تہ مڙني ليکڪن ملي ڪري بہ جيڪا هرويرو عمارت جوڙي آهي اها ڍهي پٽ پئي تي.

## مذهبي ڪٽرپڻي جي واويلا

جيڪو اهو چيو ٿو وڃي تہ ان وقت مذهبي ڪٽرپڻو عروج تي هو تہ ان حوالي سان تاريخي شهادتن جي روشنيءَ ۾ مان پنهنجو نقطء نظر ڏئي چڪو آهيان. منهنجي نظر ۾ جيئن تہ اسان جي معاشري جو هڪ حصو "پاڻ الله ٿيڻ" ۽ "رب جبار هجڻ" جهڙيون دعوائون برداشت نہ ٿو ڪري جڏهن تہ سچل تي لکندڙن جي اڪثريت مذهبي (اسلام) ماڻهن جي آهي جيڪي تصوف کي بہ صرف اسلام جي ايجاد سمجهن ٿا، انهن کي سچل جي اهڙي شاعريءَ جو ڪو جواز تہ گهرجي جو تہ انهن جي اندر بہ هڪ مذهبي پيشوا وينو آهي، جنهن کي بہ خود کي دوزخ کان بچائڻو ۽ بهشت جا مزا ماڻڻا آهن. اها واويلا انهن مچائي آهي تہ ان وقت هندن سان وڏا ڪيس

ٿيندا هئا ڪين زوريءَ مسلمان ڪيو ويندو هو ان ڪري سچل ان انتها پسند لاڙي ڪي ننڍڻ لاءِ پاڻ ڪي رب جبار چيو، نہ تہ هو باقائده صوم صلوات جو پابند هو.

ڪمپنيءَ (ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ) جي رڪارڊ مان بہ معلوم ٿئي ٿو تہ هندو ۽ مسلم گڏجي وڏي جوش سان ڏڻ ملهائيندا هيا. ڪمپنيءَ جو هڪ ملازم، 13 مارچ 1964ع ۾ پنهنجي هڪ خط ۾ مائٽن ڪي لکي ٿو، "هولي (هندن جو وڏو ڏڻ) جو ڏينهن ٽني ۾ وڏيءَ ڌام ڌوم سان ملهايو ويندو آهي. اڄ هوليءَ جو ڏينهن آهي، پنجن ڇهن ڏينهن جي هن عرصي جي هل هنگامي، گوڙ گهمسان ۽ چريائيءَ جي ڪري ڪو ڪم نہ ٿيڻ معنيٰ پنجن ڇهن ڏينهن جي دير".

ڊاڪٽر ايچ. ٽي. سورلي، محقق ڪيترن ئي ڪتابن جو مصنف آهي. سکر ۾ ڪليڪٽر بہ رهيو سنڌس ڪتاب 'Shah Abdul Latif of Bhitt' جنهن تي کيس آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ ڊاڪٽريٽ (پي ايچ ڊي) جي ڊگري عطا ڪئي، جنهن ڪي هو "پنهنجي پيار جو پورهيو" چئي ٿو. پٽائيءَ تي ان جهڙو اجان ڪو ٻيو ڪتاب تخليق ٿي نہ سگهيو آهي. (هن جو سنڌي ترجمو "ڀٽ جو شاهہ" جي نالي سان، محترم عطا محمد ڀنڀرو جن ڪيو آهي، جنهن سنڌ تي انگريزيءَ ۾ لکيل ڪيترائي ڪتاب اهڙي سوليءَ ۽ سهٽي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيا آهن جو ٻنهہ اصل لڳن ٿا. سنڌي ماڻهو سنڌس ان پورهئي جو اجورو ڪٿي بہ نہ ٿا سگهن.) ان ۾ ڊاڪٽر صاحب جن لکن ٿا:

"ڪلهوڙا خاندان جي حڪومت کي ٽي پيرا، گهرو لڙائيءَ رولي ۾ وجهي ڇڏيو. پهريون 1754ع ۾ ميان نور محمد جي

وفات وقت (ميان نور محمد جي ننهي پٽن ۾ ڇتي گهرو لڙائي لڳي جنهن هن خطي تي ديرپا اثر وڌا) ٻيو پيرو 1775ع ۾ سرفراز ڪلهوڙي کي لاهڻ وقت ۽ ٽيون دفعو اهو آهي، جنهن ۾ ڪوس ڪان پوءِ ٽالپرن جڏهن ڪلهوڙن کي هميشه لاءِ هيسائي ڇڏيو سنڌ ۾ ان وڏي ڌما چوڪڙيءَ جو سلسلو 1778ع ڪان 1800ع تائين هليو ۽ آخرڪار ڪلهوڙن جي اقتدار جي خاتمي سان گڏ هميشه لاءِ ختم ٿي ويو.“

ڇا اهي ڌماچوڪڙيون، لڙايون جن جي نتيجي ۾ سماجي، سياسي ۽ اقتصادي تباهي ٿي، مذهب جي بنياد تي ٿيون؟ يا هندن سازشون ڪري مسلمانن کي پاڻ ۾ وڙهايو؟ انهن حالتن تي لکندڙ ڊگها ڊگها مضمون لکن ٿا ۽ دعوا ڪن ٿا ته نه صرف انهن جو ذڪر پر حل به سچل شاعريءَ ۾ ڏئي ڇڏيو هو ڇو ته هو نه صرف سراپا احتجاج هو پر سورهيائي ۽ وڙهڻ جو عزم به ڪلم ڪلا منجهس هو، پر سچل جي شاعريءَ مان ان کي ثابت ڪرڻ ۾ بي وس ٿيندي ڏاڍي پڪائيءَ سان اهي ئي ٻه چار بيت ڏئي جان ڇڏائڻ جي ڪن ٿا. اهو سڀ ڪجهه هو سچل سان محبت يا تحقيق جي بنياد تي نه ٿا ڪن، بنهه ٿورا عقيدت جي بنياد تي ۽ باقي ڇيڇڻ جي شوق ۾ ڪن ٿا. مزي جي ڳالهه اها آهي ته ڪين اهو احساس به نه آهي ته جي اسان سچل جي شاعري حڪومتن ۽ اقتداري ڌرين جي مخالف ڪري پيش ڪنداسين ته هڪ ٻيو مسئلو اٿي پوندو، ”قول ۽ فعل وارو“ ڇو نه سچل ته ڪنهن به حڪومت دربار يا خانقاه جو مخالف نه هو. تاريخ ٻڌائي ٿي ته هن جا حڪمرانن سان سنا ناتا هيا ۽ پاڻ به هڪ خانقاه جا والي وارث هيا. نه صرف ايترو پر تاريخ ٻڌائي ٿي ته سچل به ڪيترن هندن کي مسلمان ڪيو، پوءِ به

ليکڪ پنهنجي بي عقلي کي ثابت ڪرڻ لاءِ ورائي ورائي لکن ٿا تہ هندن کي مختلف بهانن جي آڙ ۾ مسلمان ڪرڻ جي خلاف سچل جهاد ڪيو.

دعوائون - مطالعو

ڪتاب، 'سچل ـ ساڃاه شعور' ـ ڇاپو ـ آگسٽ 2011ع
ليکڪ ڊاڪٽر مخمور بخاري

سائين جن، 'پنهنجي پاران' ۾ لکن ٿا، "اسان ڏسون ٿا تہ سچل سرمست پنهنجي وقت جو سجاڳ ۽ باشعور شاعر هو. هن پنهنجي سياسي بصيرت جي بنياد تي پنهنجي حياتيءَ ۾ ئي چئي ڇڏيو هو تہ سنڌ مٿان ڪا نئين آفت اچڻ واري آهي، اسان عام طور سچل سرمست کي تصوف جو فڪر پيش ڪندڙ شاعر طور سامهون آڻيندا آهيون، پر اسان کي هن جي شاعريءَ مان اهڙا چٽا مثال ملن ٿا جن مان ڄاڻ ملي ٿي تہ سرمست سائين سياسي ساڃاه رکندڙ شاعر هو هن پنهنجي شعر ذريعي قوم کي متحد ٿيڻ ۽ ثابت قدم رهڻ جي ڳالهہ ڪئي آهي.

وقت اها ٿي وير، دوئيءَ دور ڪرڻ جي،
ڪڍ مذاهب من مان، ساڃهر ساڻ سوير،
ميڙي ويندءِ مغربي تاريڪيءَ ۾ تير،
مٿان ٿئي اوير، اولهہ سج نہ الهي".

سائينءَ جي نظر ۾ هو 'تصوف جو فڪر پيش ڪندڙ شاعر' نہ پر 'سياسي ساڃاه رکندڙ شاعر' هو، يعني سياسي ساڃاه رکندڙ تصوف ۽ تصوف وارو سياسي ساڃاه نہ ٿو رکي سگهي.

اڳتي ليکڪ پنهنجي مضمون 'سچل سرمست هفت زبان شاعر يا ڇهن ٻولين جو شاعر' ۾ لکي ٿو، "هو پنهنجي دور جو هڪ با شعور شاعر ٿي گذريو آهي. هن جي سنڌي ۽ فارسي ڪلام ۾ سندس دور جي سنڌ جي بگڙجندڙ ۽ بدلجندڙ حالتن جو ذڪر ملي ٿو". "هو پنهنجي دور جو هڪ وڏو با شعور شاعر هو ۽ ذهني طور سجاڳ شاعر نه رڳو پاڻ ڪان اڳ گذري ويل دور جي ڄاڻ رکندا آهن پر ايندڙ وقت جو شعور به وٽن موجود هوندو آهي".

سائين هڪ ئي مضمون ۾ ٽي چار دفعا اهو چئي ته وينو ته هن سچل کي اڳين پوين سيني دورن جي خبر هئي پر ثابت ته ڪجهه به نه ڪيائين. اهوئي هڪ بيت (20مان) جنهن لاءِ چيو ٿو وجي ته اها سچل جي اڳ ڪٿي هئي. يا جيئن ليکڪ ساڳي ڪتاب جي هڪ مضمون، 'سچل سرمست جو وطن دوستي وارو ڪردار' ۾ لکي ٿو، "اجا اڳتي سرمست سائين جو هڪ بيباڪانه انداز جنهن ۾ چٽي طرح انگريز دوستي کي دوکيبازي چئي رهيو آهي.

سچ تا مرد چون، ڪنهن کي وٽي نه وٽي،
ڪوڙي دوستيءَ جو دم ٻٽي نه ٻٽي''

اڳ ڪٿيءَ جي ته ڳالهه ئي نه آهي ڇوته انگريز اچي چڪا هيا ليکڪ پاڻ به ان ئي مضمون ۾ انگريزن سان عهدنامن جي ڳالهه ڪئي آهي.

جيئن تاريخ واري حوالي سان مختصر ذڪر ڪري آيو آهيان ته هندو مومن جو مسئلو نه هو. خانه جنگي هئي، طبقاتي ننڍ وڏائي هئي، ان حوالي سان ته نه ڪا شاعري آهي نه وري

لکنڌڙ حوالي لاءِ ڪو بيت ڏين ٿا. پلا ڪوڙي دوستيءَ وارو بيت ڪيئن ٿو چئي سگهجي تہ انگريزن سان دوستيءَ لاءِ هو.تاريخ ۾ ڪو بہ اهڙو حوالو نہ ٿو ملي تہ سچل ان وقت جي حڪمرانن ڪي اهڙو خدشو ڏيکاريو هجي. تاريخ جو ڳوڙهو مطالعو ڪبو تہ خبر پوندي تہ ان وقت انگريزن لاءِ ڏکئي ۾ ڏکيو علائقو سنڌ، هتان جو نظام، محصولن جي اُڳاڙي وغيرو جو نظام هو. هن ڪتاب لاءِ اسان ڇا چئون ليکڪ مخمور بخاري جن پاڻ پنهنجي پاران ۾ لکيو آهي، ”مون شعوري طور هي ڪتاب نہ لکيو آهي“ اڳتي لکن ٿا، خبر ناهي تہ مختصر ڪم ڪان سواءِ ڪو خاص ڪم سرمست سائين تي ڇو نہ ٿي سگهيو آهي؟ آئون خود انهيءَ سوال جي جواب ۾ جيڪو ڪجهہ سرمست سائين متعلق لکي سگهيو آهيان، ان مان مطمئن ناهيان“ ان اعتراف ڪان پوءِ ان تي وڌيڪ ڇا ڳالهائجي؟

ڪتاب، ’درازن جي دز جهومي رهي آهي‘ ڇاپو 2015ع ليکڪ تاج جويو، مضمون، ’سچل پنهنجي دور جي آئيني ۾‘ ۾ لکن ٿا ”سندس ڪلام جو ڳوڙهو اڀياس ڪنداسون تہ ان ۾ انهن سمورين سياسي سماجي، اقتصادي ۽ مذهبي حالتن جو عڪس ڏسڻ ۾ ايندو، هن نہ رڳو ٻاهرين حملي آورن جي نيتن ۽ ارادن کي پروڙي، سنڌي ماڻهن کي اڪيون پٽڻ جي هدايت ڪئي، پر ڏيهي حاڪمن جي حڪمت عملين ۽ مذهبن جي بڻياد تي سنڌ جي قومي ۽ رياستي شيرازي کي منتشر ڪرڻ خلاف پڻ قلمي جهاد ڪيو ۽ سنڌ جي قومي وحدت ۽ قومي اتفاق لاءِ مذهبي فرق کي ختم ڪرڻ بلڪ مذهبي ڪٽرپڻي ۽ ڪدورت ڪان بلند ٿي قومي اتحاد پيدا ڪرڻ جي تلقين ڪئي.

هتي آءٌ سچل جي شاعريءَ مان مثال ڏئي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس ته:

1. سچل، پنهنجي سماج، قوم، وطن ۽ حالتن سان لاڳاپيل هو.
2. هُو جاگيردارانه قدرن جو مخالف، سنڌي عوام کي خودداريءَ ۽ آزاديءَ جو درس ڏيندڙ هو.
3. هُو ڏيهي حاڪمن جي تصادم، اقتداري ڪشمڪش ۽ مذهبي ڪدورت جي بنياد تي پيدا ٿيندڙ انتشار جي خلاف هو ۽
4. هُو ڌارين جي حملن ڪان پيدا ٿيل تباهيءَ ۽ مستقبل جي سندن ناپاڪ ارادن ڪان واقف هو.

جيڪي عالم، سچل جي درويشانه زندگيءَ، فقيريءَ ۽ بزرگيءَ واري حيثيت کي ئي اهميت ڏئي، سندس دنياوي لاڳاپن ڪان لاتعلقيءَ جو اظهار ڪن ٿا، اُهي سچل جي اصل عظمت کي گهٽائين ٿا ۽ هن جو واسطو انساني سماج ڪان ڪٽي ڪيس صرف بزرگ ۽ درويش ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. پر سچل جو نه رڳو پنهنجي سماج سان واسطو هو، پر هو پنهنجي دور جي انسانن کي جاگيرداري رسمن رواجن جي بندڻن ڪان بغاوت ڪري. آزاد ۽ خوددار انسان بڻجڻ جو سڏ ڏئي ٿو. منجهن خوداعتمادي ۽ خودداري پيدا ڪرڻ جي تلقين ڪري ٿو:

اول پيري پيچ، جي بند خيالات جا،
تهين پڄاڻان وڃ، "هلاجي حيرت" ۾،
ٿوڙ رواج ۽ رسمون ساريون، مرد ٿئين مردانو''

هن ننڍڙي مضمون ۾ هُن ان دور جي مختصر لفظن ۾ سني عڪاسي ڪئي آهي، پر ان جي ڏانهن يا عڪاسي لاءِ سچل جي شاعري (سنڌي) ڳولهڻ ۾ هو به ڪامياب نه ٿي سگهيو آهي. شايد ان ڪري ئي هن به اهي ئي ٻه ٽي بيت ورجايا آهن جيڪي وري قطعي طور تي اها ڳالهه نه ٿا ڪن جيڪا معني اسان جا ليڪڪ انهن جي ڪڍن ٿا.

- اول پيري پچ، جي بند خيالات جا،
  تهين پڄانان وڃ، حلاجي حيرت ۾،

گهٽ ۾ گهٽ مون کي ته اها ڳالهه سمجهه ۾ نه ٿي اچي ته "حلا جي حيرت" جو سنڌ جي مسئلن سان ڪهڙو واسطو ٿي سگهي ٿو؟ حلا جي حيرت سنڌ جي مسئلن کي ڪيئن حل ڪندي؟

اڳتي پنهنجي مضمون 'پنيءَ ڄج مَ ڄل' ۾ لکن ٿا:

"سچل سائين به اهڙن سچن شاعرن مان هو، جنهن جي گهري ۽ دوربين نگاهه جڏهن ڏٺو ته ڪلهوڙن جي دور ۾ خود مختياريءَ ڏانهن وڌندڙ سنڌ، هڪ ڀيرو وري زوال، اِنحطاط ۽ پنهنجن جي اندروني ڏقيڙن ۽ گهرو جهيڙن جو شڪار ٿي، سياسي وحدت وڃائي رهي آهي، سنڌ جي حسين تهذيب جا لازوال قدر - محبت، رواداري ۽ ايڪتا ختم ٿي رهيا آهن، مُلان ۽ پنڊتَ پنهنجيءَ هٺي جا هوڪا ڏئي، ماڻهن کي مذهبن جي هٺراڌو ۽ من پسند تشريحن وسيلي منجهائي، پٽڪائي ۽ بي راهه بنائي رهيا آهن، ۽ اهڙيءَ ريت فڪر جي آزاديءَ، انساني محبت ۽ رواداريءَ جي امين سرزمين

سنڌ تي ماڻهن ڪي فرقي پرستيءَ، چڙواڳيءَ ۽ غلاميءَ
جي ڳِرڻ ڏانهن ڌڪيو پيو وڃي تہ هن اڪيلي سر اُن
مومل جي مانداڻ ۾، راڻو بڻجي، طلسم ۽ ٽڪساٽ
ٽوڙڻ جو پڪو پهہ ڪري ورتو ۽ منصوري نعرو هڻي
ميدان ۾ ڪُڏي پيو ۽ وڏي واڪ چيائين:

- پُنيءَ جڳ مَ جُلُ، منجهہ تماشي نہ پوين،
گهوٽ ڪري تون پاڻ کي، ڪر هنگامو هُل،
پوءِ نہ ٻئي ڪنهن پُل، وڃ هالُ حلاج جو.

- جتي ماڻهن ميڙُ، مان تِتي ناهيان،
سِسي سنباهيان، پُنيءَ شاهہ حلاجَ جي".

گهوٽ ڪري پاڻ کي ڪهڙو هنگامو ۽ هل ڪري؟ گهوٽ تہ
ٻوٽ ٻڌيون وينو هوندو آهي، تہ ڪو ناراض نہ تي پوي،
هنگامو ۽ هل تہ ٻيا ڪندا آهن. ٻئي ڳالهہ تہ هتي بہ حلاج جو
ذڪر آهي، ان جو عوام، تاريخ ۽ ايڪي وغيره سان ڪهڙو
ڪم؟ سو بہ سنڌ ۾! عوام/ لوڪ کي تہ هونئن بہ سچل چريو
ٿو چئي،۽ ان سان ڪو غرض نہ رکڻ جي ڳالهہ ٿو ڪري؛

- چريو چريو م چئو چريو آهي لوڪ
- چڏي لاڳاپا لوڪ جا، اسان تا پانهپ جي بولي.
- چڏي لاڳاپا لوڪ جا، عشق ڪيم اختيار.
- غرض نہ رکان لوڪ جو، هڪ سائين هئن سنوان ري.
- مون کي گهرجين تون، لوڪ رنوئي گهوريو.

جڏهن ته سچل کان گهڻو اڳ شاه ڪريم چئي ويو آهي

- پنيوران پر ٿوڪ، ڪنهن نہ نيا پاڻ سين.

هڪ سڪڻ سپرين ڪي، ٻيو لاڳاپا سين لوڪ!

اڳتي سائين جن لکن ٿا، "هو ان اباڻڪائيءَ ۽ روحاني تنهائيءَ جي پردن کي چيري سر قريو بڻجي ميدان ۾ نڪري پيو، وقت جي ملن ۽ موراڻن ڪيس چريو سڏيو تہ چريائيءَ کي پنهنجي لاءِ اعزاز سمجهي، ان چريائيءَ جي ٿوڪ کي ڪٽي سچ جو هوڪو ڏيندي چيائين.

- چريو چريو م چئو چريو آهي لوڪ
جو چرئي لڌو ٿوڪ، سو سچو آهي نہ سپ ڪنهن

سچل حق ۽ سچ جو آواز بڻجي اُتيو ۽ پنهنجي دور ۾ پيدا ٿيل فرقي پرستيءَ خلاف پير تي ڏونڪو هڻي، سنڌ جي وحدت ۽ اتحاد لاءِ هڪ طرف ڪوشش ڪيائين ٻئي طرف ٻوليءَ کي تخليقي حوالي سان پڻائيءَ کان پوءِ اها سگهه بخشيائين جو اڄ تائين سنڌي ٻوليءَ جي جهولي سائي ۽ سلامت آهي"

جيڪڏهن مٿين عبارت کي سنجيدگيءَ سان پڙهنداسين ته ڪوڙ سوال ۽ تضاد اڀري ايندا. جي ڪيس ملن موراڻن ڪيس چريو سڏيو تہ ان ۾ لوڪ جو ڪهڙو قصور؟ سائين طرفان ڏنل بيت ۾ تہ هو ملن موراڻن کي نہ پر لوڪ کي چريو ٿو چوي. روحاني تنهائيءَ مان سائين ڪهڙي مراد ٿو وٺي؟ باقي جنهن رخ تي سچل شاعري ڪئي آهي يا ان تي لکندڙ لکن ٿا

تہ اهڙي فڪر (وحدت الوجود) جا پوئلڳ تہ هميشہ جسماني ۽ روحاني تنهائيءَ جي ڳولا ۾ رهيا آهن. هجوم ڪي نہ بلڪ تنهائيءَ ڪي قائم رکڻ جون ڪوششون ڪندا رهيا آهن. هو سر قريو ٻڌجي خبر ناهي ڪهڙي ميدان ۾ نڪري پيو، چون ٿا تہ درازن کان ٻاهر بہ ڪونہ ويو، ڪنهن جنگ ۾ شموليت بہ تاريخ نہ ٿي ٻڌائي، سنڌس شاعريءَ ۾ بہ سنڌس سواءِ ذات جي سوچ کان ٻاهر ڪا ڳالهہ نہ آهي تہ پوءِ ڊاڪٽر بلوچ چواڻي هن ڪهڙي ۽ ڪنهن جي خلاف بغاوت ڪئي؟ ڪهڙي انقلاب جي ڳالهہ ڪئي. پير تي ڏونڪي هڻڻ جي حوالي سان اڳتي ان عنوان هيٺ منهنجا ويچار ڏنل آهن. ساڳئي ڪتاب جي مضمون، 'اُتي ڪمر ٻند . .' ۾ سائين جن لکن ٿا، "انگريزن، پناڻن ۽ پنجابي سامراجين جي حريص نگاهن ۽ حڪمت عمليءَ کان هوشيار ڪندي چيائين:

اولهہ سج نہ الهي، متان ٿئي اوير،
ميڙي ويندئي مغربي، تاريڪيءَ ۾ تير".

هتي اسان لفظ سامراج تي بحث نہ ٿا ڪيون، اهو بحث بہ نہ ٿا ڪيون تہ انگريزن سان گڏ پناڻ ۽ پنجابي بہ سامراج آهن. بحث ان ڪري بہ نہ ٿا ڪيون چو تہ جڏهن ڪميونسٽ ۽ قوم پرستن جون ڏيڍ ديگڙيون چڙهيل هونديون هيون تہ ان حوالي سان ڪيترائي بحث مباحثا زباني ڪلامي ۽ لکت ۾ ٿي چڪا آهن ۽ اها ڳالهہ اجائي ڊگهي ٿي ويندي باقي 'اولهہ سج نہ اُلهي'، واري ڳالهہ هر ڪو پاڻ سمجهڻ جي ڪري جي اها دانهن آهي تہ معذرت سان ان ڪي فڪري ۽ فني خوبصورتيءَ سان پيش نہ ڪيو ويو آهي.

حزب الله سومرو پنهنجي مضمون ’انگريز سامراج خلاف جدوجهد ۾ سچل سائين جو ڪردار‘، ’سرمست ـ 28‘ ۾ لکي ٿو:

”منهنجي راءِ آهي ته سچل جي صوفياڻي ۽ مذهبي ڪجھ ظاهر ظهور شاعريءَ کان سواءِ سچي شاعريءَ جو پس منظر انگريز سامراج خلاف جدوجهد آهي ڇو ته سچل جي دور ۾ انگريز برصغير تي قبضو ۽ سنڌ ۾ هٿ وجهي چڪا هئا“.

سائين جن اڳتي لکن ٿا، ”سچل سرمست پنهنجي دور جي ٽالپر حڪمرانن کي خبردار ڪري ٿو ته هي جيڪي مغربي آهن اهي اندروني طرح توهان کي ڪاٽ هڻندا ۽ توهان جي فوج جا لاش پيا هوندا ان ڪري اندروني طرح ذاتي ۽ مذهبي جهيڙا ختم ڪري ڇڏيو.

اولهه سج نه ايري، متان ٿئي اوير
ماري ويندئي مغربي، تاريڪيءَ ۾ تير
ڇڏي ويندئي ڇپرين ڍونڍين سندا ڍير
مرد ڏين ٿا مار ۾ مانجهي ڪي مٽير“.

سائين جن جي سنجيدگيءَ جو اندازو ان مان به لڳائي سگهجي ٿو، هو لکن ٿا، ”ان طرح سچل جو دور 1170ھ مطابق 1856ع کان 1242ھ مطابق 1827ع تائين تقريبا 72 سال رهيو“. (عيسوي سن ۾ سنڌس عمر مائنس ۾ رهي (ڪُل 29 سال) آخر ڪرامت به ته ڪا شيءِ آهي؟) شاباس ڇاپيندڙن کي به آهي جن وري ساڳي ليکڪ جا هينيان به مضمون به بنا ڇانچ پڙتال جي ڇاپي ڇڏيا:

(1) ’ميان صاحب ڏني جي ولادت ۽ وفات جا دُرست سال‘ - سرمست 31 - 2010ع

(2) ’ميان صلاح الدين فاروقيؒ جي وفات جو دُرست سال‘ - سرمست 32 - 2011ع.

ڊاڪٽر هدايت پريم سرمست 27- 2006ع ۾ پنهنجي مضمون، ’سچل سائين، مظلومن جو شاعر‘ ۾ لکي ٿو: ”سچل سائين بہ لاشڪ تہ هڪ عظيم شاعر آهي. قوم جا ڏک درد خوب ڄاڻي پيو. سنڌ جي سموري جي سموري ڄاڻ رکي پيو. سنڌ جي تاريخي واقعن ۽ حالتن کان واقف هو. سنڌ جي ماڻهن سان ڏاڍ، ڏمر، جبر، ظلم ۽ ستم ٿيندو رهيو آهي. سچل سائين پنهنجي ڪلام ۾ اهڙا ڪيترائي اشارا ڏنا آهن ۽ ڪليل نموني پڻ ظالمن کي نديو اٿائين. ظلم خلاف جدوجهد ڪرڻ جو درس ڏنو اٿائين سچل سائين نہ صرف هڪ نهنو ۽ نماڻو شاعر آهي پر جوش ۽ جلال جو شاعر بہ آهي. سندس جلال جي جهلڪ هنن شعرن ۾ ڏسي سگهجي ٿي.

- ستگر سچ سڄايو، سچل تون سلطان،
تنهنجو شاهي شان، ٻانهپ ٻولي ناه ڪا “

وري لکي ٿو:

”سچل سائين وٽ جوش ۽ جلال تہ هو پر اصل ۾ سچل سائين وٽ نهايت ئي نوڙت، نهنائي ۽ نماڻائي هئي، پاڻ کي عيبدار ۽ ٻانهن جي ٻانهي ڪري ڇيو اٿائين.

- آهيان عيبدار ميان، آءُ ٻانهن جي ٻانهي،
عمر سياڻي ڪوڙ ڪمايم، بخشيو مون کي جاني “

هاڻي سمجهه ۾ نہ ٿو اچي تہ اهو نئين قسم جو جلال آهي يا نئين قسم جي نوڙت آهي، جو اتي جو اتي سلطان ۽ رب جبار وري اتي جو اتي عيبدار ۽ ٻانهن جي ٻانهي. سچي شاعري اهڙن تضادن سان ڀري پئي آهي.

احمد خان ملڪاڻي، ڪتاب 'سچل سارو سچ' مرتب نواز علي شوق ڇاپو 1989ع ۾ پنهنجي مضمون، 'سچل سرمست ـ سچ جو شاعر' ۾ لکن ٿا، "16صدي جي پڇاڙي ۽ 17 صدي جي ابتدا کان سنڌ ديس نهايت ئي تاريخ جي نازڪ دور ۾ داخل ٿي چڪو هو. سنڌ تي ان وقت ڪلهوڙن جي حڪمراني هئي، ۽ سنڌ هڪ متحده منظم رياست جي شڪل اختيار ڪرڻ جي جاکوڙ ۾ مبتلا هو.

اسان جي جنم ڀومي "سنڌ" جي تاريخ ۾ گذريل اڍائي ٽي سو سالن جو عرصو چئو تہ گذريل سموري تاريخ تي اپريل ۽ سوايو نظر اچي ٿو. جيتوڻيڪ سنڌ ديس جي ڌرتي گذريل اڍائي هزار سالن کان ڌارين حملي آورن جي نشاني ۾ رهي آهي ۽ وقت بہ وقت مال، دولت ۽ زمين جي قبضي جي لالچ ۽ حرص سڪندر يوناني کان محمد بن قاسم ۽ علاوالدين خلجي کان انگريز سرڪار تائين سنڌ کي لٽ مار جو ميدان بڻايو.

هن دور ۾ وڏا وڏا واقعا ٿيا. ٻاهرين حملي آورن سنڌ تي وڏا وڏا حملا ڪيا. نادر شاهہ 1760ع ۾ حملو ڪيو ۽ سنڌين جو قتل عام ڪيترا ڏينهن جاري رهيو. 1745ع ۾ احمد شاهہ ابدالي سنڌ ۾ ڦرلٽ ۽ خون خرابو ڪيو. ان کان سواءِ سنڌ اندر خود اقتدار جي ڪشمڪش جاري رهي ۽ ڪلهوڙن، ٽالپرن ۽ دائود پوٽن ۾ جنگيون ٿينديون رهيون. سنڌ اندر ڪلهوڙن، ٽالپرن ۽ دائودپوٽن جي اندروني اٿل پٿل ۽ اقتدار لاءِ

رساڪشي سبب هنن مان ڪي ٻاهرين حملي آورن جي مدد ڪندا هئا ۽ نتيجي ۾ سنڌ تي صديون مسلسل رتوڇاڻ، قتل غارت ۽ لٽ مار جو شڪار رهي.

اهڙي ئي دور ۽ حالتن ۾ سچل سرمست جنم ورتو. سندس دور جا ظلم، نا انصافيون، مايوسيون ۽ درد سندس شاعري ۾ ان جو عڪس ڇڏين ٿا ۽ هو سنڌي قوم جو مسيحا ٿي انهن ڏکن سورن جي ترجماني به ڪري ٿو ۽ انهن جي حل لاءِ دارون دوا به تجويز ڪري ٿو.

انهيءَ دور ۾ ارغون، ترخان ۽ پناڻ هڪ پاسي مذهبي ۽ متقي، پرهيزگار به پاڻ ڪي ڇوائيندا هئا ۽ ٻئي پاسي اسلام ۽ مذهب جي نالي ۾ مخدوم بلاول ڪي فتوا فروش ملائن هٿان، گهاڻي ۾ پيڙايائون، ٻئي پاسي جهوڪ شريف ۾ شاهه عنايت شهيد ڪي 1718ع بغاوت جي آڙ ۾ شهيد ڪري ڇڏيائون.

سچل سائين اهڙين حالتن ۾ ئي سنڌ ڪي مذهب جي نالي ۾ لتڻ ڦرڻ ۽ سنڌ جي ماڻهن ڪي پاڻ ۾ ويڙهائڻ خلاف جهاد ڪيو. پاڻ مذهبي رواداري ۽ سهپ جا وڏا علمبردار هئا.

پاڻ "جيئو ۽ جيئڻ ڏيو" جي نظريي جا داعي هئا. پاڻ هند، سنڌ، مڪران، لس ٻيلو، بلڪ سڄي ننڍي کنڊ جي حالتن کان باخبر هئا. ننڍي تي انگريزن ۽ پورچوگيزن جي مجرمانه تڪيل اک ۽ سنڌين ڪي اقتصادي غلامي جي ڄار ۾ ڦاسائڻ جي اٽڪلن کان پاڻ واقف هئا.

سچل سرمست پنهنجي دور جو وڏو عالم، صوفي، تصوف جو بادشاهه، حقيقت، معرفت جي رمزن جو ڄاڻو ۽ مذهبي ڪٽر پڻي کان بلند و بالا هو.

هڪ اهڙو صوفي جيڪو "واصل با الله" ۽ "فنا في الله" هجي جيڪو خود خدا جي تجلين جو مشاهدو ماڻي چڪو هجي، هن کي سيني اسرارن ۽ رمزن جي ڄاڻ هجي "ڪشف (Intution) ذريعي علم حاصل ڪندو هجي. اهو آخرڪار پنهنجي ڌرتي ۽ خدا جي مخلوق ڏانهن واپس اچي ٿو.

- مذهبن ملڪ ۾ ماڻهو منجهايا،
شيخي پيري، بزرگيءَ بيحد ڀلايا،
ڪي نمازون پڙهن نِوَڙي، ڪن مندروسايا،
اوڏو ڪين آيا، عقل وارا عشق کي".

ملڪاڻي صاحب مختصر سهي ان وقت جي تاريخ، ظلم ۽ ڏاڍن جو بيان ته ڪيو آهي ته سچل سائين کي پنهنجي دور جو وڏو عالم، نندي ڪنڌ جي اڪثر ٻولين تي عبور رکندڙ، تصوف جو بادشاهه، حقيقت، معرفت جو ڄاڻو، واصل باالله، فنا في الله، خدا جي تجلين جو مشاهدوڪندڙ، سيني اسرارن ۽ رمزن جي ڄاڻ رکندڙ، ڪشف رکندڙ وغيره جي دعوا ڪئي آهي، ڀلا ايڏين خوبين واري ماڻهوءَ لاءِ وڏي ڪان وڏي مسئلي کي حل ڪرڻ، ترقي علم ۽ خوشحالي قائم ڪرڻ ڏکي ڳالهه ته نه هئي! ڇا اهو سمجهيو وڃي ته هو طاقت، رمزون ۽ ڪشف وغيره ته رکي پيو پر ڏک ڏور ڪرڻ ۽ بدحالي دور ڪري خوشحالي آڻڻ نه پيو چاهي؟ يا اهو سمجهيو وڃيّ ته اهڙي ڪابه ڳالهه نه آهي! بس لکڻ واري کي به ته ڪجهه حق ادا ڪرڻو هو نه! هتي ڪير ٿو پڇي؟

مون ان وقت جي تاريخ مختصر لفظن ۾ ڏني آهي ان تي غور ڪري وري لکندڙن جي دعوائن تي غور ڪري سچل

جي شاعري خاص طور تي دعوائن جي حوالي سان ڏٺل تي غور ڪجي ته روز روشن وانگر چٽو نظر ٿو اچي ته سچل ته اهڙي ڪا به دعويٰ نه ڪئي هئي نه ئي وري لکندڙ انهن مان ڪنهن هڪ به دعويٰ ڪي سچل جي شاعريءَ (سنڌيءَ) مان ثابت ڪري سگهيا آهن. تاريخ جو رڪارڊ ٻڌائي ٿو ته نادر شاه 1747ع ۾ قتل ٿيو. ملڪاڻي صاحب لکي ٿو ته هن 1760ع ۾ سنڌ تي حملو ڪيو. ٿي سگهي ٿو مرڻ کان پوءِ 1760ع ۾ سنڌ تي حملو ڪيو هجائين! (هيو ته ارڏو نه).

اسان جي دوستن جن به سچل جي حوالي سان لکيو آهي، انهن ان وقت جي تاريخي ۽ سياسي صورتحال تفصيل سان ڇٽي آهي، پر مسئلو اتي ٿو اچي جڏهن هو پنهنجي دعوائن کي سچل جي شاعريء مان ثابت ڪرڻ لاءِ ننهن چوٽيءَ جو زور لڳائيندي ابتيون سبتيون ڳالهيون پيا ورجائيندا آهن. هو سچل جي شاعريءَ مان اهو ثابت ڪرڻ چاهن ٿا ته ان ۾ نه صرف اها سڄي صورتحال، بلڪ ايندڙ وقت جي تاريخ ۽ سياست ڇا هوندي اهو به ڏٺل آهي، افسوس جو هو اهو ثابت نه ٿا ڪري سگهن پوءِ اهي مڙئي ٻن بيتن کي پيا ٿا ورجائن ۽ ان مان پنهنجا پنهنجا مطلب ڪڍن ٿا. ڪڏهن ڪڏهن ته انهن جا ڪڍيل مطلب ۽ مقصد هڪ ٻئي جي خلاف به وڃن ٿا.

هاڻي تاريخ جو گهٽ ۾ گهٽ هڪ صديءَ جو عرصو ۽ اهو به، گهرو ويڙهن، بدحالي، ڌڙن ۽ سازشن وارو ان سڄي وايو منڊل لاءِ به ٿي بيت جن لاءِ ڪٽي اسين مڃون به ته لکندڙ صحيح ٿا چون ته انهن بيتن ذريعي سچل قوم کي خبردار ڪيو ته مختلف مذهب، فرقا ۽ دوئي من مان ڪڍو هڪ ٿيو نه

۽ 'مغربي' (انگريز) اچي قبضو ڪندو. اها سچي معنيٰ هو لفظ مغربيءَ جي بنياد تي ڪڍن ٿا. ان بيت مان ماڻهو ٻيون معنائون بہ ڪڍي سگهن ٿا ۽ ڪڍن ٿا. ٻئي ڳالهہ آهي تہ ان سچي دور ۾ مذهبي نہ پر طبقاتي ڪشمڪش ۽ ظلم هيا يا سنڌي ۽ غير سنڌيءَ جو مسئلو هو جنهن حوالي سان ڪا بہ ڳالهہ نہ ٿي ڪئي وڃي.

- وقت اها ٿي وير، دوئيءَ دور ڪرڻ جي،
  ڪي مذاهب من مان، ساجر ساڻ سوير،
  ميڙي ويندءِ مغربي تاريڪيءَ ۾ تير
  متان ٿئي اوير، اولهہ سج نہ الهي

(سچل)

مٿيون بيت ايترو تہ ورجايو بلڪ ڪٽيو ويو آهي جو اندازو لڳايو تہ تاج جويي صاحب پنهنجي ڪتاب "درازن جي دز جهومي رهي آهي" (ڪل صفحا 100) ۾ ٽي دفعا ڏنو آهي ۽ خود اها ڳالهہ خاموشيءَ سان ڪيترين ئي ڳالهيون ڪري ٿي.

ان حوالي سان جيڪي ٻيا بيت بہ ڏنا ٿا وڃن اهي ڪنهن بہ طرح سان تاريخ جي ظلمن، نشانن يا دشمنن جي سازشن کي سمجهڻ ۽ انهن جو مقابلو ڪرڻ جي مد ۾ نہ ٿا اچن. هونئن بہ اهي ئي چند بيت آهن جيڪي مڙني لکندڙن ڏنا آهن پوءِ سندن لکٽيون سچل کي تاريخ جو ڄاڻو ثابت ڪرڻو هجي، منصور ثاني ثابت ڪرڻو هجي، سماجي مفڪر، صوفي، الست، مست، سرمست، دنيا جو ڏاهو شاعر يا ڪجهہ بہ ثابت ڪرڻو هجي. مان هيٺ اهي شعر بہ ڏيان ٿو تہ جيئن پڙهندڙ

پاڻ بہ تجزيو ڪن. جتي جتي مناسب سمجهندس اتي انهن تي پنهنجي راءِ بہ ڏيندس:

- سچ ٿا مرد چون، ڪنهن کي وٺي نہ وٽي،
  ڪوڙي دوستيءَ جو دم ڀٽي نہ ڀٽي.

- ٿوڙ رواج ۽ رسمون ساريون مرد ٿيئن مردانو،
  پاڻ بيگانو مول نہ ڄاڻين، آهين يار يگانو،
  وهم سچل ڪڍ ٻانهپ وارو، شملو ٻڌ شهانو.

- سچل سارو سچ ٿيو، منهنجان ڪثرت ڪل،
  الف مان آدم ٿيو، ٻول نہ ٻئي ڪنهن ٻل،
  ٿج گلابي گل، مر مار نئي منصور جان.

- وقت اها ئي ويل اٿي دوئي دور ڪرڻ جي،

  هندو مومن سان ملي، محبت جا ڪر ميل،
  متان ٿئي اويل، اولهہ سج نہ الهي.

- حدين چلي هر ڪو، بيحد چلي پير،
  سچو سو فقير، جو حدلاحد لنگهي ويو.

- جتي ماڻهن ميڙُ، مان تتي ناهيان،
  سسي سنباهيان، پنيءَ شاه حلاج جي.

- ڏسو عشق جو انصاف، سيئي مذهب ڪيائين معاف!

- پنيءَ ججَ ۾ چل، منجهہ تماشي نہ پوين،
  گهوٽ ڪري تون پاڻ کي، ڪرهنگا موهل،
  پول نہ ڪنهن ٻئي پل، ونج حال حلاج جو.

- مذهبن ملڪ ۾ ماڻهو منجهايا،
شيخي پيريءَ، بزرگيءَ بيحد ڀلايا،
ڪي نمازون پڙهن نوڙي، ڪن مندر وسايا،
اوڏو ڪين آيا، عقل وارا عشق کي.

- ڪو ڪيئن چئي ڪوڪيئن چئي،
مان جوئي آهيان سوئي آهيان.

- ادب اٿئي اوٽ، اوٽ تہ آڳاهون ٿئين،
مار نغاري چوٽ، عاشق انا الحق جي.

- مان ڪريان تان مشرڪ ٿيان، ڪچان تہ ڪافر،
انهيءَ وائي ور، ڪوسمجهي سچو ڏنو چوي.

ليڪن سچل واري دور جي جيڪا تاريخ چٽي آهي جيڪا گهٽي حد تائين درست بہ آهي ان ڪي ڏسون ٿا تہ ڏيل ڏري ٿا پون، ظلم، تنگدستي، ٻاهريون ڪاهون، لٽ ڦر ۽ اندروني سازشون عروج تي نظر اچن ٿيون پر سچل جي شاعريءَ ۾ اهڙو ڪوبہ ذڪر نہ آهي، نہ ئي وري خراب حالتن سان منهن ڏيڻ، جذبو پيدا ڪرڻ ۽ قومي اتحاد جو ڪو درس آهي.

مان اهو ڪونہ ٿو چوان تہ شاعريءَ ۾ تاريخي جنگين جو سربستو احوال سورمن جا نالا ڪٽي احوال، ڌرين جا احوال هجڻ ضروري آهن، (جڏهن تہ اوائلي شاعريءَ ۾ ايئن ٿيو بہ آهي) يا سچل جي شاعريءَ ۾ ضرور هجن، ڪوڙ دنيا جي وڏن شاعرن جي شاعريءَ ۾ اهي شيون نہ هونديون آهن پر انهن جي شاعري پنهنجي دور جي رهبر، آئينو، اهڃاڻ ۽ احتجاج مڃي ويندي آهي. ادبي تاريخ اهو بہ ٻڌائي ٿي تہ اوائلي

معلومات، فڪر ۽ قدرن کي پر اثر نموني پهچائڻ جو برجستو ذريعو شاعري ئي هئي. سورمن جا ڏڳها قصا جهڙوڪ داستان امير حمزه، رستم سهراب، ڪربلا جي ڪهاڻي، دودي سومري جا قصا يا يوناني ۽ ٻين ڏند ڪٿائي سورمن جا قصا به رزميه ڏگهي شاعريءَ ۾ خوبصورت انداز ۾ بيان ڪيا ويندا هئا. خود اسان وٽ سچل جي دور کان گهڻو اڳ ڳاه ۽ ڳيچ عام هيا جن ۾ جنگين ۽ ٻين واقعن جو تفصيلي ۽ مختصر ذڪر ٿيل آهي ۽ سچل کان پوءِ به سنن شاعرن جهڙوڪ اياز، ابراهيم منشي ۽ ٻين (ڀڳت سنگهه کي ڦاهي -دودو سومرو وغيره) ان قسم جي پلوڙ شاعري ڪئي آهي. اهي واقعا سچل کان اڳ جا آهن. ٻيو ته نهيو سندس ئي ڦوهه جوانيءَ ۾ 1775-1783ع ۾ هالاڻيءَ جي فيصلہ ڪُن جنگ تائين سانده اٺ سال ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي ناسازيءَ ڪري سنڌ جي خاص طور زراعت تباه ٿي، واپار بند ٿي ويو ۽ ذڪر منهن ڪديو. مياڻيءَ جي فيصلہ ڪن جنگ لڳي. پنهنجن جي غداريءَ ڪري ميرن جي بارود کي باه لڳي پر سچل جي شاعريءَ ۾ اهڙي ڪا سٽ يا سوچ نہ ٿي ملي. ڪو اِهو بہ چئي سگهي ٿو تہ جنهن کي اسان دنيا جو عظيم شاعر چئون ٿا يعني شاه عبداللطيف ڀٽائي ان جي شاعريءَ ۾ بہ ڪو اهڙو واقعو يا ڪردار نہ ٿو ملي تہ پوءِ سچل تي اها تنقيد ڇو؟ ڳالهہ اها آهي تہ شاعريءَ جي مڙني اعلي خوبين کان علاوه لطيف جي پختي فن ۽ فڪر واري شاعريءَ ۾ سنڌ جي ثقافت آهي، قدر آهن، سماجي، اقتصادي عڪاسي آهي، جدوجهد جو درس آهي، پکين، جانورن، لڪن، پيچرن، جو ذڪر آهي، زراعتي، ساموندي، ڪاهوڙي، زندگي آهي. مختلف ڪمن، هنرن، احساسن ۽ عام ماڻهن، عورتن، پورهيتن جي

ڏکن سکن جي ڪهاڻي آهي. سڀ کان وڏي ڳالهه ته سنڌس شاعريءَ ۾ مرڪزي فڪر کان نه ته ڪٿي اختلاف آهي نه تضاد. لطيف جي شاعريءَ ۾ جنگي ميدانن جا سورمن جا نالا به آهن؛ لاکو ڦلاڻي-سپڙ ڄام- ٻداماڻي پنرو- جکرو وغيره وغيره ته اهڃاڻ به آهن. ڪهڙو ممڻ متل هيو ۽ ڇا گهرجي ۽ ڪيئن ڪجي به آهي. سندس 'سُر ڪيڏارو' سنڌ جي پس منظر ۾ ئي تخليق ٿيل آهي.

*****

## سچل ـ فڪر ـ فلسفو ـ شعور

مٿين حوالي سان ٻه ڪيترا ئي پنا ڪارا ڪيا ويا آهن ۽ ڪيتريون ئي دعوائون ڪيون ويون آهن جن مان اڪثر سچل سڳوري جي ڪن نہ جن، ان ڳالھ تي ٻہ اعتراض نہ آهي. گذارش صرف اها آهي تہ جيڪو چيو وڃي تو ان کي ثابت بہ ڪيو وڃي نہ تہ ڇا فائدو پنهنجي ئي عالم فاضل هجڻ کي مجرائڻو آهي تہ اهو ڪنهن بہ حوالي سان ڪري سگھجي ٿو، ڪنهن جي ڪلهي تي بندوق رکي هلائڻ ضروري تہ ناهي. ان ڪان پهريائين جو ان سلسلي ۾ ڪيل دعوائن کي جاچيون. اچو تہ فڪر جي پنڌ ۽ ان جي مختلف فنن ۽ تخليقن ذريعي واڌ ويجھ کي ڏسون. ان خاڪي کي ذهن ۾رکندي ڪيل دعوائن جي پرک ڪيون تہ واقعي انهن ۾ ڪا سنجيدگي ڪا فڪري ڪوشش آهي؟ واقعي ئي سچل جي شاعريءَ کي ان آئيني ۾ رکي ڪو علمي ڪم ڪيو ويو آهي؟ ان ڪم ۾ باهمي ربط ڪهڙو ۽ ڪيترو آهي؟ ان مان سچل جي شاعريءَ کي سمجهڻ ۾ ڪيتري مدد ملي ٿي؟ انهن مڙني لکڻين جو سماج، علم ۽ ادب کي سمجهڻ، اڳتي وڌائڻ ۾ ڪيترو حصو آهي؟ اچو تہ ڏسون تہ ڪٿي ائين تہ نہ آهي تہ ميلن ملاکڙن جي اسٽيج تي اچڻ يا ڇپجڻ جو شوق هٿئون وٺئون ڏئي پورو ڪيو ويو آهي. بغير سوچ سمجھ ۽ ڪنهن مقصد جي

سفارشن ۽ ڪجھ ڏيڻ وٺڻ جي بنياد تي نالو نروار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. اهو فيصلو مان سڄاڻ پڙهندڙن ۽ پرکيندڙن تي ڇڏيان ٿو.

فڪر/ ڏاهپ يا شعور جو تسلسل/ ڪائنات ۾ ڪيتروئي عرصو بغير ڪنهن رڪارڊ/ اندراج جي سفر ڪندو رهيو آهي. ماڻهو پنهنجي ابتدائي ڏينهن کان فڪر کي گڏ ڪٺي هلندو رهيو آهي. فڪر ئي هن کي ماحول کان واقفيت فراهم ڪئي آهي. پنهنجي بقا لاءِ هن جي سوچ هن کي اوزارن جو فن، محفوظ رهائش جا طريقا، باقي دنيا ڇا آهي جو فهم ڏنو. انسان شروع کان وٺي ڪوڙ سارا وزن ساڻ ڪنيو هلندو رهيو آهي ۽ ڪوشش ۾ آهي تہ وزن کي اهڙيءَ طرح گهٽ کان گهٽ ڪجي جو مطلب بہ حاصل ٿئي، نفاست بہ وڌي ۽ محنت بہ گهٽ ٿئي، ڇو تہ اصل سرمايو سندس محنت ۽ فڪر ئي آهي. هن هر واقعي ۽ واردات کي تڪي توري قبول ۽ رد ڪيو آهي ۽ سوچ، فڪر، تنقيد ۽ عمل جي بنياد تي هن منزل تي پهتو آهي. هن جي چرپر جي مڙني اندازن، سببن ۽ محرڪن جو هڪ ٻئي سان گهرو واسطو آهي.

فڪر ۽ فن هر تخليق ۾ ڪيترن ئي حوالن سان هڪ ٻئي جي ويجهو رهيا آهن. حقيقت جي تلاش ٻنهي جو محور رهيو آهي. گارجياس (400 ق م) پنهنجي فڪر کي نظم ۽ نثر ۾ آندو، هن جو خيال هو تہ فڪر شاعريءَ ۽ ڊرامي جي ذريعي وڌيڪ اثر انداز ٿئي ٿو. انسان سان گڏ هلندي هلندي فڪر بہ ٻين انساني واسطن وانگر ترقي ڪندو رهيو ۽ هڪ الڳ سوچ (علم) جي شاخ طور قائم ٿيو، جنهن کي "فلسفو" نالو ڏنو ويو. جنهن جي معني آهي حقيقت سان دوستي يا حقيقت

ڪي ظاهر ڪرڻ. هن جون ذميواريون انسان ۽ ڪائنات جي باقي مڙني مضمونن کان وڌيڪ رهيون ڇو ته باقي مڙني مضمونن ۾ به هن جي ضرورت بنيادي رهي آهي. فلسفي جي سفر ڪي هڪ علم جي حوالي سان تلهي ليکي جي ڏسجي ته ٿورن لفظن ۾ هيئن بيان ڪري سگهجي ٿو ته اوائلي فلسفا به مادي (پنجن حواسن سان تصديق ڪيل شيون) سان گڏ خيال تي ۽ ڪنهن لڪيل هستي يا طاقت تي ويچاريندا آيا آهن. انهن مان ڪيترائي خدا جي وحدانيت جا قائل رهيا آهن. ڪنفيوشس وچين رستي کي ئي نيڪي سڏيو، هو به هڪ خدا جو قائل هو ۽ سندس چوڻ هو ته اهڙيءَ طرح رهو جو اوهان جي زندگي ٻين لاءِ رحمت لڳي. تاريخ جي رڪارڊ ۾ هن جا ڏهن کان وڌيڪ ڪتاب آهن. ساڳيءَ طرح زرتشت به وحدانيت ۽ اندر ۽ ٻاهر جي پاڪيزگيءَ جو قائل هو. انهن سان گڏ چين ۾ پرپاسي ۾ تائومت ۽ وان چنگ جا خيال انساني ذهن تي اثر ڪندي فن ۽ فڪر ۾ جهلڪندا رهيا. ويدن ۾ ويدانيت ۽ الهامي مذهبن ۽ غائب ٿيل صحيفن ۾ به ان شيءِ جي پرچار جي خبر ملي ٿي.

هوڏانهن بحر ايجين کان وٺي يونان ۽ ايشيا جي مغربي ساحلي علائقن تائين ڏاهن ماڻهن جي هڪ ڊگهي قطار ملي ٿي جن جو مشغلو صرف غور ۽ فڪر رهيو. جن ۾ طاليس، زينو فيز وغيره اچي وڃن ٿا. هرقليطس کي اسين پهريون جدلياتي (اصولن جي بنياد تي پرک) فلسفي چئون ٿا، ڇو ته هن وجود جي متضاد خاصيتن جي تعليم ڏني ته ”تمام شيون ڪشمڪش جي ذريعي ۽ ضرورت مطابق رونما ٿين ٿيون“ وري ڊيمو قريطس ملي ٿو جنهن ائٽم ۽ خلا تي مواد ڏنو.

فلسفي جي تاريخ ۾ هن کي ماديت جو ڏاڏو بہ چيو وڃي ٿو. هن جي فلسفي ۽ فيثاغورث جي فڪر ۾ اختلاف جي باوجود هڪ جهڙايون بہ هيون، جن اڳتي هلي يونان جي فلسفي جي ٽمورتي 'سقراط، افلاطون ۽ ارسطو' کي جنم ڏنو اها حقيقت آهي تہ فلسفي جي دنيا ۾ يوناني فلسفي سان اختلاف رکندڙ بہ انهن جي اٿاريل سوالن، طريقن ۽ حدن جي ارد گرد ئي گهمن ٿا.

ڊيمڪراطيس جي دور کان ئي فلسفي، آفاقيت، روح ۽ اخلاقيات کي بہ پنهنجي دائري ۾ آڻي ڇڏيو هو. ڊيمڪراطيس مسرت يعني ذهني سڪون کي ئي اخلاق سڏيو. لڪيل هستيءَ جي تلاش کي علم جي تلاش قرار ڏنو.هو چوندو هو تہ سچي خوشي روحاني خوشي ئي آهي ۽ جنهن جو وسيلو صداقت جو علم آهي. فيثاغورث جنهن پهريون دفعو اصطلاح "فلسفو" (Phelosophia)۽ ان جي معني ڏني (ان حوالي سان بہ فلسفي جي تاريخ ۾ مختلف بيان ملن ٿا) ۽ پهريون دفعو روح جي منتقليءَ جي ڳالهہ ڪئي، هڪ مذهب جو بنياد وڌو، ان جي جماعت ناهي. عارف ٿيڻ ۽ اصل سان ملڻ لاءِ نفس جي پرهيز گاري، دنياوي خواهشن کان پري هجڻ ۽ تپسيا (مراقبي وغيره جي شڪل) جي پرچار ڪئي. منزل ماڻڻ لاءِ وري هن وقت جي سائنس ۽ موسيقيءَ کي ضروري ڄاڻايو. عورتن کي برابر جا حق ۽ غلامن سان بهتر رويي، آواگون ذريعي روح جي پاڪائي ۽ سبزين واپرائڻ لاءِ هن ڪوششون ورتيون.

جيتوڻيڪ پروتاغورث (ايبدرا جو رهندڙ) اهو چئي "هن ڪائنات ۾ انسان ئي تمام شين جي ڪسوٽي آهي" پهريون دفعو علم ۽ ڏاهپ ۾ انسان کي مرڪزي حيثيت ڏني، پر

فلسفي جي تاريخ ۾ مشهور اهو آهي ته سقراط فلسفي کي آسمانن تان لاهي زمين تي آندو ۽ پهريون فلاسفر آهي جنهن فلسفي جي مضمونن ۾ ڪائنات نه پر انسان کي مرڪزي حيثيت ڏني. هن ڪتاب ته ڪو به نه ڏنو، پر سچ لاءِ زهر پي ڪري ۽ سنا شاگرد تيار ڪرڻ ڪري فلسفي خاص طور يوناني فلسفي جي بنياد رکندڙن ۽ وارثن منجهان هڪ آهي. هن وٽ غلاميءَ مان نجات جو مطلب هو نفس ۽ جذبات جي غلاميءَ مان آزادي. صوفين جو اهو نقطو ته پنهنجو پاڻ کي سڃاڻو ۽ "جنهن پنهنجي نفس کي سڃاتو ان پنهنجي رب کي سڃاتو" اهو سقراط جي فلسفي جو بنيادي نقطو هو. هو چوندو هو پاڻ کي سڃاڻو اها ئي سڃاڻپ اوهان کي اعلي مرتبي ۽ اعلي فضيلت جي معيار تي وٺي ويندي ۽ اوهان عرفان حاصل ڪري وٺندئو. جيئن ته سقراط جو ڪو به درس گاهه ۽ استاد نه هو، (چون ٿا ته سندس سوچ ۽ فڪر تي يونان جي 3/2ذهين عورتن جو اثر هو، جن سان هو بحث ڪندو هو. ڪن لکندڙن انهن عورتن کي ئي سقراط جي استادن جو درجو ڏنو آهي،) شايد ان ڪري به هن جو طريقو اهو رهيو ته ماڻهن جي اڳيان مختلف بيان ۽ سوال ڇڏيندو هو ته جيئن هو پاڻ ڪنهن نتيجي تي پهچن. نتيجو اهو نڪتو جو هن جا ڪيترائي پوئلڳ مختلف مڪتبه فڪر ڪٺي دنيا ۾ پکڙجي ويا. شاخن مان شاخون نڪرنديون رهيون، جڻ ڪنهن درياء جا ڪيترائي منهن کلي پيا. هن جي شاگردن مان افلاطون (Plato) فلسفي جي دنيا ۾ خاص مقام رکي ٿو. فلسفي هجڻ جي باوجود سندس نالو عوامي سطح تي ياد ڪيو وڃي ٿو ۽ اسان وٽ ته سندس نالي تي فلمون (زور جي حوالي سان جيڪو

ٻين ڪي هارائي)ٻـ ناهيون ويون آهن. ڄاڻ جي حصول لاءِ هن ڊگها ڊگها سفر ڪيا، ادارا بـ ڪوليائين. ڪيس غلام طور وڪرو بـ ڪيو ويو. هن جو تصوريت وارو فڪر اڄ تائين جي فڪر تي اثرانداز ٿيندو رهيو آهي. هن عالم حقيقي ۽ وجود حقيقيءَ جي ڳالهہ ڪري وحدت الوجود جي سوچ جي شروعات ڪئي. مادي ڪي ئي حقيقت مڃيندڙ هن عالم جو خيال هو تہ هي جهان ان عالم حقيقي جيڪو اسان کان اوجهل آهي، ان جو پرتو آهي ۽ هن جهان ۾ ان ۾ وسندڙن جي ٻي چيني اصل ۾ حقيقيءَ سان ملڻ جي ڳولها آهي (اهوئي وحدت الوجود جو مرڪزي نقطو آهي) اسان وٽ پختي ۽ مظبوط عشق ۽ ٻين ڳالهين ڪي بـ افلاطوني عشق/ دماغ چيو ويندو آهي ۽ افلاطوني عشق ڪي ايڏو طاقتور سمجهيو ويندو آهي جو ان ۾ جنسي لاڳاپا نہ هوندا آهن، جڏهن تہ ان وقت يونان ۾ بہ افلاطوني عشق مشهور هو پر اهو هم جنس پرستيءَ لاءِ، جتي بہ سهڻا قداور ۽ ذهين ڇوڪرا يا مرد هڪ ٻئي سان عشق ڪندا هيا، ڇوتہ افلاطون جي رياست جو تصور بہ ڇونڊيل ٻي عيب ماڻهن جي رياست هو.

افلاطون شاعريءَ يا فن جو مخالف نہ هو. هو تہ پاڻ پلوڙ شاعر هو. فلسفي ڪي ٽن حصن، نظريو، عمل ۽ شاعريءَ ۾ ورهائيندڙ افلاطون جو قابل شاگرد ۽ سڪندر اعظم جو صلاحڪار فلسفي جي دنيا جو وڏو نانءُ آهي ارسطو. افلاطون سان اختلافن جي باوجود ارسطو بہ هڪ ڪامل خدا جي وحدانيت جو قائل هو. جيڪو خود ڪامل آهي نہ ڪي ڪمال جو محتاج.هن جي مطابق ڪائنات جي هر حرڪت ڪنهن طئہ ٿيل مقصد جي پورائيءَ لاءِ هوندي آهي. هن جي تعليم ۽

خيالن جو اثر وڏن عالمن تي رهندو آيو آهي، جن مان اڪيونيس، ليبنيز، ڊيڪارٽ، ڪانٽ ۽ هيگل وغيره وغيره آهن. سقراط، افلاطون ۽ ارسطوءَ جي دور ۾ ڪيترن ئي مختلف موضوعن تي ڏاهپ (فلسفو) ويچاريندي آئي ۽ مختلف مضمونن ۽ موضوعن جي حوالي سان الڳ الڳ عنوانن هيٺ ڪم تيزيءَ سان وڌڻ لڳو هو. ڪائنات، انسان، لڪيل هستي، مادو، شعور، مذهب اخلاقيات، حڪومت، فن، جماليات، منطق ۽ ان جا مختلف روپ ۽ رويا هاڻي ڏاهپ جي الڳ الڳ ۽ سنجيده مضمونن طور ترقي ڪرڻ لڳا. هنن ڪان پوءِ جي جن ڏاهن افلاطون ۽ ارسطوءَ جي خيالن ۾ ردوبدل آندي، انهن خيالن ۽ خيال ڏيندڙن کي نوفلاطونيءَ ۽ نوارسطاطالي سڏيو ويو ۽ اهي تاريخ ۾ ڪيتروئي عرصو پنڌ ڪندا رهيا.

سينٽ آگسٽائن به افلاطون وانگر وحدت الوجوديت واري صوفيانہ خيال جو هو ۽ قبرن مان مردن جي جيئري اٿڻ جو قائل هو. وچين دور (Medieval Philsophy) ۾ مذهب ۽ انهن جا مختلف خيال به گردش ڪندا رهيا. خدا ۽ ڪائنات، گناهہ ۽ ثواب، فنا ۽ بقا خير ۽ شر وغيره وغيره. سينٽ انسليم جو عجيب ”مڪافات عمل“ جو فلسفو ۽ خدا انسان جي وجود ۾ ڇو آيو؟ هن جو مذهب کي عقل جي بنياد تي پرکڻ، خاص طور تي جماليات ۾ حقيقتن ۽ نفسياتي تجربن تي زور رهيو. حڪومت ۽ سياست کي پنهنجي ظابطي ۾ رکڻ لاءِ مذهبي پيشوائن جي جدوجهد مختلف فڪري لاڙن کي هڪ ٻئي جو دشمن ڪري ڇڏيو ۽ اهي صلح ڪل بجاءِ فساد ڪل تي پيا. اسلام جي اندر به ڏاهپ جي حوالي سان ڪيترائي

اهم نالا اچن ٿا، جن ۾ مذهب کي عقل جي ڪسوٽيءَ تي پرکڻ وارا معتزلہ چوٿين هجري صدي (ڏهين عيسوي) ۾ اخوان الصفا جيڪي هر دين ۾ صداقت جا قائل هيا. فن ۾ اظهاريت (Expressionism) جو خيال بہ هنن ڏنو پر مغرب جي ميڊيا جي يلغار تيز هجڻ ڪري اهو نظريو ڪروچي سان منسوب ٿي ويو. بهرحال فن جي حوالي سان اخوان الصفا ان تي نيڪ ناڪ بحث ڪيو آهي، بقول هنن جي تہ فن اها شڪل آهي جيڪا فنڪار جي دل مان نڪري ٻاهرين دنيا (معروض) ۾ اظهار ڪري.

الڪندي 801-873ع کي "فيلسوف العرب" عربن جو فلسفي سڏيو وڃي ٿو. ان کان پوءِ ابن مسڪويہ 942ع-1030ع ارتقا جو قائل هو ۽ سندس تحقيق هئي تہ ٻوٽڙو حيواني ارتقا جي آخري ڪڙي ۽ انسان پهرين ڪڙي آهي، هن نظريي کي تمام گهڻو پوءِ ڊارون اڳتي آندو. هن ئي موت کي سنو ارتقائي سفر سڏيو. ان دور ۾ اسان کي انهن کا علاوه، ابن سينا، 980ع-1037ع، غزالي 1058ع-1111ع، ابن طفيل 1106ع- 1185ع ابن رشد 1126ع-1198ع (انهن جا سوين ڪتاب ڪيترن ئي اهم موضوعن تي اڄ بہ پڙهيا ۽ پڙهايا وڃن ٿا) جنهن تهذيب يافتہ قوم جي لاءِ فصاحت، ادب ۽ خاص طور شاعريءَ کي ضروري قرار ڏنو ۽ علامہ ابن خلدون 1332ع-1406ع ملن ٿا، جن جو حڪمت، سائنس ۽ فلسفي تي چڱو خاصو ڪم ٿيل آهي. جيئن تہ اهو دور مذهبي نظرين جي حوالي سان اهم رهيو، ان ڪري، متي ڄاڻايل اسان جي مفڪرن جو بہ ان تي خاصو مواد آهي، خاص طور تصوف، خالق ۽ مخلوق، مادي ۽ شعور تي.

ان ڪان پوءِ Renaissance Philosophy (14ڪان17ع صديءَ) جو زمانو جيڪو ان وقت قديم ۽ جديد جي پل هو جنهن ۾ گهٽي ياڳي نئين ثقافت تي زور هو، جو دور اچي ٿو، جنهن ۾ فڪر منطق جي ڪسوٽيءَ تي انسان جي ذهني ۽ مادي ترقيءَ تي خاصو ڪم ٿيو. ٻي وڏي ڳالهه اها تي تہ فڪر جي دنيا پيشوائيت کان گهٽي ياڳي آزاد تي ڪري فطري طريقي سان اڳتي وڌي. ان ۾ خاص طور مارٽن لوٿر ۽ لاڪ جو اهم ڪردار رهيو لاڪ (An Essay on the Human Understanding) انساني فهم تي هڪ مضمون لکي ڏاهپ جي دنيا ۾ هڪ طوفان آندو. سوچ جا بہ الڳ پاڙا وسيع و عريض ڪائنات تي سوچيندڙ ۽ حضرت انسان جي ڪردار تي سوچيندڙ. هڪ ٻئي کي ويجها ٿيا ۽ سائنس کي بنياد بڻائي ذهني ۽ مادي ترقيءَ جي سفر کي جاري رکيائون. اهي ٻئي فڪري مدرسا هڪ ٻئي جي ويجهو ٿيڻ سان گڏ پنهنجو الڳ الڳ ڪم بہ ڪندا رهيا. انسان کي مرڪزي حيثيت ڏيندڙ جن ۾ ليوناردو ڊاونچي، ميڪاولي، ڪاپرنيڪس، ٿامس مور، مارٽن لوٿر، جيارڊ ونو برونو اچي وڃن ٿا، جن جو خيال هو تہ انساني تمدن کي بنياد قرار ڏجي ۽ انساني فطرت تي ڪم ڪجي، ٻئي طرف سائنس کي اهميت ڏيندڙن جو خيال هو تہ صرف ايجادون ۽ تجربي ۾ آيل مشاهدا ئي قابل اعتماد آهن، انهن کي ئي هر شيءَ جو بنيادي علم تسليم ڪيو وڃي. انهن ۾ خاص طور، گليلو گليلي، فرانسس بيڪن ۽ آئزڪ نيوٽن (1643ع ۾ ڄائو هن سال ئي گليلو وفات ڪئي) وغيره سرگرم رهيا.هي عبوري دور جيڪو قسطنطينہ جي زوال 1453ع کان شروع ٿيو جنهن کي فلسفي جي ڪجھ تاريخن ۾ جديد دور ۾ بہ شامل ڪيو

ويندو آهي. هن دور ۾ ئي عدالتي قانون به نهيا، هي تقريبا
1700ع تي ختم ٿئي ٿو. ان کان پوءِ عقل پرست فلسفي جو
دور شروع ٿئي ٿو. جيڪو خاص طور تي يورپ ۾ پليو ۽
وڌو تيو ان جو پهريون ۽ اهم ڏاهو ريني ڊيڪارٽ آهي، هن
"فلسفي جا اصول" کان علاوه "روح جا جذبا" ۽ "ڪائنات" جي
عنوان سان ڪتاب ڏنا. هي جيتوڻيڪ ڪيتولڪ عيسائي هو
پر ان جي باوجود ڪيتولڪ ڪليسا ۽ آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ
پڻ هن جي ڪتابن تي پابندي هنئي. ان جو هڪ سبب ته اهو
هو جو هن پنهنجي لڪئين ۾ سائنس ۾ سچ تائين پهچڻ لاءِ
فڪر جي درست طريقن جون ڪسوٽيون ڏنيون ۽ عقل کي
آخري معيار قرار ڏنو. هن روح کي ثابت ڪرڻ جي به ڏاڍي
ڪوشش ڪئي. "مان سوچيان ٿو ان ڪري ته مان موجود
آهيان" کي هن روح جو ثبوت قرار ڏنو. هن جو چوڻ هو ته
ابدي سچايون ماڻهوءَ جي اندر (روح) ۾ پهريون کان سمايل
هونديون آهن ۽ ماڻهوءَ جي داخلي شعور کان علاوه دنيا جي
خارجي تجربي جي ثبوت جون محتاج نه آهن. خدا جي حوالي
سان هو چوي ٿو ته محدود کان لامحدود جي تخليق ٿي ئي نه
ٿي سگهي ان ڪري خدا لا محدود آهي. هو منهنجي اندر ائين
سمايل آهي جيئن روح ۽ هر علت لاءِ معلول ضروري آهي. ڪا
به شيءَ عدم مان وجود ۾ نه ٿي اچي سگهي، جڏهن مان
سوچي رهيو آهيان ته ان پوري عمل ۾ اهو ممڪن ئي نه آهي
ته مان غائب (غير موجود) رهان. بيو ته ڪابه شيءَ هڪ وقت
حاضر ۽ غائب نه ٿي رهي سگهي.

فلسفن جي ترقي ۽ رڪاوٽن جي سببن ۾ حڪومتن جي
بيهڪ چاهجي ۽ انهن کي ڪيئن هلائجي، قانون ۽ انهن تي

عمل ڪيئن ڪجي بہ رهيو آهي.جي بادشاهہ ڪليل دماغ جا هوندا هئا (ڪڏهن ڪڏهن) تہ نظرين کي سمجهڻ جي بہ ڪندا هئا، تہ لاڳو ڪرڻ جي بہ، پر اڪثر حواري پنهنجي ڌاڪ کي قائم رکڻ لاءِ بادشاهہ جيڪي اڪثر ڪنن جا ڪچا هوندا آهن کي هر نئين سوچ لاء اهو يقين ڏيارڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا هيا تہ اهو سڀ ڪجهہ اوهان کان بادشاهي کسڻ لاءِ ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ طرح اڪثر مفڪرن کي تڪليفون ڏئي فڪر تان هٿ ڪٽائڻ جون بيسود ڪوششن سان تاريخ ڀري پئي آهي. گمراهيءَ ۽ جهالت جي انتها تہ اها هئي ۽ آهي تہ سائنس ۽ فني ايجادن جيڪي انسانن کي ڪوڙ آسانيون ۽ آسائشون ڏيڻ لاء تيار هيون کي بہ برداشت نہ ڪيو ويو ۽ مذهبن جي اڙ وٺي سائنسدانن ۽ انهن جي ايجادن کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي.

ٻارهين صديءَ ۾ سينٽ ٿامس پهريون دفعو آئيني حڪومت جي ڳالهہ ڪئي. سورهين صديءَ ۾ دانتي ڪليل نموني سيڪيولر خيالن جي وڪالت ڪئي. سترهين صديءَ ۾ ڊچ ـ اسپنوزا سياسي فلسفي کي واضح طور سائنسي بنياد فراهم ڪيا. هابس جي نظريي ذهني آمريت ۽ عقيدي خلاف ذهني آزادي ۽ هڪ ٻئي کي برداشت ڪرڻ جي ڳالهہ ڪئي ۽ رياست کي مذهب ۽ عقيدي جي تسلط کان آزاد ڪرڻ تي زور ڏنو. هو چوندو هو تہ انسان تي نہ ڪلو نہ روئو، پران کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪيو. هن جي نظريي دير پا اثر وڌا. حالت اها هئي تہ ڪيٿولڪ ۽ پروٽسٽنٽ (عيسائي فرقا) پنهنجي پنهنجي تسلط جي ڪوشش بہ ڪندا رهيا، هڪ ٻئي سان وڙهندا بہ رهيا تہ گڏيل فتوائون بہ جاري ڪندا رهيا، تہ

عقيدي کان هٽيل حڪمران جو قتل واجب آهي. پر جيئن تہ تاريخ پنتي نہ اڳتي وڌندي آهي، ردعمل ۾ دنيا جي ٻن وڏين طاقتن (حڪومتن) برطانيا ۽ آمريڪا ۾ "آئيني حڪومت" جو تصور مضبوط ٿيندو ويو. اهو سلسلو هلندي هلندي سترهين ۽ ارڙهين صديءَ ۾ اهڙي موڙ تي آيو جنهن کي "روشن خياليءَ جو زمانو" چيو وڃي ٿو. ژان ميسلي (1664 —1729ع) ڳوناٽي پادريءَ جي مرڻ کان پوءِ سندس تخليق "وصيت" جي خفيہ اشاعت ٿيڻ لڳي، جنهن ۾ جاگيردرانہ ظلم تي تنقيد سان گڏ سندس ماديت پسند خيال بہ ملن ٿا. ان کان پوءِ يا ان ئي تسلسل ۾ (1669-1775ع) مونٽسيڪو آهي، جنهن کي بورجوا (مٿيون طبقو) آزاد خياليءَ جو باني چيو وڃي ٿو. هن پنهنجي تصنيفن 'قانونن جو روح' (خط-پارسي) 'سياسي نظريو' وغيره وغيره ۾ سنجيده ۽ مزاحيہ طرز تي بادشاهن، ان جي ڪارندن ۽ ڪارنامن تي سخت چوٽ چنديا آهن. ستت ئي والٽيئر (1694-1778ع) نمودار ٿئي ٿو، هن جي فڪر، ادبي فن-ناول ۽ شاعريءَ ۾ پنهنجو ڌاڪو ڄمايو. (سندس ناول 'ڪئنڊڊ' سنڌيءَ ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڇپرايو هو) هن ڪلم ڪلا ڪليساجي مخالفت ڪئي ۽ رياست کي مذهب کان نہ صرف ڌار پر ان کان جان ڇڏائڻ جي جدوجهد ڪئي.

مطلب تہ فڪر (فلسفا - نظريا) دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ تان اثر وٺندو ۽ ڇڏيندو رهيو جنهن ۾ اسان جو خطو ان جا ڏاها ۽ فنڪار بہ شامل آهن. ان سفر کي سيني بہ سيني بہ وڏي هٿي ملي، خاص طور لوڪ ذهانت جنهن ۾ لوڪ ادب بہ شامل آهي. ان ڪري لوڪ ذهانت جا ڪردار جهڙوڪ وتايو فقير، ملا نصيرالدين، شيخ چلي وغيره ۽ ذهانت جا اهڃاڻ گدڙ، ڪانءُ،

وڏو وزير، وڏور ڏيءَ ۽ ٻڪرار وغيره سڄي دنيا ۾ ملن ٿا، اهڙيءَ طرح ڪهاڻيون، چوڻيون ۽ قصا بہ ملندڙ جلندڙ ملن ٿا. ان وقت اظهار جو خاص ذريعو ڏگها قصا، مناظرا ۽ شاعري (ڏگهي) هئي ان ڪري الميہ (Tragedy) بهادريءَ جي قصن (جن جو بنياد الميہ ئي هوندو هو) ۽ فڪري شاعريءَ ۽ ان جي شاعر کي دائمي اهميت ملندي هئي.

## دعوائون - مطالعو

سچل تي لکندڙ نہ صرف هن کي Militant، ويڙهاڪ، سر ڦريو، باغي ۽ مجاهد وغيره لکن ٿا، پر هن جي فڪر کي بہ بغاوت ۽ جدوجهد جو فڪر سڏن ٿا بلڪ ڪيس عظيم مفڪر ۽ فڪر (فلسفي) جو ماهر چوڻ کان بہ نہ ٿا ڪيبائن. ڪي تہ چون ٿا تہ سندس سموري شاعري جدوجهد جو درس آهي. جيستائين جدوجهد، مقصد حاصل ڪرڻ ۽ منزل ماڻڻ جي ڳالهہ آهي تہ 'سُر سسئي' اهڙو 'سُر' آهي جنهن ۾ پنهون (منزل) ماڻڻ لاءِ سسئي (عوام يا سالڪ) جدوجهد جنهن ۾ ڏک، ڏونگر، ڪشالا، ننڊ نہ ڪرڻ جو درس ۽ ڏس فن جي ذريعي ڪاميابيءَ سان ڏنئي سگهجي ٿو، ۽ پٽائيءَ ڏنو آهي. سچل جي وڏ ۾ وڏ شاعري آهي بہ سُر سسئيءَ ۾، پر سچل جي هِن سُر ۾ جدوجهد بدران منزل (پنهوءَ) کي اچي ملڻ جي تلقين ڪئي وئي آهي.

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي پنهنجي ڪتاب، 'سچل جو پيغام' ڇاپو 1995ع مهراڻ اڪيڊمي، جي باب ڏهين، 'سورميون سسئي' ۾ لکي ٿو:

”هن رومانوي داستان تي سچل سرمست جي رسالي ۾ گهٽي ۾ گهٽ بيت ۽ ڪافيون ملن ٿيون. ڪل 261 بيت ۽ 209 ڪافيون آهن، ۽ اهي عثمان علي انصاري جي رسالي ۾ يارهن داستانن ۾ ورهايل آهن، انهن کان سواءِ هڪ جهولڻو آهي. جيڪو 50 بندن تي مشتمل آهي، ۽ هر بند ۾ انن کان ڏهه مصرعون آهن. انهيءَ تعداد جي مقابلي ۾ ٻين رومانوي داستانن ۽ عنوانن تي ٿورا بيت ۽ ڪافيون آهن.

هن رومانوي داستان جي تمثيل ۾ سچل سرمست زندگيءَ جي هيٺين حقيقتن جي اپٽار ڪئي:

(1) جدوجهد ڪرڻ ۽ تڪليفن سهڻ سان مقصد حاصل ٿئي ٿو.
(2) ڏکن ۽ سکن جو سلسلو ڳنڍيل آهي، ۽ ڏکن کان سواءِ سک حاصل نہ ٿا ٿين.
(3) عشق ۾ راحت ئي راحت آهي، ۽ عشق کان سواءِ زندگي بي معني آهي.
(4) مانُ ڪري ويهڻ مان ڪجهہ بہ حاصل ٿيڻو نہ آهي.
(5) ٻانهي کي گهرجي تہ پنهنجي مالڪ ۽ خالق آڏو آزي ۽ نيزاريءَ سان ٻانهپ جو مقام حاصل ڪري.
(6) عارف کي عارفانہ مقام تڏهن حاصل ٿيندو، جڏهن هو رحمتہ للعالمين جي رحمت ۾ اميدوار ٿي، ان جي لڙهہ لڳندو.
(7) غفلت ڪرڻ سان وڏو نقصان ٿئي ٿو ۽ سجاڳيءَ ۾ ئي انساني ڪاميابيءَ جو راز مضمر آهي.

هن هيٺ زندگيءَ جي انهن حقيقتن جي اپٽار ڪجي ٿي:

ماٺ ڪري ويهڻ مان ڪجهه به ورڻو نه آهي. جيڪڏهن انسان ڪوشش ڪندو رهندو ته قدرت سندس رهنمائي ڪندي، ۽ هو پنهنجو مقصد حاصل ڪري وٺندو.

فرمائي ٿو:

ناهي ويچاريءَ وس، جو ماٺ ڪري ويهي رهي،
ڪنهن چٽ نه چڏيوم، سندو گورن گس،
ڏونگر منجهان ڏس، پوندم هوت پنهونءَ جو“.
(نوٽ ـ اصل مضمون ۾ انگ سنڌيءَ ۾ ڏنل آهن).

ڳالهه ته ڊاڪٽر سنڌيءَ پلي ڪئي، پر اها به هڪڙي دعويٰ آهي بين دعوائن جيئن. جدوجهد جي حوالي سان ڊاڪٽر صاحب جون ست ئي ڳالهيون پليون، پر اهي سچل جي سُر سسئيءَ ۾ ڳولهيون نه ٿيون لڀن، اها ٻئي ڳالهه آهي ته هو سچل جي سموري شاعريءَ کي مذهب اسلام جي حوالي سا ڏِسي ۽ ڏسي ٿو.

هر سنڌي ماڻهو سسئي پنهونءَ جي قصي کان واقف آهي ۽ هي قصو نه صرف سنڌ پر پوري پاڪستان ۽ هندستان ۾ مشهور آهي. ان قصي، ادب ۽ شاعريءَ سان دلچسپي رکندڙ کي اها سُڌ آهي ته اهو داستان ڏکن ڏولاون ۽ جدوجهد جو درس ڏئي ٿو. منزل ماڻڻ لاءِ هر قسم جي تڪليفن، اذيتن ۽ ڪشالن ڪڍڻ جي وات ڏسي ٿو. منزل هر ڪنهن جي پنهنجي آهي: ڪنهن جي حق سان هڪ ٿي وڃڻ، (اهوئي وحدت الوجود، ايڪانت وارو فڪر ته حق کان الڳ ٿي پريشان آهيون ۽ روح کي پاڪ صاف ڪري حق سان هڪ ٿيڻو آهي جوته وجود صرف هڪ آهي) ڪنهن جي منزل عشق محمدي،

ڪنهن جي انقلاب ڪنهن جي آزادي، مجنو يا سنڌس ميهار وغيره. سچل جي سُر سسئيءَ جو مطالعو ٿو ڪجي ته لڳي ٿو سمورو جدوجهد جي ابتڙ ۽ ضد ۾ آهي يعني مان (سسئيءَ) ڪان پنڌ ڪونه ٿيندو، تون اچ، پاڻ به چوي ٿي ته نياپا به موڪلي ٿي، يعني مان هتان ڪونه چرندس، اي محبوب، منزل 'پنهون' تون اچ، مثلاً:

- هوت اچ هت هاٿين، پنهنجا ڏک سنديس ميان
- هوت پرين هڪ وار مونکي اچي ملج ميان!
  ڏونگر ڏورڻ مون نه ٿئي، ميان الا آءُ اوري تون آري.
  ويئي ڏسان واٽڙي ميان الا مونجهه اوهان جي ماري.
- جبل جالون جال، سو مون ڏورڻ نه ٿئي
- آءُ اڳڻ منهنجي آري، توڪي صاحب ساريان ٿي!
  ڪڏهن ايندين ووتون پرين ميان او "سچو" ڪج ستاري
- مون ڪان ٿئي نه پنڌ ، آري ڄام اچيج تون.
  آريءَ جي اچڻ جو، روز نهاريان راهه
  اٿيندس الله مون سر صدقي ڪيو
- ڪر ٻاروچا ٻاجهه، هن مون نماڻيءَ تي
  ويئي وجهان واجهه، اوهان جي اچڻ لئه.

اهڙا ڪيئي بيت، ڪافيون ۽ سٽون آهن. جڏهن ته داستان مطابق 'سسئي' (طالب-گهرجائو) پنهور (سک ۽ آرام) کي ڇڏي (ٻاه ڏئي) جبل جهاڳيندي رهي، پهاڙ سندس پير پٿون ڪري ڇڏيا، ڪندن ۽ جهنگ سندس لتاليڙون ۽ ڪيس زخمي ڪيو. جهنگلي جانورن ڪيس ڏاڍو ستايو پر هوءَ مستقل مزاجيءَ سان

اڳتي وڌندي رهي. مقصد ۾ ايتري واضع ۽ سچي جو ساهيڙين کي بہ ساڻ نہ تي ڪٺي، تہ متان ڪا پنهونءَ تي ڏمرجي ڏورا پو ڏي. قصو مختصر ساه ڏنائين مقصد تان هٿ نہ ڪنيائين. پنهون پيراندي، نماڻي نصيب تي شاه

سچل جي سر سسئيءَ ۾ ايڪڙ ٻيڪڙ بيت وجي ڪري پنهونءَ سان ملڻ جا آهن، باقي اڪثريت جو مفهوم اهو آهي تہ مون ڪان پنڌ ڪونہ ٿو ٿئي تون اچ.جڏهن تہ لطيف جو سڄو 'سُر سسئي'، ڪاهڻ، آخري پساه تائين جدوجهد ۾ رهڻ ۽ وڏين مصيبتن (پهڻ، جهنگلي جانورن) سان منهن ڏيندي منزل ڏانهن وڌڻ' جو آهي. هيٺ شاه جا ڪجھ بيت ڏجن ٿا:

- پسي ڏونگر، ڏاھ! جم هلڻ ۾ هيٺي وهين

- سڏائتي سيڪا بک نہ باسي ڪا،
جيهي تيهي ذات جي، جنبش ڪانهي جا،
مون سين هلي سا، جا جي منو نہ ڪري.

- وريتيون ورو، آئون نہ ورندي ور ري،
جالي هن جبل جو، تانگهينديس ترو،

- جيئن جيئن تپي ڏينهن، تيئن تيئن تاڻي پنڌ ۾،
ڪو اڳانجهو نينهن، ٻانيڻ ٻاروچن سين.

- سکن واري سد، متان ڪا مون سين ڪري،
اندر جنين اڌ، ڏونگر سي ڏوريندیون.

- موٽي مران م ماءِ! موٽڻ ڪان اڳي مران!
لُڇي لالن لاءِ، شال پوندس پير تي!

- وينئي ور نہ پون، ستي ملن نہ سپرين،
  جي مٿي رندن رئن، ساجن ملي تن کي.
- ڏورڻ منجهان ڏس، پونڌءِ هوت پنهوءَ جو.
- مند نہ منجهان تن، پسي لک لڏن جي،
  جا پر ڪاهوڙين، سا پر سکي سسئي.
- ڪنڊا مون پيرن ۾، توڙي لک لڳن،
  آگر آگوني نہ مڙي، چپون پير چنن،
- ويندي ڏانهن پرين، سسئي سپيرين کي.
- وڃڻ مون وارو، ڪونہ وهندس وچ ۾.
- پنيي هن پنيور ۾، وهڻ وه تيوم،
- اي ڪر ڪميڻين، جيئن سمهن پير ڏگهار ڪري.
- جئن جئن تپي ڏينهن، تئن تئن تاٽي پنڌ ۾.
- وينئي ناه وراڪو، ستين ڪونهي سنگ،
  هوت هلندن ڪٿيو، جن انگن چاڙهيو انگ.
- جن کي عشق جي اساٽ، سي واهڙ پائن وڪڙي.

جنگ جي حوالي سان چوي ٿو تہ:

- هڻ پالا ,ڙهہ پاڪرين، آڏي ڍال ۾ ڍار،
  مٿان تيغ ترار، مار تہ متارو ٿئين.

• ڪانڌ منهن ۾ ڏڪڙا، سيڪيندي سوهان،
تہ پڻ لڄ مران، جي هئنس پٺ ۾.

ان ڪان علاوه سندس شاعري اهڙن ڏسن سان پر آهي.

ليکڪ اختر درگاهي 'سرمست ـ 10' ۾ پنهنجي مضمون 'سچل جو نظريو' ۾ لکي ٿو، ”شاعر جيئن تہ پنهنجي دور جو سچو ترجمان آهي. تنهن ڪري هو پنهنجي شاعريءَ ۾ پنهنجي وقت جي سياسي، سماجي ۽ اقتصادي حالتن جي چٽي عڪاسي پيش ڪندو آهي ۽ سماجي زندگيءَ کي سڌارڻ ۽ سنوارڻ لاءِ پنهنجو الڳ فڪر ۽ فلسفو گهڙي ويندو آهي. شاعر هڪ سچو مبلغ ۽ مورخ ٿئي ٿو، سندس نظريو ۽ سوچ پنهنجي دور سان همرڪاب، متحرڪ ۽ سائنسي هوندي آهي.“

مٿين بيان سان مان سمجهان ٿو تہ ڪوبہ اختلاف نہ رکندو يا گهٽ ۾ گهٽ مان اختلاف نہ ٿو رکان، خاص طور تي ڪنهن بہ وڏي شاعر جي حوالي سان، پر مسئلو اهوئي آهي تہ شاعر جون خوبيون برابر، شاعر جو شعور برابر، پر جيڪا شاعر حوالي سان اوهان ڳالهہ تا ڪيو ان کي ثابت ڪرڻ جي ڳالهہ تہ پري رهي ان کي سچل جي شاعريءَ مان ڳولهي نروار تہ ڪيو. اختر درگاهي کي اها ميار ضرور ڏيندس تہ تون بہ ٻين وانگر وڏيون ڳالهيون ڪري، اسان کي سچل جو نظريو سندس شاعريءَ مان ڳولهي نہ ڏنئي، سچل پنهنجي شاعريءَ ۾ مؤرخ ڪيئن آهي؟ هن سماجي، سياسي ۽ اقتصادي حالتن جي جيڪا چٽي عڪاسي ڪئي آهي اها ڪهڙي آهي؟ ان جو تاريخي پوئوارو ڪهڙو آهي؟ اسان کي ڪهڙو ڏس ٿو ملي؟ ان چٽي عڪاسيءَ جي بنياد تي اسان لساني، سماجي، معاشي

حالتن وغيره جي ڪهڙي صورتحال محسوس ڪيون ٿا ۽ پڪ ڪري ڪهڙيون درستگيون ڪيون؟

اوهان جي اها ڳالهه به ڪٿي مڃجي ته"صوفي ازم پنهنجي وقت جو ترقي پسند نظريو ٿي اڀريو هو" پر مسئلو اهو آهي ته ان کي ڪهڙي تاريخ جي حوالي ۽ بنياد تي پرکجي ان ۾ سچل جو ڪردار نه سهي سندس شاعريءَ جي ڪردار ۽ تاريخ ۾ ان جو عمل ردعمل ڪهڙو ٿيو؟ ان کي ڪيئن ثابت ڪجي.

سچل جي حوالي سان مڙئي دوست انتهائي متضاد ڳالهيون ڪن ٿا، ته هو وحدت الوجود جو قائل هو، جڏهن ان جي تصوف تي لکن ٿا، ته ان کي اسلام جي دائري جي اندر ئي گهمائن ٿا، جنهن جو ڍنگ ابن العربيءَ تي وڃي ڪن ٿا (تفصيل تصوف واري حصي ۾ ايندو) ورائي ورائي هينيون بيت ڏين ٿا، جنهن جي تاريخ جي حوالي سان لکندڙ پنهنجي معنيٰ ۽ تشريح ڪن ٿا، تصوف تي لکندڙ پنهنجي تشريح ڪن ٿا ۽ فلسفي/ فڪر جي نائن لکڻ وارا ان کي عظيم فلسفو چون ٿا:

- مذهبن ملڪ ۾ ماڻهو منجهايا،
  شيخي پيريءَ بيحد پلايا،
  ڪي نمازون پڙهن نِوڙي،ڪن مندر وسايا،
  اوڏو ڪين آيا، عقل وارا عشق کي.

اهو بيت الائي ته ڪيترا دفعا ڏنو ويو آهي. جيترا دفعا ڏنو ويو آهي ان جي هزارين حصي جيترو به جي ان تي ڪو غور ڪن ها ته خبر پئجي وڃين ها ته هن بيت ۾ ٽي ڪردار آهن: مذهب، عقل ۽ عشق. مذهب (بقول سچل جي) ته ماڻهن کي

منجهائن تا تہ ان کي سلجهائيندو ڪير؟ عقل يا عشق؟ (عشق جنهن ۾ سڀ ڪجهہ ختم هوندو). اهو فيصلو ڪرڻو پوندو تہ عقل سٺي شيءِ آهي يا خراب؟ ضروري آهي يا نہ؟ عوام جي مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ عقل جي ضرورت آهي يا نہ. خود سچل تي لکڻ ۽ سوچڻ لاءِ عقل گهرجي يا نہ؟ لکندڙ عقل وارا آهن يا نہ؟ هاڻي اهو فيصلو بہ ڪرڻو پوندو تہ حڪومت ۽ رهبريءَ جو حق ڪنهن کي هجڻ گهرجي، عقل وارن کي يا عقل کان فارغ عشق وارن کي؟

سچل جي نظر ۾ عقل وارا ڪير آهن؟ هن جي نظر ۾ تہ نمازون پڙهڻ، مندر وسائڻ ۽ عبادتون ڪندڙ شيخ ۽ پير ئي عقل وارا آهن. اهڙا ڪوڙ بيت آهن پر مان ڪوشش ٿو ڪيان تہ انهن تي ئي ويچاريان جيڪي ورائي ورائي ليکڪن ڏنا آهن. جيستائين عقل ۽ عشق جي ڳالهہ آهي تہ سچل جو هيٺيون بيت پنهنجي معنيٰ ۽ بيهڪ ۾ مٿين بيت کان وڌيڪ اهميت رکي ٿو:

- عقل اُچلج اُب ۾، تا بره ڪر ئي بيحال،
  جي تون وسهين ويسلا، هي "سچوءَ" سچ سوال.

عام سمجهيل ڳالهہ آهي تہ عشق ڪبو نہ آهي پر ٿي ويندو آهي. پٽائيءَ اُن حوالي سان ڪيڏي ڪمال جي ڳالهہ ڪئي آهي، جنهن ۾ فڪر بہ آهي، جماليات بہ آهي، حقيقت بہ آهي تہ انهن سوالن جو جواب بہ آهي. مان تہ ائين چوندس تہ سندس هيٺين سٽ ڪوڙ شاعرن جي پوري شاعريءَ کان اهم/ مٿي آهي. پٽائيءَ جون اهڙيون ڪوڙ سٽون آهن. منهنجو مطالعو آهي تہ ڪوڙ ماڻهو پنهنجي ڪتابن خاص طور شاعريءَ جي ڪتابن جا

نالا عنوان پٺائيءَ جي سٽن جا رکندا آهن ۽ اهي سٽون اهي لفظ پوري ڪتاب تي حاوي هوندا آهن. بهرحال عشق جي حوالي سان پٺائيءَ جي اُها سٽ آهي، ”عقل، مت شرم ٽئي نينهن نهوڙيا“

ساڳيا لکندڙ ساڳين يا پنهنجي ٻين مضمونن ۾ وڏي واڪ چون ٿا ته سچل پڪو مسلمان هو، اسلام کي مجيندڙ ملان نه، پر اصل اسلام جي پيروي ڪندڙ ۽ ان جو نمائندو هو. اهو لکندي دعويٰ ڪندي الائي ڇو اهو وساري ٿا ويهن ته اسلام به ته هڪ مذهب آهي ته پوءِ ان جو ڪردار به اهو منجهائڻ وارو هوندو. ان جي پيروي ڪندڙ به يقينن منجهندو ۽ منجهائيندو.

ٻئي ڳالهه ته پلي ڪٽي اسان ڪيترو به لکون ته لوڪ جي عزت، اونو، آشتي ۽ آزادي ئي سچل جو محور هو، پر هو ته لوڪ کي ڇريو ٿو سمجهي ۽ سواءِ الله جي عشق جي سڀ کي رد ڪري ٿو، چوي ٿو:

- ”سچل ٻاجهون عشق الله جي ٻيو ڪو هنر ڪون سکياسي،
- ڇريو ڇريو م ڇئو، ڇريو آهي لوڪ“

لوڪ جي حوالي سان مان اڳ ۾ به سندس شاعري ڏئي آيو آهيان. جيڪا ظاهر ٿي ڪري ته سچل ته لوڪ سان ناتو رکڻ ۽ نڀائڻ جو نه، پر ان کان پري ڀڄڻ جو سبق ٿو ڏئي.

ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو، مضمون - ’سچل جو فڪر ۽ سنيهو‘، ’سرمست 17/ 1997ع‘:

ان عنوان هيٺ ٽن صفحن تي لکيل مضمون پڙهندڙ پاڻ پڙهن ۽ سچل سائينءَ جو فڪر ۽ سنيهو ڳولهن ۽ جي ڪو انهن کي ملي ۽ مون کي به جي آگاه ڪندا ته سندن مهرباني.

دادا سنڌي ساڳئي پرچي ۾ ”سچل جو فڪر، سگهارو فڪر“.

دوستن کي وقت ملي تہ پڙهن هڪڙي ڳالھ پلي ڪئي اٿائين تہ، ٿوڙ رواج رسمون ...... وارو بيت (هڪڙوئي) ڏئي هن جي معنىٰ سمجهائڻ ۾ جان ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي اٿائين. هن مضمون لاءِ 24 ڪتابن جا نالا حوالن لاءِ درج ٿيل آهن. هي مضمون مولانا عبيدالله سنڌيءَ جا پوئلڳ ضرور پڙهن ڇو تہ 6 صفحن جي مضمون ۾ 4 صفحا ان تي لکيل آهن.

ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر، مضمون ـ 'فڪر سچل'،'سرمست 1997/17ع': سائين ساڍن ٽن صفحن جي مضمون ۾ رڳو واويلا ڪئي آهي تہ سچل تي اهڙو ڪم اجا تائين ڪو نہ ٿيو آهي جنهن کي هٿن ۾ کڻي لوڪ اڳيان آچ ڪندي سر فخر سان اوچو تي سگهي. ان فڪر ۾ سائين "فڪر سچل" واري ڳالھ بہ پلجي ويو آهي تہ ان جو فڪر ڪهڙو هو، تي سگهي ٿو هن بہ ٻين وانگر فڪر ڳولهڻ جي ڪوشش ڪئي هجي پر مايوس ٿيڻ ڪري سيني تي تنقيد ڪري سيني کي پاڻ برابر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هجائين.

انعام شيخ (جنهن ۾ بہ ٿوري گهڻي اميد هئي) پنهنجي مضمون، 'سچل سائين جو فڪر ۽ اڄ جو قلمڪار'، 'سرمست 1998/18ع' ۾ لکي ٿو:

> "سنڌي ساهت ۽ سمجھ جي کيتر ۾، جن غير معمولي شخصن پنهنجو پاڻ سماج جي بهتريءَ لاءِ ارپيو ۽ پنهنجي خدا داد صلاحيت کي عام ماڻهوءَ جي سڌاري لاءِ ڪم آڻيندي اڻمٽ نقش ڇڏيا، تن منجهان سچل سائين مٿاهين جاءِ والاري ٿو. صدين کان غلاميءَ جي اس ۾ سڙندڙ سنڌ ۽ بيوسيءَ جي گهاٽي ۾ پيڙجندڙ مسڪين ماڻهن جي ڇوٽڪاري ۽ ساڻن اڻٽٽ سنبنڌ

جي سلسلي ۾ جيڪي پختا بنياد لطيف سائينءَ رکيا
هئا، سچل انهن بنيادن تي هڪ اهڙي فڪري رويي
کي جنم ڏنو، جنهن ۾ انسان دشمن ۽ استحصال پسند
قوتن کي کلي عام للڪار هئي. هن رويي ۾ سماجي
خرابين تي سڪٽي ٽيڪاٽپٽي ڪرڻ ۽ داخلي احساسن
جي سطحي اُپٽار بجاءِ واضح ۽ سڌو پيغام هئو. جنهن
پيغام تي اڳتي هلي ڪيس سنڌ جي اتهاس ۾ هڪ
غيرمعمولي شخص، شاعر ۽ مفڪر جي روپ ۾ امرتا
بخشي ڇڏي.“ (پيراگراف گرئمر جي غلطين ڪري
سمجهڻ ۾ مشڪل پيدا ڪري ٿو پر هتي اسان جو ان
سان واسطو نہ آهي).

اها خبر نہ ٿي پوي تہ لطيف سائينءَ جا اهي ڪهڙا بنياد هئا
جن تي سچل اهڙي فڪري (الائي ڪهڙي) رويي کي جنم ڏنو
جنهن ۾ انسان دشمن ۽ استحصال پسند قوتن کي کلي عام
للڪار هئي. ڇو تہ انهن ٻنهي ڳالهين جي ڪابہ نشاندهي
ڪونهي. اڳتي سائين جن لکن ٿا، ”اهڙي صورتحال ۾ نلهيون
شاعراٽيون موشگافيون ڪرڻ، عوام کي فني،پيچيدگين جو
شڪار بڻائي، مٿانئن پنهنجي علميت ۽ فضيلت جو داٻو ڏيڻ
سان مسئلي جو حل نہ ملي سگهندو، ۽ نہ وري رياڪاري
ڪندي ٻاڪر ڪٽو برپا ڪري. ڳوڙها ڳاڙي تواريخ وٽ دائمي
طورعزت ماڻي سگهبي. تنهنڪري هن پنهنجي رد عمل کي
ظاهر ڪندي چيو:

پنهنجي ذات لڪائي، ڪيئن ٻي ذات سڏايان!
ظاهر ڪريان ذات کي، تا هيءُ بت پڄايان،
منصوريءَ جي موج ۾، ٿو اناالحق الايان،

وادي؏ جي وحدت جي گهوري سر گهمايان،
اعلي اعظم شان جي، نوبت نينهن وڄايان،
ظاهر باطن هڪڙو، آئون تا حڪم هلايان،
"سچو" سارو سچ ٿيو، حڪمت هي؏ چلايان"

جيڪڏهن انعام شيخ جي متين بيان کي درست مڃجي ته پوءِ ڏنل بيت سچل کي اهو ئي ثابت ٿو ڪري جنهن کي دوست نندي ٿو چوته هن به ته پنهنجي ردعمل کي فن، شاعراڻي موشگافي؏ ۾ ظاهر ڪيو، ڪو عملي قدم ته ڪونه ڪنيو. ان ردعمل طور جيڪو بيت ڏنو ويو آهي اهو ته ليڪڪ جي ڳالهه جي بنهه ابتڙ آهي. ليڪڪ چوي ٿو"نلهيون شاعراڻيون موشگافيون ڪرڻ...... پنهنجي علميت ۽ فضيلت جو داٻو ڏيڻ سان مسئلي جو حل نه ملي سگهندو......" بيت تي غور ڪيو اهو ئي ته سچل چوي ٿو ته مان اناالحق ...... اعلیٰ اعظم شان .... آئون تا حڪم هلايان .... ان کان وڌيڪ داٻو ڪهڙو ٿيندو؟

سائين جن 'سرمست 1991/11'۾، 'ڇا درازن ۾ اڄ ناهي سچل؟'! 12 صفحن تي لکيل مضمون ۾ غير لاڳاپيل مغربي مفڪرن ۽ مغربي فڪر جي پرمار ڪئي آهي. آئن اسٽائن جي نظريي اضافيت کي برگسان جي "اڻ لکي لهر" جو نتيجو ثابت ڪيو آهي ۽ چلي؏ جي آمر پنوشي کان آندري سخاروف تائين نالا ياد ڪندو نظر اچي ٿو، جيڪو ظاهر ظهور نه صرف غير ضروري لڳي ٿو پر ان ڪوشش کي نروار ڪري ٿو ته ٻڌل/ پڙهيل ڳالهين کي هرو ڀرو ڪٿي نه ڪٿي ٽانڪي ثابت ڪجي ته هيترو سارو پڙهون پيا ۽ ڄاڻون ٿا، جڏهن ته ايئن

ڪرڻ سان ڪڏهن ڪڏهن بهتر ڄاڻ فائدي بجاءِ نقصان ڪار ثابت ٿي پوندي آهي.

انعام صاحب لکي ٿو تہ ”هو پنهنجي فڪر جي اندر نہ رڳو سراپا احتجاج آهي پر انهيءَ سان گڏ منجهس سورهيائي، وڙهڻ جو عزم (Militancy) ۽ روين کي ڪلهو ڪلايو پيش ڪرڻ جي اها خوبي آهي جيڪا تاريخ ۾ ڊايوجينس، سقراط، برونو، ابن علي، حسين بن منصور، واصل بن عطا، سرمد، مخدوم بلاول ۽ شاهہ عنايت جو ورثو رهي آهي. هو انهن روايتن جو امين شاعر آهي، جنهن ۾ فڪر ۽ عمل جون ڏياٽون هڪ ئي وقت روشن ٿين ٿيون، جتي مصلحتون ۽ رڪاوٽون ثانوي حيثيت اختيار ڪري وڃن ٿيون.“

مسئلو اهو آهي تہ سچل تي لکون يا انهن ڪردارن تي؟ (دوست کي گذارش آهي تہ گهٽ ۾ گهٽ ”برونو“ کي تفصيل سان پڙهي.) تاريخ تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ ڏنل ڪردارن مان ڪنهن هڪ بہ فطرتي موت نہ ماڻيو. انهن کي سچ ۽ حق تي مستحڪم بيهڻ ڪري اذيتون ڏئي ماريو ويو. سچل جي دور ۾ سنڌ تي ڪيترائي حملا ٿيا، ڪوڙ اندروني جنگيون لڳيون، پر سچل جي مليٽنسيءَ، سورهيائيءَ ۽ وڙهڻ جي عزم جو الائي ڇا ٿيو؟ تاريخ ۾ تہ ان قسم جو ڪو بہ حوالو نہ ٿو ملي. تہ پوءِ انهن جي ورثي ۽ روايتن جو امين ڪيئن ٿيو؟ فڪر ۽ عمل (جيڪو ڪٿي بہ نظر نہ ٿو اچي) جون ڏياٽون هڪ ئي وقت ۾ ڪهڙيون روشن ڪيائين. ڄاڻايل ڪردار تہ پنهنجي فڪر جي پوئواريءَ ۾ ڪسجي ويا، زهر پيتائون گهاٽي ۾ پيڙهايا ويا ۽ سچل؟ عجيب ڳالهہ اها آهي تہ سائين چوي ٿو تہ انهن مصلحتن کي ثانوي يعني ٻئي نمبر

تي (پر) اهميت ڏني. جڏهن ته انهن ڪڏهن به ڪنهن به مصلحت ڪي ڪا به اهميت نه ڏني، ٻئي، ٽيئن يا چوٿين نمبر تي به اهميت ڏين ها ته گهٽ ۾ گهٽ سڪون جو موت ماڻن ها. ساڳئي مضمون ۾ پورا 6 صفحا اديبن ۽ بيوروڪريٽس جي خوشامدي روين ۽ مڪارين تي ڦٽ لعنت ۽ مهڻن سان ڀريل آهن. (جنهن لاءِ منهنجو هڪ دوست چوندو آهي ته اسان وٽ اهي ڳالهيون ان وقت تائين ڪيون ويندیون آهن جيستائين پاڻ ڪنهن گول ڦرندڙ ڪرسيءَ تي نه ٿو ويهجي).

ساڳيو دوست 'سرمست 1999/19' ۾ پنهنجي مضمون، 'سچل سرمست هر دور جو رهنما شاعر' ۾ ڪنهن به اهڙي وضاحت، فڪر ۽ اهڃاڻ جي نشاندهي ڪري نه سگهيو آهي جنهن مان سندس عنوان ڪي ڪا ذري برابر هٽي ملي. هٽي ملي به نه ٿي سگهي ڇو ته اهو ڪيئن ممڪن آهي ته ڪو مفڪر يا شاعر هر دور جو رهنما هجي، ڀلا جيڪو دور ايندو جنهن جي خبر ناهي، ڇو ته اڃا تائين ڪابه شيءَ دنگ ناهي ٿي ان جي باوجود ته انسان سان لاڳاپيل سيني مضمونن ۽ شعبن ۾ خاطر خواهه ترقي سامهون آئي آهي، پر اڃان به حتمي ڪابه شيءَ نه آهي ته پوءِ ان جي رهنمائي ڪيئن ڪندو؟ ڪهڙي خبر ته ڪهڙو دور ڪهڙي شڪل ڪهڙا خيال، فڪر، فن ۽ خوشيون يا مصيبتون ڪٺي ايندو؟ ڇا ڀلا سچل کان اڳ گذري ويل دور جو به سچل رهنما هو؟ جي هو ته پوءِ اهو دور ته اڃايو ويو ڇو ته ان ۾ ته سچل جي شاعري ته پهتي ئي ڪونه! ته پوءِ اهڙي دعوىٰ جو ڇا مطلب؟

- ملڪ جا مالڪ ٻيا هن، تون وچون ٻيڻين ٻٽي،

هي ڪنهين هن حال ۾، توکي وڏوهستيءَ هٽي. (سچل)

سچل جو مٿيون بيت ڏيندي هو لکي ٿو "هنن ٻن سٽن ۾ اسانجو بي مثال شاعر ان دور جي سياسي صورتحال ڏانهن اشارو ڪندي اڻ سڌيءَ طرح ميرن جي زوال جي نه رڳو پيشن گوئي ڪندي نظر اچي ٿو، بلڪ رياستي ۽ حڪومتي معاملن ۾ سندن نا اهلي ۽ بد عنوانيءَ جي نشاندهي به ٿيندي محسوس ٿئي ٿي."

پهرين ڳالهه ته ان بيت مان پڙهندڙ ڪيل ڳالهه پاڻ ڳولهن يا دعوىٰ ڪندڙ کان پڇن. اجا به بهتر ٿيندو ته اصل معاملو ڇا آهي جي خبر لهن؟ باقي هر ڪنهن جي مرضي ته ڪهڙي به معنىٰ ڪڍي! پرگهٽ ۾ گهٽ چاليهين پتي ته لڳي. ٻئي ڳالهه ته اڻ سڌيءَ طرح ڇو؟ هو ڪنهن کان ڊڄي پيو ڇا؟ دوست ٻيو بيت (انهن ئي ورجايل بيتن مان) ڏنو آهي:

- ماٺ ڪريان ته مشرڪ ٿيان، ڪڇان تان ڪافر،
انهيءَ وائيءَ ور، ڪو سمجهي سچيڏنو ڇوي.

شايد ليکڪ کان وسري ويو آهي ته ان کان اڳ هو 'سرمست 11' ۾ 12 صفحا ان ڳالهه تي ڪارا ڪري چڪو آهي ته سچل سچ چيو آهي، کلي عام چيو آهي. ان کا علاوه 'سرمست 18' ۾ ليکڪ لکي ٿو ته "سچل جي کلي عام للڪار هئي......." هن جو اڳ ۾ ذڪر اچي چڪو آهي جنهن ۾ فني پيچيدگين کي به نديو ويو آهي ته پوءِ "ماٺ ڪرڻ سان مشرڪ، ڪڇڻ سان ڪافر....... ۽ ورن کي ڪو سمجهي......" ڇا آهي؟ سچل ته اهو به چئي ٿو ته مرد ته مام ۾ ڏين ٿا، هي ٿا چون ته هن کلي عام للڪار ڪئي آهي. پير تي ڏونڪو هنيو

آهي. سچل تي لکندڙن جي چوڻ تي هلجي ته مونجهارو پيدا ٿئي ٿو ته ڇا سچل ڪلي عام ۽ ظاهري ڪا ڳالھ ڪئي آهي يا مام ۾ ڪئي آهي؟ ۽ تقرير يا تحرير ڪرڻ واري ان کي پڙهيو/ سمجهيو به آهي؟

'ڪاوش 4 جنوري 1999ع' ۾ 'سنڌ جي منصور کي سلام' ۾ ليکڪ گهٽيون ئي ڳالهيون ڪيون آهن جن جو جوهر جي سندس هنن لفظن کي ونجي. "ڪو به فنڪار جيستائين آسپاس جي ڏک، مصيبت، انياءُ ۽ ڏاڍ کي پنهنجي دل تي محسوس نٿو ڪري، ڪو به شاعر جيستائين انساني زندگيءَ سان لاڳاپيل پيچيدگين جي حل لاءِ پاڻ نٿو پتوڙي تيستائين سندس فن، لکيت يا شعر ۾ اها مستي، ارپنا ۽ ترنگ پيدا نٿي ٿئي جيڪا فيصلہ ڪن تبديليءَ لاءِ راھ هموار ڪري. اها پروڙ سچل جهڙي سگهاري ذهن کي روايتي درگاھ قائم ڪرڻ يا اقتدار جي طرف راھ سمجهڻ واري وسيلي بجاءِ فڪري، سياسي ۽ سماجي تبديليءَ جو اهم ترين هٿيار ڳڻيو. نہ رڳو ايترو پر ان هٿيار جي مناسب ترين استعمال لاءِ رستو پڻ منتخب ڪيو. اهو رستو هيءُ هئو تہ پنهنجي دور جي قائم ٿيل روايت پٺي (Statusquo) تي سخت وار ڪجي. ملاازم جي لاڳو ڪيل شريعتي بند کي ڀجي، هڪ طرف ماڻهن جي لاءِ سدا بهار فڪري وهڪرن کي کولجي تہ ٻئي پاسي عوامي سجاڳيءَ واري مشن تي عمل ڪندي عام ماڻهوءَ منجھ خودي، عزت نفس ۽ حيثيت جي احساس (Self Realization) کي سگهارو ڪجي. ايئن ڪرڻ سان ظاهر آهي تہ سنڌي عوام جي ذهني ۽ جسماني ضرورتن جو پورائو ممڪن ٿيندو ۽ جڏهن اهڙي حاصلات ٿيندي تہ عوام خود بخود روحاني پاڪيزگي

اختيار ڪندو ۽ استحصال کان وانجهيل سماج جي جوڙ جڪ ممڪن ٿيندي.“

سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي تہ مختلف مڪتب فڪر تہ نهيو پر ساڳيا ماڻهو سچل کي هڪ طرف سرمست ٿا ثابت ڪن تہ وري ٻئي طرف کين انقلابي ۽ سائنسي جدوجهد جو هڪ اهم مفڪر قرار ڏنو ٿو وڃي. ڪڏهن پير تي ڏونڪو هٽندڙ، للڪاريندڙ جڏهن تہ ڪن تہ ڪائنس گجگوڙ بہ ڪرائي آهي تہ وري ڪچڙ تي ڪافر ٿيندڙ. يعني سچل دنيا جو واحد مست بلڪ سرمست آهي جنهن جي مستي ۽ سرمستي سائنسي ترقي ۽ انقلابي جدوجهد ۾ شمار ڪئي ويندي. بقول ليکڪ جي فيصلہ ڪن تبديليءَ لاءِ مستي ڪرڻ ضروري آهي.

گهٽ ۾ گهٽ مون کي تہ سچل جي شاعريءَ ۾ فيصلہ ڪن تبديليءَ واري ڪا شيءَ نہ ملي، ڇوتہ سڄي شاعري تضادن سان ڀري پئي آهي. خبر ناهي تہ اسان جا لکندڙ جيڪي ڳالهيون هن جي شاعريءَ جي حوالي سان ڪن ٿا اهي هُن جي من ۾ هيون بہ الائي نہ. سنڌس ڪٿي بہ سياسي وابستگي نظر نہ ٿي اچي، ڪٿي بہ سماجي انياء خلاف هن جو ڪو عمل رد عمل يا ڪو ڪردار بہ نظر نہ ٿو اچي، هن جي ڪنهن نا انصافيءَ خلاف حاڪمن وٽ ڪا سفارش بہ تاريخ ۾ نہ ٿي ملي، جڏهن تہ حاڪمن جي ٻاجهہ هن تي تمام عمر رهي. جيستائين عوام ۾ ان جي روحاني پاڪائي، ان جي حيثيت ۽ چڱ ڀلائي جي ڳالهہ آهي تہ غريب مسڪين عوام کي هو چاٿو سمجهي ان لاءِ سر ’نوري ڄام تماچي‘ ڪافي آهي. (ان تي اڳتي ويچار ڏنل آهن).

اجا اڳتي هلون، ’ڪاوش 23 ڊسمبر 1999ع‘ جي هڪ مضمون ’سچل سرمست سنڌ جي اجتماعي درد ۽ آجپي جو نقيب‘ ۾ هو لکن ٿا:

”انهيءَ حوالي سان اسين چئي سگهون ٿا تہ ساڳئي سال هڪ طرف سنڌ جو اقتدار اعلي (Sovereignty) جيڪڏهن سنڌين کي موٽي مليو تہ ٻئي طرف هن سرزمين تي فڪر ۽ روحانيت جو هڪ اعلي صاحب بہ جلوه افروز ٿيو. هن ڌرتيءَ سچل جي صورت ۾ هڪ اهڙي عظيم دماغ جو قرب حاصل ڪيو، جنهن نہ رڳو حالتن جي عڪاسي ڪندي فڪري مزاحمت جي هڪ دور جي اوسر پر حالتن کي تبديل ڪرڻ لاءِ بہ جرئت پرئي پيغام کي عام ڪيو. هن سنڌ منجهه رجعت پسندي، مذهبي شدت پسندي ۽ انسان دشمن روين جي پاڙ پٽڻ لاءِ پنهنجي شاعريءَ کان ڪنهن تلوار وارو ڪم وٺندي تصوف جي ساهہ سڏير ڪندڙ روشنيءَ کي خاص ۽ عام تائين پهچائڻ ۾ ڪاميابي ماڻي، پر اهڙي معراج کي ماڻيندي سچل سائين ڪهڙين حالتن منجهان گذريو ۽ تبديلين جي تيز ڪن ۾ ڪيئن پنهنجي فڪري وحدت برقرار رکڻ ۾ ڪامياب ٿيو؟ ان لاءِ هڪ ڀيرو ٻيهر سنڌ جي سياسيت واري تاريخ جو جائزو وٺڻو پوندو.“

برابر شاعري تلوار کان وڌيڪ ڪم ڪري سگهندي آهي، هتي اهو چيو تہ ويو پر اهڙي ڪا بہ ڳالهہ نروار ڪري نہ سگهي وئي آهي.

سائين جن چون ٿا، ”سچل جي ڪلام جو گهرائيءَ سان مطالعو ڪرڻ تي خبر پوندي ته سندس شعوري پيغام جو محور ٻه نڪتا رهيا آهن.

(1) مذهبي ڪٽر پڻي کان آجي صوفياني آزاد خياليءَ جي بنياد تي بيٺل سنڌي سماج جي اڏاوت.

(2) صدين کان هيسل ۽ دٻيل سنڌي قوم منجهه بغاوت ۽ للڪار ۽ ويڙهه جي جذبي جي جڙاوت“

پهرين ڳالهه ته ٻئي نڪتا پنهنجي نظام، نفسياتي ۽ سماجي بيهڪ ۽ سوچ ۾ هڪ ٻئي جي ابتڙ آهن. جنهن صوفي ازم جو پوئلڳ سچل کي چيو وڃي ٿو ان جي شروعات ۽ خاتمو اسلام ۽ ان جي شريعت ۽ ان جي پابندي آهي ته پوءِ ”صوفياڻي آزاد خيالي“ ڪٿان آئي؟ ’صوفياڻي آزاد خيالي‘ خود هڪ متضاد ڳالهه آهي. جن صوفين جا خيال ورجائن ٿا اهي ته آزاد خيال نه پر هڪ ٽِڪ جا پابند هئا، مرندي مري ويا پر ان کان آزاد نه ٿيا.

تصوف ۽ صوفين جي سڄي تاريخ (Passive) غير اڳرائي، هر مصيبت صبر سان برداشت ڪرڻ، سڀ مسئلا مالڪ جي مرضي سمجهي، بنا ڪنهن ردعمل جي راحت طور قبول ڪرڻ ۽ خوش ٿيڻ جي آهي، حق سان ملي هڪ ٿيڻ جي آهي. هن جو، جدوجهد، جهيڙي، انتقام ۽ حڪومت سان ڪوبه واسطو نه رهيو آهي. مڙئي صوفي ان تي متفق آهن ته سڀ ڪجهه هو پاڻ ڪري ٿو ان ۾ مداخلت شرڪ آهي، ٻيو ته اسان جو دنيا سان ڇا وڃي؟ پاڻ کي ڳولهيو ۽ فنا في الله ٿي وڃو. جيستائين حڪمرانن جو صوفين جي خلاف ٿيڻ جو تعلق آهي ته تاريخ ٻڌائي ٿي ته شاه کان وٺي شاه جي وفادارن کي

صوفين کان ڌج هوندو هو تہ سنڌن عياشيون ۽ نڳيءَ جي ناہ تي بينل عوام جي انهن اڳيان اطاعت ڪٿي ختم نہ ٿي وڃي. هو پنهنجي مفاد ۾ حڪمرانن ۽ صوفين جي وچ ۾ غلط فهمين کي هوا ڏيندا رهندا هيا. صوفين کي تہ پرواھ نہ هوندي هئي پر حڪمران اقتدار جي بقا لاءِ پريشان ضرور رهندا هيا، پوءِ حڪمران ڪوشش ڪندا هيا تہ صوفين کي بہ دربار ۾ عزت ۽ وظيفو ڏئي درباري ڪجي ۽ درباري صوفين جا ڪوڙ مثال ۽ واقعا تاريخ جي هر دور ۾ ملن ٿا. ٻئي صورت ۾ صوفين جو درباري نہ ٿيڻ تي (جيڪو ڪا بہ ذميواري نہ کڻڻ ڪري هوندو هو) کين خطرو محسوس ٿيندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن بغاوت ٿي پوندي هئي.تاريخ شاهد آهي تہ ٻاهرين حملہ آورن کي سڀ کان وڌيڪ مدد صوفين کان ملي، چو تہ هو رضا تي راضي رهڻ جا قائل، جن جو جدوجهد يا جهيڙي سان ڪو واسطو نہ آهي. خاص طور ايشيا ۾ ڏارين، صوفين جي ظاهر ظهور ۽ لڪ شپ ۾ وڏي مدد ڪئي. هنن صوفين، درويشن ۽ پيرن جي ڪاني ڪرامتن (ڪوڙين) جي وڏي منظم واکاڻ ڪئي تہ جيئن عوام هر مسئلي جي حل لاءِ عملي ڪوشش يا رياست سان ٽڪر ۾ اچڻ بجاءِ انهن درويشن ڏانهن راغب رهن، جيڪي جنهن لاءِ چاهن ان کي مالامال ڪري ڇڏين. ايئن هنن عوام جي قومي غيرت کي بي حس ڪندي عام ماڻهن کي تصوف جي دلدل ۾ غرق ڪيو.

متين ڳالهہ کي بہ اهو چئي رد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي تہ شاہ عنايت جدوجهد ڪندي سر ڏنو. پهرين ڳالهہ تہ شاہ عنايت ڪٿي بہ صوفي هجڻ جي دعويٰ نہ ڪئي آهي. هو جيئن تہ استحصال خلاف هو، بين الاقواميت پسند هو، سيني

انسانن کي واجب التقرير سمجهندو هو، هو اقتصادي برابري "جو کيڙي سو کائي" ۽ پورهيو ڪري اجورو وٺڻ جو حامي هو ۽ ان ئي بنياد تي هن جدوجهد ڪئي،ان ڪري ئي ڪيس سوشلسٽ چيو وڃي ٿو. پر جي اها ڳالهه مڃجي به ته هو صوفي هو ۽ هن ثابت ڪيو ته صوفي سماج کان ڪٽيل ۽ بيگانو نه پر هر اول دستو هوندو آهي ته پوءِ مٿين نقطي نمبر 2 کي ڇا چئون؟ ڪيئن مڃون ته سنڌي قوم صدين کان هيسل ۽ ڊپيل هئي بغاوت، للڪار ۽ ويڙهه جي جذبي کان خالي هئي؟ ته پوءِ مخدوم بلاول، غلام شاه ڪلهوڙي ۽ شاه عنايت سان ڪير هئا؟ ايراني، عراقي يا افغاني؟ ميان وال تحريڪ ڇا هئي؟

جهوڪ جو واقعو ته سچل کان ٿورو اڳ جو آهي. سچل وارو دور به سنڌي ماڻهن جي جيئڻ جي جتن سان ڀريو پيو آهي، تاريخ ٻڌائي ٿي ته سنڌي قوم هيسيل نه هئي، مسلسل پنهنجي بقا جي جنگ ۾ مصروف هئي جنهن ۾ سچل جو ڪو به ڪردار تاريخ نه ٿي ٻڌائي. يوسف شاهين پنهنجي ڪتاب 'شاه لطيف سنڌ جي آزاديءَ جو پهريون عظيم شاعر' جي صفحي 21 تي لکي ٿو، "عربن کان پوءِ سنڌين "قبضاگيرن" کي ڪڏهن به سنڌ ۾ سُک جو ساهه کڻڻ نه ڏنو. عربن کان ارغونن، مغلن ۽ انگريزن جي دور تائين سنڌين، آزاديءَ لاءِ ايڏي ته بهادريءَ سان ڪيترين ئي جنگيون ڪيون، جيڪي اسان جي تاريخ جو "سونهري باب" آهن. تغلقن جي دور ۾ سنڌ، هندوستان جي طاقتور بادشاهن، محمد تغلق ۽ فيروز تغلق سان مهاڏو اٽڪايو، سنڌين فيروز تغلق کي ناقابل تلافي

تاريخي شڪست ڏني، جنهن ۾ فيروز تغلق جا نوي هزار ڪان وڌيڪ فوجي سنڌ ۾ قتل ٿي ويا.“

انعام شيخ پنهنجي بيان جي ٽيڪ ۾ هي بيت ڏنو آهي.

”بندرابن مين بينڪ ميري
رمز سچل دي الٿ اريڙي
گنگا جمنا وچ شنان
نانڪ لڇمڻ ميرا نام“

مان ٿورو منجهي پيو آهيان، گنگا جمنا ٻئي هڪ ئي مڪتب فڪر (ڌرم) جي نمائندگي ڪن ٿيون اهڙيءَ طرح نانڪ ۽ لڇمڻ آهي. پوءِ مذهبي فرق يا ڪٽر پڻو وغيره انهن ۾ ڪيئن سمايو، جنهن ڪي هي بيت ختم ڪرڻ جي ڳالهه ٿو ڪري. ان بيت ذريعي هو چوڻ ڇا ٿو چاهي؟

باقي شعر تہ ظاهر آهي اهي ئي ورجايل آهن، پوءِ يلي تاريخي شعور جي ڳالهہ هجي، عظيم فڪر جي ڳالهہ هجي يا انقلابي جدوجهد ڪي سچل جي سنڌي شاعريءَ مان ثابت ڪرڻ جي ڳالهہ هجي يعني:

- وقت اها ٿي ويل، دوئي دور ڪرڻ جي
ڪڍ مذاهب من مان، ساجهر ساڻ سويل
هندو مومن سان ملي، محبت جا ڪر ميل
متان ٿئي اويل، اولهہ سج نہ لهي.
(نوٽ — اول واري بيت ۾ ’اولهہ سج نہ اُلهي‘ آهي)

- اولهہ سج نہ لهي، متان ٿئي اوير
ميڙي ويندئي مغربي، تاريڪيءَ ۾ تير
ڇڏي وينديئ ڇپرين ڍونڍين سندا ڍير

مرد ڏين ٿا مام ۾ ماٺيڪي متير
وجهہ اٿي وجهہ پاڻ ۾، هيڪڙائي جي هير
نا سوڌي ناخيز، نپٽ پوءِ نابود ڪر

- ٿوڙ رواج رسمون ساريون، مرد ٿئين مردانو
وهہ سچل ڪڍ ٻانهپ وارو شملو ٻڌ شاهانو

سچل سرمست جا اهي ئي چند بيت جيڪي 20 ڪان وڌ ناهن، پيا ٿا ورجائجن، بس اها خبر نہ ٿي پئي، تہ اهي پهريون ڪنهن استعمال ڪيا؟ انهن جا ايترا ۽ اهڙا تہ مطلب ڪڍيا ويا آهن، جو هوند سچل بہ ٻڌي ها تہ ڏندين آڱريون اچي وجنس ها. اڳتي لکيو وجي ٿو:

”حسد، فرقي پرستي،ٽولي بازي ۽ بي عملي جي ڌٻڻ ۾ لچندڙ سنڌي عوام جيڪڏهن هاڻي بہ پنهنجي ذهن جي مهار سچل جهڙي عوام دوست مدبر جي هٿن ۾ ڏيڻ تي راضي ٿئي تہ سندس گهرو ادراڪ اسان کي هڪ شاندار آئيندي جي خوشخبري ٻڌائي سگهي ٿو.“

اسان کي تہ ڪو بہ اعتراض ناهي پرالائي چو ڌٻڻ ۾ لچندڙ سنڌي عوام پنهنجي ذهن جي مهار سچل جهڙي مدبرشاعر جي هٿن ۾ ڏيڻ تي راضي نہ ٿو ٿئي.

ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر ’سرمست 1999/19‘ ۾ پنهنجي مضمون، ’سچل سرمست ۽ روشن خيالي‘ ۾ لکي ٿو:

”سچل سائين جي ڪلام جو مطالعو قطعي اهو باور ڪرائي ٿو تہ سندس جنگ مُلي جي فڪر سان ناعاقبت انديش پاليسيءَ جي ڪري رهي.“

خبر نہ ٿي پوي تہ هو ناعاقبت انديش ڪنهن ڪي ٿو سمجهي،سچل کي يا مُلي کي؟

اڳتي لکي ٿو "سرمست جي ڪلام جو وڏو حصو عوام جي آهن ۽ آزين جي صدائن جي ترجماني ٿو ڪري" هو تہ الله آپ ٻڻجڻ جي ڳالھ ٿو ڪري، تہ پوءِ آهون ۽ آزيون ڇاجون؟ پلا اهي سندس ڪهڙي شاعريءَ ۾ آهن، اهو بہ جي ٻڌايو وڃي ها تہ ليکڪ جي مهرباني ٿي ها، ٻئي ڳالھ تہ (پوري مضمون مان) روشن خيالي ڪاڏي وئي؟

ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو'سرمست 1999/19' 'نوڙ رواج ۽ رسمون ساريون'، هن مضمون ۾ جنهن بہ ڳالھ کي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي ان لاءِ 14 بيت/ دوها ڏنا ويا آهن جن مان 10 بين شاعرن جا ۽ 4 سچل جا آهن. ان ڪان پوءِ مان سمجهان ٿو، تہ ان مضمون تي مون کي وڌيڪ لکڻ جي ضرورت نہ آهي.

ميان غلام حسين فاتح . 'سرمست 23' مضمون 'سچل سائين جو فڪر'، اڌائي صفحن جو هڪ سنو مضمون آهي. هڪ ئي نقطي تي لکيو اٿس اهو بہ بنا فلسفن ۽ فلسفين جي پنڌ ڪان سائين جن بہ بيت (پر ساڳيا)، مذهبن ملڪ ۾ ماڻهو، منجهايا ۽ 'ڏسو عشق جو انصاف، سيئي مذهب ڪيائين معاف'، ڏنا آهن. مون کي لڳي ٿو تہ هن کي ٻيا فڪري بيت نہ مليا آهن نہ تہ ضرور ڏئي ها.

ساڳئي دوست جو هڪ ٻيو مضمون 'حضرت سچل سرمست جو فنا بقا جو فڪر'، 'سرمست2003/24' ۾ پڙهڻ لاءِ مليو. تقريباً ان حوالي سان ڪيل تمام مطالعي مان ساڳئي ماڻهوءَ جو هي ٻيو مضمون ملي ٿو جيڪو وري بہ صرف هڪ

نقطي کي ڪٽي سچل جي حوالي سان سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جي سنجيده ڪوشش ڪري ٿو. منهنجي پهرين ڪيل ڳالهه جي بہ تصديق ٿي وئي، هُن هن مضمون ۾ نوان بيت ۽ اهي بہ سمجهہ پريا ڏنا آهن ۽ انهن جي روشنيءَ ۾ سچل جي سوچ کي چٽڻ جي سٺي ڪوشش ڪئي آهي.،

- پڙهيم نمازون رکيم روزا
پر پرو پرين جو، ڪو نہ پيو مون

۽

- عشق لڳئي تہ ڪر آمين، نا منجهہ ڪفر، نا منجهہ دين.

هو واضع ڪري ٿو تہ سچل وٽ فنا ۽ بقا جو مشاهدو هو ۽ هو هر ڪنهن کي اهو ٻڌائڻ پيو چاهي تہ هر ڪنهن ۾ بہ ڪردار فنا ۽ بقا موجود آهن.

- پاڻ وڃائي پاڻ ڳولهي لهج پاڻ کي،
منجهان ئي پاڻ کي پوندئي ڄاڻ سڃاڻ.

هو ورائي ورائي ڪُنيل بيت ۽ انهن تي بي سمجهيءَ ۾ دعوائون يا رڙيون نہ ٿو ڪري بلڪ سچل جي شاعريءَ مان سچل کي سمجهڻ جي سنجيده ڪوشش ڪري ٿو.

مون ڪوشش ڪئي تہ سچل تي سندس لکيل ٻيو مواد ملي پر صرف هڪڙو ٻيو مضمون 'سچل سائين جو عقيدو' 'سرمست 2004/25' ۾ مليو. اهو بہ اڄائي پٽاڙ ۽ پرائي ڳالهہ ڪري سچل جو نالو ڏيڻ واري بدعت کان بچيل هو. (ليکڪ سان منهنجي ڪا بہ ڄاڻ سڃاڻ نہ آهي.)

ڊاڪٽر ملڪ نذير . 'سرمست 2004/25'، مضمون 'ڪائنات، زندگي ۽ مذهب بابت سچل جو اظهار'. ان باري ۾ مان صرف

اھوئي چئي سگھان ٿو تہ پلا ضروري تہ نہ آھي تہ ايڏا وڏا فڪري عنوان ڏجن. مضمون تي غور ڪجي تہ سادا چار صفحا شاعري آھي باقي ٽي صفحا آھن يعني ڪائنات ۔ زندگي ۔ مذھب ۽ وري انھن جي باري ۾ سچل جو خيال ۽ ليکڪ جو تجزيو سڀ ھڪ ھڪ صفحي ۾ ڪمال آ!

فڪر جي ئي حوالي سان ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو جو مضمون 'سماجوادي شاعر سچل' جي عنوان سان 'سرمست29/2008' ۾ مليو ٿو. ايئن چئجي تہ ان مضمون ۾ منصور بن حلاج جو احوال ڏئي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آھي تہ سچل ان جو پوئلڳ ھو. آخري سٽن ۾ ليکڪ لکي ٿو: "من کي بحر جيان لبريز ۽ بي قرار رکڻو. ويھڻ موت آھي. جستجو ۾ قرار آہ ۽ اھا بنا تفريق سڀ لاءِ ھجي. انھي سان ئي سچل سماجوادي سوچ کي سڦلتا ۽ مريادا ملندي."

مون کي ڪڏھن ڪڏھن ايئن لڳندو ھو تہ شايد ڇاپڻ وارا ٿوڙي مروڙي شايع ڪن ٿا، پر ڪڏھن بہ ان حوالي سان لکندڙ يا پڙھندڙن پاران ڪا شڪايت سامھون نہ آئي. ان جا ٻہ سبب ٿي سگھن ٿا، ھڪ تہ جيئن ھنن لکيو ايئن ئي ڇپيو، يا وري ڇپجڻ کان پوءِ ڪنھن بہ نہ پڙھيو. بيانن جا تضاد ۽ تڪرار (ھڪ ئي مضمون ۾) تہ ڪيترا مون پڙھيا، ڪوڙ اھڙا بہ ھيا جن کي پڙھڻ لاءِ تہ مون وقت ضايع ڪيو، پر انھن تي لکڻ لاءِ پنھنجو ۽ ٻين جو وقت ضايع ڪرڻ مناسب نہ لڳو ڇو تہ انھن تي لکڻ ڪجھ بحثي ئي ٿئي ھا.

حيران ٿيڻ جي ڳالھہ اھا آھي تہ ھڪ سٽ جي اندر متضاد ڳالھيون بہ جام مليون. ٿورو غور ڪيو، مٿين عبارت ۾

سڏايو صاحب چوي ٿو، ”من ڪي بي قرار رکٿو . . . جستجو ۾ قرار آه“ هاڻي جستجو ۾ قرار آهي تہ پوءِ بي قرار رهڻ لاءِ جستجو نہ پر ويهڻ گهرجي، وري لکي ٿو تہ ويهڻ (جستجو نہ) موت آهي. هاڻي جي سچل جي سماجوادي (الائي ڪهڙي؟) سوچ ڪي سڦلتا ۽ مريادا ڏيٺي آهي تہ پوءِ پهريون طئہ ڪرٿو پوندو تہ قرار ۾ رهڻو آهي يا بي قرار رهڻو آهي؟ پوءِ وري فيصلو ڪبو تہ ماٺ ڪري ويهڻو آهي يا جستجو ڪرڻي آهي؟ انتهائي متضاد عبارت آهي؟

فڪر جي حوالي سان هڪ مضمون محترم نجم نور قلبوٽو جو ’سچل رحہ جي ڪلام ۾ سماجي فڪر‘، ’سرمست2008/29‘ ۾ ملي ٿو. محترم دعويٰ ڪري ٿي تہ ”سچل سائين ڪان پوءِ سنڌس درجي ڪو بہ شاعر هتي پيدا ٿي نہ سگهيو آهي. هو سالڪ، الاهي اسرار جو عارف، صوفي ۽ مجذوب هو. سماج جو ڪو بہ اهڙو موضوع ڪونهي جنهن تي سنڌس ڪلام نہ ٿو ملي“ اڳتي ڪيس وري سماجڪ سڏار شاعر بہ چوي ٿي! پهريائين تہ مان حيران ٿي ويس تہ سماج جي سيني موضوعن تي شاعري! چو تہ جيستائين مان سمجهان ٿو تہ انسان سان ٿي سماج آهي ۽ ان سان لاڳاپيل هر عمل ۽ سوچ سماج جو موضوع آهي. هاڻي سيني مضمونن مان ڪهڙا نالا ڪٿي ڪهڙا ڪڍجن؟ اهي سچل جي شاعريءَ ۾ ڪٿي آهن؟ بلڪ هڪ اڌڪي ڇڏي باقي هيڏا سارا ڪٿي آهن؟ ٿي سگهي ٿو تہ محترم وٽ سچل جي شاعريءَ جو ڪو اهڙو نسخو هجي جنهن جي ان ڪان علاوہ بي ڪنهن کي خبر ئي نہ هجي! هو مجذوب بہ هو، سماجڪ سڏار شاعر بہ هو، عظيم مفڪر ۽ قومي ۽ بين الاقوامي شاعر بہ هو. مجذوب تہ مان

هونئن بہ ڳولهيندو هئس پر ان پڙهڻ کان پوءِ مٿين معيارن تي پوري لهندڙ مجذوبن جي ڳولها مون تيز ڪري ڇڏي آهي، جو تہ هن مضمون لاءِ 12 ڪتابن جي مدد ورتي وئي آهي، ڪا مذاق جي ڳالهہ نہ آهي!

ساڳئي ليکڪا 'سرمست 27-2004' ۾ پنهنجي مضمون 'سچل سڪ، سونهن ۽ سچ جو شاعر' ۾ لکي ٿي. "هن ڌرتيءَ تي ڪائنات تخليق ٿي" (پهرين سٽ) پڙهندڙ ايمانداريءَ سان ٻڌائن تہ ڇا اهڙي مضمون کي اڳتي پڙهڻ تي دماغ آماده ٿيندو (پر اهو بہ ڇپجي ٿو) ڌرتيءَ تي ڪائنات (Universe) تخليق ٿيو يا هيءَ ڌرتي پڻ ڪائنات جو هڪ ذرو آهي؟ مضمون جو عنوان آهي سڪ، سونهن ۽ سچ ۽ بيت ڏنا ويا آهن، انڪساري، عاجزي ۽ سماجي درد جي عنوانن سان. هوءَ لکي ٿي، "عوام کي رنگ نسل، ذات پات، اونچ نيچ ختم ڪرڻ جا گس ڏيندو رهيو. عشق الاهي سچل جي فڪر جي معراج نظر اچي ٿو. سوئي ڪم ڪريجي جنهن وچ الله آپ ٻٽيجي". سوال اهو آهي تہ عشق الاهيءَ جو ٻين گسن سان ڪهڙو ڪم؟

'سرمست 2008/29' ۾ امام راشديءَ جو مضمون، 'سچل جو فڪري مرشد حسين بن منصور حلاج' تقريباً ستن صفحن جي مضمون ۾ ست سٽون سچل تي باقي منصور جو احوال آهي. مون کي ان تي اعتراض نہ آهي ڇوتہ عنوان ئي آهي، 'سچل جو فڪري مرشد منصور بن حلاج' اهو وڌيڪ بهتر ٿئي ها جي منصور جو فڪر ڏئي پوءِ ان جي مريدي سچل جيئن ڪئي بيان ڪجي ها.

تاج جويو تہ چوي ٿو سنڌ جو تصوف، هندستاني، ايراني وغيره جي تصوف کان مٿي آهي اسان جي تصوف ۾ انسان

سان محبت وغيره وغيره جو پهلو به آهي، جڏهن ته هُنن وٽ صرف، ظلم، مت ڀيد جي بنياد تي ورهاست وغيره کان ڌڪار وارو ناڪاري رخ آهي،اهڙي صورت ۾، اُنهن کي مرشد ۽ سچل کي مريد ثابت ڪرڻ خبرناهي سچل جي عقيدت مندن، سوچيندڙن ۽ سمجهه رکندڙن کي الائي ڪيئن لڳي؟

امرسنڌو - مضمون، 'سچل منصورقبيلي جو سنڌ ۾ آخري آواز'، ' آشڪار. 6'. تحقيقي جرنل، شاه سچل سامي نمبر . سچل چيئر شاه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور طرفان 2005ع ۾ ڇپيل. 'آشڪار6' جي باري ۾ سندس مرتب الطاف اثيم 'ڪتابت' ايڊيٽوريل ۾ لکن ٿا ته، ”هن شماري ۾ اسان اهي چند تحقيقي مقالا گڏ ڪري ڇپيا آهن جيڪي سچل چيئر پاران ڪوٺايل پنهنجي نوعيت جي پهرين ادبي ڪانفرنس جيڪا سنڌي شعر و ادب جي سرواڻن يعني شاه سچل ۽ سامي جي ناليءَ سان منسوب هئي تنهن ۾ پڙهيا ويا. هن ڪانفرنس ۾ وڏا وڙڪري ملڪ جا ناليوارا محقق ۽ اديب شريڪ ٿيا ۽ شاه، سچل ۽ سامي جي فهم و فڪر جي مختلف پهلوئن تي تحقيقي مقالا ۽ مضمون پيش ڪيائون.“

آشڪار- 6 ۾ سچل تي به مضمون آهن هڪ امر سنڌوءَ جو ۽ ٻيو ڊاڪٽر محمد يوسف خشڪ جو. خشڪ صاحب جومضمون اردوءَ ۾ آهي، جيڪو اردو ۽ سنڌي شاعريءَ تي مشتمل آهي، ان ڪري مان صرف امر سنڌوءَ جي مضمون جو جائزو وٺان ٿو. بهتر ته اهو هو، ته اهو پورو مضمون وري هتي ٻيهر ڇاپجي ها پر ائين ڪرڻ سان هڪ ته ڪتاب جي ضخامت وڌي وڃي ها ۽ ٻيو ته ٻيا به اهڙا ڪوڙ مضمون آهن بلڪ اڪثر اهڙا ئي آهن انهن جو ڇا ٿيندو؟

سڀ کان پهرين ڳالهه تہ هن ننڍڙي مضمون ۾ انگريزي لفظن جي اجائي ڀرمار ڪيل آهي، جنهن جا ٻہ سبب ٿي سگهن ٿا. هڪ تہ هن کي انهن جو سنڌي لفظ ناهي مليو ٻيو تہ هرو ڀرو رعب وجهڻ جي بي سود (مان بيهوده نہ ٿو لکان) ڪوشش ڪئي وئي آهي. جيستائين سنڌي لفظن جي ڳالهہ آهي تہ ڏنل انگريزيءَ جا سهٽا سنڌي لفظ موجود آهن جيڪي ڏنل انگريزي لفظن کان وڌيڪ آسان آهن ۽ جيڪو چوڻ چاهيو ٿي ويو ان کي سمجهڻ ۾ آساني پيدا ڪن ها. مثلا Academic Level، ’علمي سطح‘. Greek Philosophy، ’يوناني فلسفو‘ وغيره وغيره. ان روش ڪيترائي مونجهارا پيدا ڪري وڌا آهن. فرض ڪيو هڪ ماڻهو صرف سنڌي پڙهي سگهي ٿو، پر ڪوڙ سارا انگريزي لفظ بنا سنڌي معني ڏيڻ يا وضاحتن جي هُن کي منجهيل ئي رکندا ۽ جي ان مضمون ۾ ڪا ڪم جي ڳالهہ هجي تہ بہ پڙهندڙ محروم ۽ منجهيل ئي رهندو. انگريزي لکت ڪٿي کان شروع ٿئي ٿي، مضمون ۾ انگريزي لفظن جو سٽن ۾ ٽٽل هئڻ هڪ الڳ مشڪل پيدا ڪئي آهي. مزي جي ڳالهہ تہ ڏنل انگريزي بہ غلط آهي خبر ناهي لکت ۾ ايئن هئي يا ڇاپجڻ ۾ ايئن ٿي. ٽي دفعا Mederial Ages ڏنو ويو آهي جيڪو Medieval آهي (اهو تاريخ جو وچون دور جيڪو ڇهين صديءَ کان پندرهين صدي تائين پکڙيل آهي. اهو گهڻو ڪري يورپ جي تاريخ جي حوالي سان ڏنو ويندو آهي جيڪو مغربي رومن شهنشاهيت جي خاتمي کان 1500ع تائين آهي) اردو، سنڌي ۽ ڪجهہ ٻين ٻولين ۾ اهو قرون وسطيٰ جي نالي سان مروج ۽ عام سمجهہ ۾ ايندڙ آهي. اعتراض انگريزيءَ جي استعمال تي ناهي. ڳالهہ اها آهي تہ جيڪڏ[illegible]ـڪڪ جي

ڪا مجبوري آهي يا لکندڙ، جيڪو ڪجھ لکڻ ياسمجهائڻ ٿو چاهي ان جو مضمون واري ٻوليءَ ۾ جي ڪو مناسب لفظ يا محاورو موجود نہ آهي، تہ پوءِ ڪنهن بہ عام استعمال ۽ سمجھ ۾ ايندڙ ٻوليءَ جا لفظ چوٽيون وغيرو ڏيڻ ۾ ڪو حرج نہ آهي پر اهڙيءَ صورتحال ۾ بہ ضروري آهي تہ انهن جي وضاحت مضمون واري ٻوليءَ ۾ بہ ڏني وڃي.

ان ساڳين انن صفحن جي مضمون ۾ آخري ساڳي ٿي سٽون سچل لاءِ لکيل آهن تہ ”...... ان پسمنظر ۾ سچل جي شاعري جي Revival سنڌي سماج لاءِ انتهائي ضروري ٿي پيو آهي“ ان ڳالهہ ڪي چڏيو تہ Revival ڪي سنڌي ٻوليءَ ۾ مذڪر يا مونث طور ڪم آڻجي، پر Revival مان سندس ڇا مراد آهي؟ تہ وري جيارجي؟...... وري شروع ڪجي؟ يعني في الحال هوءِ مئل آهي. شايد مضمونن جي چوند ڪندڙن بہ مضمون نہ پڙهيا آهن! يا ڳالهہ مڙيوئي ڳُڙ آهي.

ليڪڪا لکي ٿي، ”سنڌ جو عوامي مذهب، سدائين عشق آهي“ هن عشق کي بہ مذهبن ۾ شامل ڪري ڇڏيو. ڇا ياد ڪندئو! ٻئي ڳالهہ اها آهي تہ سچل ائين ڪونہ ٿو سمجهي هو تہ مڙني مذهبن لاءِ چوي ٿو، ”مذهبن ملڪ ۾ ماڻهو منجهايا“ ۽ اهي عقل وارا (مذهبي) اوڏوڪين آيا عشق جي. اڳتي لکيل آهي تہ ”بغداد جي درياهہ فرات جي ساڄي ڪناري منصوري قتل کان وٺي سنڌ ۽ سنڌ کان وٺي دهليءَ جي دربار تائين صوفين درباري نظام، آپيشاهي نظام ۽ مطلق العنان بادشاهن خلاف نفرت جي شديد ردعمل جي اظهار طور اڀري آهي.“ ڇا اڀري آهي؟ اهو ڪير ٻڌائيندو؟ اڳتي لکيل آهي تہ ”جڏهن دين طاقت جي تابع هجي. دين جڏهن اڪثريتي رنگ مان نڪري

طاقت جي اثر هيٺ اچي ٿو تڏهن تصوف پڻ بغاوت جي روپ ۾ ظاهر ٿئي ٿو.“ ڇا مطلب؟ دين طاقت جي اثر هيٺ مان ته اهو مطلب آهي ته رياست جي وس ۾، ٻئي صورت ۾ طاقت (رياست) دين جي وس ۾ هوندي. يورپي ڏاها، جن جي هوءَ ڳالهه ڪري ٿي (قرون وسطيٰ) ته مذهب (دين) مان جان ڇڏائڻ لاءِ جدوجهد ۾ مصروف هيا نه ڪي رياست ڪي دين جي تابع ڪرڻ لاءِ.

ليکڪا جو قصور نه آهي، ڇو ته هوءَ شڪايت ڪندي چوي ٿي ته، ”هن ڪي مضمون لکڻ لاءِ صرف پنج ڏينهن مليا. . . . نه ته. . . سنڌ ۾ اجوڪي ڪانفرنس لاءِ مناسب ته ايئن ٿئي ها ته شاه سچل ۽ ساميءَ جي شاعري جي فڪري اهڃاڻن جا پيرا کڻي ان دور جي يورپي ڏاهن جي Essential Thought جي حوالي سان Comparative Style ڪري ڪوئي تحقيقي مقالو ڪٺي اچان ها“

اسان جهڙا گهٽ عقل وارا ته منجهي پون ٿا ته اها Comparative Style وري الائي ڇاٽيندي آهي! خير ادبي ۽ سياسي تقريبن ۾ ان قسم جون ڳالهيون عام جام ٿينديون آهن . . ته ”ڳالهيون ته گهڻيون آهن پر وقت جي ٿورائيءَ ڪري بس ٻه ٽي ڳالهيون ڪبيون. . . “ منهنجو ته هميشه مؤقف رهيو آهي ته اهڙن ماڻهن کي انهن جي مرضيءَ مطابق وقت ڏجي ته پلي قلعي کلي، ٻئي ڳالهه جيڪا اڪثر ڪئي ويندي آهي، ”مون کي پڙهڻ يا لکڻ جو وقت نه مليو وغيره وغيره.“ جي نه مليو ته پوءِ اسٽيج تي چوڻو/ ٿي اچين؟ ضرور کهڙو آهي؟

بهرحال مذڪوره ڪانفرنس ته الائي ڪڏهن ٿي جو ته هن جرنل ۾ ڪٿي به ذڪر نه آهي ته اها ڪڏهن ٿي؟ پر اهو غير تحقيقي مقالو بقول ليکڪا جي (اسان اهو بحث نه ٿا ڪيون ته اهو آهي ڇا مقالو؟ مضمون؟ گپ شپ؟ جو ته ڇاپيندڙ جي دعويٰ آهي ته هڪ ته هي تحقيقي جرنل آهي ۽ ٻيو ته هن ڪانفرنس ۾ چوندڊ مُحققن ۽ اديبن مقالا پڙهيا) 'آشڪار 6، 2005 ۾ ڇپيو، ان ڪان پوءِ لکڻ جي منع آهي ڇا؟

'سرمست 31-2010' ۾ زين سولنگي صاحب جن جي مضمون جو عنوان آهي، 'سچل سرمست جي ڪلام ۾ تبديليءَ جو درس' پر هو انهن لکن ڇا ٿا؟ (خير هتي ڪير ٿو پڇي؟) "سچل سائين حلاج، شيخ اڪبر ۽ عطار وانگر وحدت الوجودي صوفي هو ۽ هن فڪر جو وڏو مبلغ هو پر ان سان گڏ ظاهري شريعت جو پابند هو. . . . تصوف سچل سرمست جو تشخص آهي ۽ اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ منصوري تصوف جو تشخص وري سچل آهي. پوري دنيا سچل سرمست کي منصور ثانيءَ جي حوالي سان سڃاڻي ٿي.

سنڌ ڄائو سچل سائين پنهنجي ڌرتيءَ سان بي انتها محبت ڪندڙ ۽ عورت جي عظمت کي پنهنجي شاعريءَ وسيلي ٻين تائين پهچائيندڙ شاعر آهي

. هڪ جُوءِ ۽ جوءِ مرد نه ڇڏيندا مينڊرا،
تو پڻ پرين پوءِ ڪوهه لڄايو ڪاڪ کي،

. هڪ جُوءِ ٻي جوءِ ڇڏين ڪين جوان،
اهي ئي انسان، جي ننگن تي نثار ٿيا.

جوءِ وسارڻ مڙسي نہ آهي، اها ياڙيائپ ۽ بزدليءَ جي نشاني آهي.“

ڪجهہ بين وانگر سائين بہ پاڻ کي رب جبار چوندڙ سچل لاءِ چوي ٿو تہ ظاهري شريعت جو پابند هو. جيستائين جُوءِ ۽ جُوءِ وسارڻ لاءِ ياڙيائپ جي ڳالهہ ڪري ٿو تہ اها مرد جي مردانگيءَ جي حوالي سان آهي، ان ۾ عورت جي عظمت جي کهڙي ڳالهہ آهي. خبر ناهي تہ لکندي لکندي پلي ٿا وڃن تہ چا ٿا لکون يا واقعي.... !

ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو آشڪار-7، (ڪڏهن ڇپيو ڪٿي بہ لکيل ناهي) ۾ پنهنجي مضمون 'اناالحق ۽ سچل سرمست' ۾ لکي ٿو:

”سچل ڏنو تہ اهڙين حالتن جي ڪري قومي ايڪي ۽ انساني رتبي ۾ ڏار پئجي رهيا هئا، تڏهن سچل بہ سنڌي ماڻهن جي نجات جو ذريعو اناالحق جي نعري ۾ ڏنو، چيائين

ادب اٿئي اوٽ، اوٽ تہ اڳاهون ٿئين،
مار نغاري چوٽ، عاشق اناالحق جي.

منصور ۽ سچل پنهنجي دور جا فلسفي اڳ ۾ هئا ۽ شاعر بعد ۾ بئي پنهنجي دور جا داناءَ ۽ انسانذات جا عاشق هئا. تعمير ۽ ترقي جون سڀ راهون کولڻ ۽ انساني رتبي ۽ مان سان ڳنڍڻ لاءِ جتن ڪندڙ بئي ڏاها پنهنجيون سڀ صلاحيتون ماڻهن ۾ اعتماد پيدا ڪرڻ لاءِ ارپيندا رهيا.

منصور ۽ سچل جي فڪري ۽ سماجي تبديليءَ وارو نظريو هر دور جي مظلوم ماڻهن جي ضرورت آهي. جنگ، دهشتگردي، بدامني ۽ بغاوت جو نتيجو رت جي راند آهي ۽ جيڪا لاشن جي انبارن ۽ ترقي ۽ توانائي کي مٽائي مٽي جي ڍيرن تي ويهي ڪبي آهي اها انسانيت جي توهين ۽ منصور توڙي سچل جي مسلڪ ۽ منشا جي ابتڙ آهي."

هاڻي ٻڌايو تہ ڇا سڌايي صاحب جون پنهنجون چيل ڳالهيون ان بيت مان ظاهر ٿين ٿيون؟ تاريخ جي حالتن کي ظاهر ڪرڻ تہ نهيو ڇا صرف ڇُهن بہ ٿيون؟ ڪيس پلا خبر آهي تہ "ادب اٿئي اوت......" جو مطلب ڇا آهي؟

سچل تي فڪر/ فلسفي جي حوالي سان لکتن جي جائزي لاءِ لازم آهي تہ اهو جاچڻو پوندو تہ ان وقت تائين حڪمت (فلسفو) سوچ، ڏاهپ ڪيترو پنڌ ڪري چڪي هئي. ان جو ڦهلاءَ ٻين شعبن کان علاوه ادب ۽ شاعريءَ ذريعي ڪيترو ٿي چڪو هو. اهو ان ڪري بہ ضروري آهي جو دوستن سچل تي لکندي دنيا جهان جي فلسفن ۽ فلاسافرن تي دل کولي لکيو آهي ۽ پوءِ آخر ۾ بجاءِ پنهنجي دعوائن ۽ دنيا جي فلسفن کي سچل جي شاعريءَ مان ظاهر ڪرڻ جي پڇي جان ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جيئن مٿي ڏنل ڪجھ حوالن مان ظاهرآهي. ممڪن آهي تہ ڪجھ ماڻهو مون لاءِ بہ اهو چون تہ ٻين تي اهائي تنقيد ڪري تہ هنن فلسفين ۽ انهن جي فلسفن تي لکيو آهي وري پاڻ ساڳيو ڪم ڪيو اٿائين.

ڳالھہ اھا آھي تہ جڏھن ڪنھن بہ تخليق ڪار تي سنجيده ٿي لکبو تہ مختصر ئي سهي فڪر، فن ۽ ان جي موضوعن کي تاريخي تسلسل ۾ تہ ڏسڻو پوندو، تہ ان وقت تائين فڪر،ڪيتري ترقي ڪري چڪو ھو ۽ ان فنڪار ان کي ڪيترو سمجھيو ۽ ان مان ڪيترو سبق حاصل ڪري پنھنجي فڪر کي ڪيترو طاقتور ڪيو. ھن ڪنھن جي نمائندگي ڪئي؟ ھن جي تخليق جو نتيجو ڇا نڪتو، مجموعي ترقي، سونھن ۽ نجات ۾ ھن جو ڪيترو عمل دخل ۽ حصو رھيو؟ ٻئي ڳالھہ تہ جيئن مان اڳ ۾ بہ چئي آيو آھيان پنھنجي ئي علميت ظاھر ڪرڻ لاءِ سهي دوستن دنيا جهان جا علم، نظريا فلسفا، سماجي ۽ سياسي ڪارج ڏئي ڪري پوءِ ڪوشش ڪئي آھي تہ اھو بہ ثابت ڪجي تہ نہ صرف سچل کي انھن تي دسترس حاصل ھئي، پر ھن اھو سڀ ڪجھ پنھنجي شاعريءَ ۾ ڏنو آھي ،پوءِ جيڪو شعر ھنن کي ھٿ لڳو ۽لي ڪٽي اھو سندن لکٽيءَ جي ابتڙ ڇونہ ھجي ھنن ڏئي ڇڏيو ۽ مڙني لکندڙن اڪثر ڦيرائي ڦيرائي اھي ساڳيا بيت ڏنا آھن، جيڪي ويھن ڪان وڌيڪ نہ آھن، (اھو پڻ ان ڳالھہ جو ثبوت آھي تہ ھنن سچل جي مڪمل شاعري ناھي پڙھي. ظاھر آھي تہ شاعري يا ڪا بہ پڙھڻ جي شيءِ ماڻھو تڏھن پڙھندو جڏھن ھن ۾ ڪو چس، فڪر يا گھٽ ۾ گھٽ فني جماليات ھوندي). تہ پوءِ اھڙين ڳالھين ۽ دعوائن جي پرک لاءِ حوالي طور ڏنل مضمونن انھن جي درست تعليم ۽ انھن سان ڀيٽايل فڪر، ادب يا شاعريءَ جو بہ جائزو لازم ٿيو پوي.

مان اھو ڪونہ ٿو چوان تہ تخليق خاص طور شاعريءَ ۾ فلسفين يا فلسفن جا نالا ھوندا آھن يا ھجڻ گھرجن، ڳالھہ اھا

آهي تہ جڏهن اسين چئون ٿا تہ فلاڻو ڏاهو شاعر، باشعور شاعر، تاريخ ۽ علم جوسڄاڻ شاعر، واصل بہ الله ۽ فنا في الله هئو/آهي. جي اسان دعوئ ڪنداسين تہ، "سندس ڪلام جو ڳوڙهو اڀياس ڪنداسون تہ ان ۾ انهن سمورين سياسي سماجي، اقتصادي ۽ مذهبي حالتن جو عڪس ڏسڻ ۾ ايندو. هن قلمي جهاد ڪيو . . . . يا سچل جي شاعري فڪري طور سنڌي ادب توڙي، ادب جي تاريخ ۾ سڀ ڪان وڏيڪ مقام رکي ٿي. "منصوري مام جي اظهار ۾ سنڌي شاعريءَ ۾ سچل کان اڳتي نہ ڪنهن قدم رکيو اهي نہ ڪو رکي سگهي ٿو." سندس شاعريءَ ۾ فڪري گهرائي سمايل آهي". وغيره وغيره. تہ پوءِ دعوائن کي ڇنيءَ طرح ثابت بہ ڪرڻو پوندو. هيءَ عبارت پڙهو:

"سچل معقولات ۽ منقولات جو رمز شناس ۽ عالم متبحر هو، ويتر جو معرفت جي مام جو ماڳ ماڻيائين تہ قلبي انشراح ۽ تنزلات جي توارد جي دنيا ۾ جو ڪجھ محسوس ڪيائين، ان کي پنهنجي شعر ۾ بيان ڪيائين. سندن شعر ۾ الهيات ۽ عرفان جا سوين موتي سپيل آهن ۽ هر موتي آبدار الماس جيان آهي ۽ هر نڪتو وڏي ونڪ ۽ وٽ وارو ۽ اونهيءَ اپٽار جو محتاج آهي". 'آشڪار.4 (جولاء 1994ع' . مضمون، 'جنهن دل پيتا عشق دا جام' ليکڪ محمد حسين ڪاشف) (جي توهان کي هي تحرير جو ٽڪرو سمجھ ۾ نہ آيو هجي تہ پريشان ٿيڻ جي ضرورت نہ آهي ڇو تہ لڳي ايئن ٿو تہ ليکڪ کي بہ سمجھ ۾ ناهي آيو. ڇڏيو ان ڳالھ کي تہ هو ڇا چوڻ ٿو چاهي؟ اهو چوڻ ۾ تہ بخيل نہ ٿيون تہ ڪمال جي تحرير آهي، عجيب عجيب لفظ آهن، واھ واھ) يا جي پنهنجي

مضمونن جي شروعات ئي فلسفن ۽ فلسفن جي حوالن سان ڪنداسين، جيئن، "يونان جي وڏي فلسفي ارسطو چيو هو تہ "شاعري فلسفي کان وڌيڪ فڪر انگيز ۽ تاريخ کان وڌيڪ سبق آموز ٿئي ٿي". نسيم بخاري- مضمون، سنڌ سچل جي پيغام کي ڪيتري قدر سمجهيو آهي سرمست2002-28' تہ پوءِ انهن حوالن جي روشنيءَ ۾ پرکينداسين ۽ پيٽيينداسين بہ.

لکت کي مظبوط ۽ خوبصورت ڪرڻ لاءِ عقلي ۽ علمي قول ڏيڻ سٺي ڳالهہ آهي پر صرف نوٽ بڪ تان ورتل فلسفي وغيره جو قول ڏيڻ ۽ وري پوري مضمون ۾ ان حوالي سان خاموشي تخليق جي تقاضا پوري نہ ٿي ڪري. نفسيات جي عالمن ۽ انهن جي پيچيده نفسياتي نظرين کي ڪنهن فنڪار جي تخليق ڪنهن شاعر جي شاعريءَ مان ثابت ڪرڻ جي دعويٰ ڪنداسين تہ پوءِ ان کي مبهم نہ چئيءَ طرح ثابت ڪرڻو پوندو. دعوائن جي ڪرسيءَ تي ويهاريل فنڪار جي تخليق کي تحقيقي طور جاچڻو بہ پوندو تہ سندس فڪر ۽ ان جي لاڀ کي پرکڻو بہ پوندو.

هاڻي ان وقت تائين پهتل فڪر ۽ شعور کي ڏسو جيڪو يقينن تخليق، فن ۽ زندگيءَ جي مڙني محورن ۾ موجود رهيو ۽ سندس ترقيءَ جي جدوجهد پنهنجي ابتڙن سان اندروني ۽ ٻاهرين ڪشمڪش ۽ ويڙه بہ ڪندو رهيو. وري فڪر جي حوالي سان دعويٰ ڪندڙن کي پڙهو جيڪي دنيا جهان جا فلسفا ڏئي سچل جي شاعريءَ مان ڪا هڪ دعويٰ بہ ثابت ڪري نہ سگهيا آهن. جي ٿي سگهي تہ سچل جي شاعري (سنڌي) کي غور سان پڙهو ۽ ان ۾ فڪري پختگي ۽ فڪري اڏام ڏسو. تخيل جو استعمال ڳولهيو. فڪر صرف نقل ڪرڻ،

نعرا هڻڻ ۽ ڪنهن فن ۾ طبع آزمائي جو نالو نہ آهي پر موضوع جي چونڊ، جي ادب/ شاعري آهي تہ لفظن جي چونڊ ۽ سٺاء ڪي سماج جي اندران ئي ڪٽي فني پختگيءَ سان ان ئي سماج ۾ عام سطح تي پنهنجي پيغام ڪي پهچائڻ جي ڪاميابي آهي. مان اهو ورجايان ٿو تہ شاعريءَ ۾ فلسفن يا فلسفين جا نالا ڏيڻ ضروري نہ آهي نہ ئي وري ڪنهن ڪامياب شاعر ڏنا آهن پر سندن تخليقن مان سندن فن ڪان فڪر وڌيڪ چٽو ۽ آسان نظر ايندو آهي. جنهن جو ڪارج بہ چٽو هوندو آهي تہ عمل دخل بہ. ان حوالي سان غور لاءِ هيٺ پيٺائيءَ جا ڪجھ بيت ڏجن ٿا:

- جُهہ سي اڳڻ آيا تہ سرو ڪندا سچ،
  سائي ٽيندين اج هي پيتو هو آڻ ڪي.
- اسان اڏارا آٽي آ ونگ چاڙهيا،
  منهن ڏئي مون آيا سامهان سيارا
  اُيرن سيڪارا، پسيو ور بين جا

- پوچا ڏنم پير، ڊڪڻ متي ڊول جا
  چاتم تهين ويل، ڪوجهي ڪندو پريتڻي

- ڪوڙو تون ڪفر سين، ڪافر ڪيم ڪوناء،
  هندو هڏ نہ آهين، جٽيو تو نہ جڳاءِ،
  تلڪ تنين ڪي لاء، سچا جي شرڪ سين.

- طمع جي تنوار، متان ڪرين مڱڻا،
  ڏڪي ڪندئي ڏار مٽيو ڏئي مُٺ ۾.

منهنجي خيال ۾ پڻائيءَ جي انهن بيتن جي فڪر جي تشريح ڪرڻ جي ضرورت نہ آهي، پر جي ڪو ڪرڻ چاهي تہ پوءِ ان جو انت ئي نہ آهي. ڇا سچل جا بہ ڪي اهڙا فڪري بيت آهن؟ مان پڙهندڙن کان پڇان ٿو تہ لکندڙن جيڪي سچل جا بيت ڏنا آهن ۽ وري جيڪي دعوائون لکندڙن ڪيون آهن، (جن جو ذڪر ٿورو اڳ ۾ ڪيو ويو آهي) ڇا اهي انهن بيتن مان ثابت ٿين ٿيون؟ يلا ان وقت تائين فڪر جي ڪيل ترقي انهن بيتن ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿي؟ ان حوالي سان جيڪي سوال مان اڳ ۾ بہ ڪري آيو آهيان اميد تہ پڙهندڙ انهن تي بہ ضرور غور ڪندا.

******

## تصوف ـ وحدت الوجود ـ انا الحق ـ سبحان اعظم ما شاني

فڪر جي دنيا ۾ ماديت پرست، جيڪي مادي کي خيال تي اهميت ۽ اوليت ڏين ٿا انهن جو تعلق سائنس سان ۽ تصور پرست جيڪي هر شيءِ تي خيال کي اوليت ۽ اهميت ڏين ٿا انهن جو تعلق مذهب سان رهيو آهي. سچل تي لکندڙ دوستن مان اڪثر هن کي صوفي بلڪ وحدت الوجودي صوفي قرار ڏنو آهي. هن کي منصور جو مريد ته ڪن منصور ساني ۽ عطار جو پوئلڳ (ڪن ته روح) چيو آهي. سندن دعوىٰ آهي ته هن پير تي ڏونڪو هڻي اناالحق جو نعرو هنيو. ٻي ڊپو تي چيو ته ”الله آپ ڻجي“ يا مان ته ”رب جبار“ آهيان، انهن دعوائن لاءِ هو سندس ڪجهه بيت ٻه ڏيندا آهن جهڙوڪ:

- نوري ناري ناهيان، آهيان رب جبار
- ٻانهو ٻانءُ م ڀاڻ، توهين مالڪ ملڪ جو

ڏٺي وٺي سندس شاعريءَ ۾ ان حوالي سان اهي ئي بيت آهن جيڪي اٽي ۾ لوڻ برابر ٻه نه ٿا چئي سگهجن. هاڻي لوڻ ذري کي وٺجي يا پوري اٽي کي؟ سندس باقي سموري شاعري، (انسان لاءِ) ٻانهي، ڪميني، گولي ويندي سگ (ڪتي) جهڙن لفظن/ لقبن سان ڀري پئي آهي، جنهن کي ڪنهن ٻه طرح وحدت الوجود (صرف الله تعالىٰ جو وجود مڃيندڙ) جي ذمري ۾ رکي نه ٿو سگهجي. مختصر ته وحدت الوجود صرف

هڪ وجود (حق/ باري تعاليٰ) کي مڃي ٿو، جڏهن تہ وحدت الشهود حق (الله تعاليٰ) کان علاوه، ان جي خلقيل وجودن کي بہ مڃي ٿو. اهي ٻئي نظريا هَڪ ٻئي جو ضد آهن. مان پڙهندڙن تي ڇڏيان ٿو تہ ڪنهن بہ ادب، خاص طور شاعريءَ جي اڻانوي سيڪڙو بلڪ نوانوي سيڪڙو کي ڪنهن پيغام مڪتبہ فڪر جي نمائنده چئون يا هڪ بہ سيڪڙو کي؟ ٻئي ڳالهہ تہ تمام مواد کي پڙهڻ کان پوءِ عام قاري بہ آسانيءَ سان اهو سمجهي ٿو تہ لکندڙن نہ تصوف کي پڙهيو ۽ جاچيو آهي، نہ انهن جي شاعري ۽ فڪر کي جن جا حوالا ڏين ٿا. جهڙوڪ منصور حلاج، جنيد بغدادي، عطار وغيره وغيره. ظاهر آهي تہ جن سچل کي ئي پورو ناهي پڙهيو تہ اهي ان لاءِ ڏنل حوالن کي ڪيئن پڙهندا ۽ پرکيندا.

سچل کي وحدت الوجودي صوفي قرار ڏيندڙ ڪيس آفاقي ۽ الهامي شاعر بہ چون ٿا پر ڪيس اسلامي تصوف کان ٻاهر نڪرڻ نہ ٿا ڏين ۽ اسلامي تصوف ڏئي وڃي ابن عربيءَ کان شروع ٿئي ٿو تہ ڇا آفاقيت ۽ الهام ابن عربيءَ کان شروع ٿين ٿا ؟ ذهني غربت جو اندازو ان مان بہ لڳائي سگهجي ٿو.

اچو تہ تصوف (وحدت الوجود) جي وجود ۽ تاريخ جو مختصر مطالعو ڪيون تہ جيئن ان حوالي سان دوستن جي ڪيل موشگافين ۽ دعوائن جي پرک ۾ آساني ٿئي.

انسان جو پهريون واسطو، دوستي ۽ دشمني (ڪروڙين سال اڳ) فطرت جي طاقتن سان ٿي، جهڙوڪ: نہ ڪٽندڙ مينهن، وڻ ٽڻ، سبزيون، ميوا، طوفان، ٻوڏيون، زلزلا خونخوار جانور وغيره. ان کان پوءِ پنهنجي پيٽ پرڻ ۽ حفاظت لاءِ ماڻهو ۽ جانور هڪ ٻئي کي شڪار ڪندا رهيا. ماڻهن دريائن سان گڏ

سج، چنڊ ۽ ڪنوڻ وغيره جن تي ماڻهوءَ جو ڪو وس نہ هو، ڪي بہ ستو يا برو وس وارو سمجهندا رهيا. ان ڪري انهن کي خوش رکڻ جا حيلا بهانا ايجاد ڪيا ويا. ائين اهي ۽ بيون طاقتون انسان جون معبود هستيون ٿيون، جڏهن تہ جانورن، پکين ۽ وڻن وغيره کي ان شيءَ جي ضرورت نہ هئي. اهڙيءَ طرح تاريخ ۾ ڪيترو ئي عرصو خير ۽ شر جي خدائن/ طاقتن جا الڳ الڳ بت ٺهندا رهيا ۽ انهن جي عبادت ٿيندي رهي. تاريخ جي ڪنهن موڙ تي انساني سوچ ۾ اها ڳالھ آئي تہ بدن (وجود ـ مادو) کان علاوه بہ ڪا شيءَ آهي (روح ـ غير مادو) جنهن جي نڪرڻ کان پوءِ بدن ٺلهو ٿي وڃي ٿو ۽ ڪنهن بہ ڪم جو نہ ٿو رهي. اهڙيءَ طرح خدا جو اوائلي تصور روح وارو هو. ان مطابق اهو روح ئي مادي شين ۾ وڃي انهن کي زندگي بخشي ٿو. آتما ۽ پرماتما ان ئي تصور کي ظاهر ڪن ٿا. هلندي هلندي جڏهن خيال پرستيءَ (مذهب بہ ان مان نڪتا) فڪري شڪل اختيار ڪئي ۽ ان تي علمي بحث ٿيا ۽ ڪيئي سوال سامهون آيا تہ روحاني خدا جي بدران خاص طور صوفين نوراني خدا جو تصور ڏنو تہ خدا نور آهي ۽ تمام ڪائنات، مادو، روح، عقل ۽ شعور وغيره، ان نور مان نهيا آهن ۽ نور (ذات احد) کي حواس سمجهڻ ۽ ڏسڻ کان قاصر آهن، صرف وجدان (جيڪو وري غير منطقي آهي) ئي ان کي سمجهي يا پسي سگهي ٿو.

زينوفيز خدا ۽ عالم کي هڪ شي چئي ٿو هن جو مشهورقول آهي تہ، ”عالم (ڪائنات) ئي خدا آهي“ ۽ ان ئي بنياد تي صرف حق وارو خيال يعني وحدت الوجود قائم ٿيو. پر هو خدا ۽ روح کي بہ مادو سڏي ٿو. هن جي مطابق ڪا بہ

غير مادي شيءِ تي ئي نہ ٿي سگهي. هو وقت کي غير حقيقي، خدا کي عقل مطلق، روح ۽ عقل کي بہ مادي چوندو هو. هن جي وحدت الوجود جو بنياد هو تہ ڪابہ شيءِ عدم مان وجود ۾ نہ ٿي اچي سگهي، ظاهر آهي اهو تسليم ڪرڻ کان پوءِ خدا کان سواءِ ڪنهن ٻئي وجود جي هجڻ جو سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي، نہ ئي ان جي گنجائش باقي رهي ٿي، بلڪ اهو مڃڻو پوي ٿو تہ سموري ڪائنات ئي خدا آهي، نہ ڪ ڪائنات کي ڪنهن خدا ناهيو آهي.

فيثاغورس (400-500 ق م) بہ ان فڪر جو خاص نمائندو رهيو آهي. صوفي فڪر خاص طور تي وحدت الوجود جا جي پيرا ڪڍجن ٿا تہ اهي شراب ۽ راڳ جي ديوتا دائونيسيس جي پوڄا ڪندڙ ٽولي ۽ فڪر تائين هليا وڃن ٿا.. شروع شروع ۾ دائونيسيس جي صرف پوڄا ڪئي ويندي هئي. ان جي ڏڻ تي سندس پوڄيندڙ ٽولو شراب ۽ راڳ جي مستيءَ ۾ هوش کان نڪري ويندو هو. ان ميلي ۾ عورتون بہ شامل هونديون هيون جيڪي سيني سان گڏجي نچي نچي بي حال ٿي پونديون هيون. ان پوڄا سان يادگار لفظ Ecstasy (بي پناه مستي ۽ مزو) ۽ Enthusiasm (خدا جو ڪنهن ۾ لهڻ) اڄ بہ استعمال ٿين ٿا. ميلي/ جلوس جي آخر ۾ اجتماعي مستي ۽ رقص ڪيو ويندو هو جنهن ۾ ڪنهن بہ قسم جي شرم ۽ حجاب جي گنجائش نہ هوندي هئي. چون ٿا تہ عارفيوس نالي هڪ شخص جيڪو سٺو گويو ۽ صاحب حال صوفي هو، ان دائونيسيس جي پوڄا کي ڪافي هٿي ڏني.هن جي پوئلڳن جو اهوئي خيال هو جيڪو خاص طور تي اسلامي عارفن ۽ صوفين جو ٻڌايو ٿو وڃي، جيڪو اسان جا دوست عطار ۽ منصور لاءِ لکن ٿا (بغير

انهن کي پڙهي). ان جا پوئلڳ هن دنيا کي قيد ۽ زندگيءَ کي تڪليف سمجهندا هئا. هنن جو عقيدو هو ته ماڻهو پيدا ٿيندي ئي جنم چڪر (آواگان) جو شڪار ٿئي ٿو ۽ پوءِ سندس جدوجهد ان مان نجات حاصل ڪرڻ ئي آهي، ته جيئن حق سان هڪ ٿئي ۽ مشڪلاتن مان گذري جنت ۾ پهچي. اهڙي ئي طرح السيني اسرار جو به مرڪزي نقطو روح جي بقا هو. تاريخ ۾ انهن جي رسمن وغيره کي اسرار ان ڪري چيو وڃي ٿو، چو ته ان جي عقيدت مندن کان نه صرف قسم کڻايو ويندو هو ته اهي رسمون ۽ عبادتون خفيه طريقي سان ادا ڪندا، بلڪ انهن جي نگراني به ڪندا هئا. جنهن ڪري انهن جي عبادت وغيره جي باري ۾ تفصيل نه ٿا ملن. سواءِ پلوٽارڪ جيڪي حوال ڏنا، جيڪو پڻ ان جو رڪن هو. ڪڻڪ جو سنگ هنن جي خاص علامت هوندو هو، جنهن جي علامتي تشريح اها ٿي سگهي ٿي ته جيئن ان جو داڻو زمين ۾ دفن ٿي وري پيدا ٿئي ٿو، اهڙي طرح انسان به مرڻ (دفن) کان پوءِ هڪ ٻئي دنيا ۾ جيئرو ٿي اُٿي ٿو. Orgy (يعني روح پاڻ کي گدلاڻ کان ڪيئن پاڪ ڪري سگهي ٿو.) ۽ Theory (اهڙي حالت جنهن ۾ روح مادي کان الڳ ٿي جنم چڪر کان جان ڇڏائي ٿو.) ان فڪر جا لفظ ۽ يادگار آهن. بهرحال فيثاغورث ٻنهي خيالن کي ملائي ان جو مبلغ ٿيو. هن جي لاءِ چيو وڃي ٿو ته هن مصر، ايران ۽ بابل ۾ ڪجهه عرصو گذاريو ۽ مختلف علم حاصل ڪيا. جيل به ڏٺو ۽ پنهنجي خيالن لاءِ مدرسو به اڏايو، اتي ظاهري ۽ باطني ٻئي علم سيکاريا ويندا هئا ته جماعت به ناهي. اتان ئي خدا جو ڪنهن ۾ لهڻ (حلول) ۽ حق سان هڪ ٿيڻ (وحدت الوجود) جو فڪر وڌيو ۽ پختو ٿيو. هن جا خيال

اڄ به ڪيترن ئي مذهبن ۾ وهم پرستيءَ طور قائم آهن. هن دور جو لائق فلسفي برٽرنڊ رسل چوي ٿو ته، "اهو خيال ته حواسن کان بالاتر ڪوئي عالم حقيقي (هن دنيا کان هٽي) به آهي، جنهن کي صرف عقل سمجهي سگهي ٿو، فيثاغورس کان ئي ورتو ويو آهي. هو نه هجي ها ته نه عيسائي حضرت عيسىٰ کي "ڪلمو" چون ها نه متڪلمين خدا جو ثبوت ڳولهڻ ۾ مصروف هجن ها نه ئي وري مري وري جيئري ٿيڻ جي ثبوتن هٿ ڪرڻ لاءِ پريشان هجن ها"

افلاطون جي پوئلڳن مان پارمينائڊيس جيڪو ڪجهه عرصو فيثاغورس جو پوئلڳ به رهيو، آخرڪار هن پنهنجو هڪڙو فڪر ڏنو ته وجود ئي حقيقت آهي، حواسن ۾ ايندڙ شيون فريب نظر آهن. عدم مان وجود اچي نه ٿو سگهي، ان ڪري وجود ئي حق ۽ حقيقت آهي. اهو خيال ئي خيال پرست نظرين ۽ مذهبن جو مرڪزي نقطو قرار ڏنو ويو ۽ اهو خيال وحدت الوجودي سوچ جو سبب بڻيو. پارمي نائڊيس کي ڪن مادي مفڪر به چيو.فرينڪ ٿلي چوي ٿو ته <u>پارمي نائڊيس وحدت الوجود جو وڪيل آهي</u> جو ته هو چوي ٿو ته ڪائنات خدا آهي ۽ اهو خالص روح نه آهي پر زنده فطرت جو ٻيو نالو آهي. گهٽو پوءِ اهوئي احديت (واحد وجود) جو تصور اسپنوزا ۽ ابن عربيءَ جي فڪر ۾ آيو. اسپنوزا (1677-1636) ڊيڪارٽ جي فلسفي کي رد ڪندي چيو حق صرف هڪ آهي. ڪائنات جو ڦهلاءُ ۽ فڪر ان جون صفتون آهن. اهو واحد حق پوري ڪائنات تي ڇانيل آهي، اهوئي خدا آهي. اهوئي سڀ ڪجهه آهي ۽ ان کان الڳ ڪنهن به شيءَ جو وجود نه آهي. اهو لامحدود پنهنجو سبب پاڻ آهي.

افلاطون جنهن کي خيال پرست فڪر جو ابو چيو ٿو وڃي، اهو بہ باقي يوناني مفڪرن وانگر شخصي خدا جو انڪاري هو. هن جو فڪر هو تہ مرڻ کان پوءِ بہ انساني روح رهي ٿو ۽ ان کي ڪيل عملن جي مطابق سزا ۽ جزا ملي ٿي. روح جسم بدلندو رهي ٿو ڪڏهن ڪنهن جانور جي جسم ۾ تہ ڪڏهن ڪنهن پکيءَ جي جسم ۾. وحدت الوجود جنهن شيءَ کي بنياد ڪري ورتو اهو اهوئي تصور آهي تہ انساني روح مادي جي قيد ۾ اچي پنهنجي اصل سان ملي هڪ ٿيڻ لاءِ بي.قرار رهي ٿو.

فلسفي جي تاريخ ۾ ائين ٿيو آهي تہ جنهن فلسفيءَ جي ڏاڪ جميل هجي، مچت هئي ۽ اهو ڪنهن بہ سبب ڪري مانو ٿي وڃي ۽ وري تاريخ جي ڪنهن موڙتي ڪو مفڪر ان ۾ ٿوري گهڻي ردوبدل ڪري، وري ان کي جيئاري تہ ان فڪر ۽ جيئاريندڙ/ سنواريندڙ مفڪر کي انگريزيءَ ۾ Neo نئو ۽ پاڻ سنڌي ۽ اردوءَ ۾ نو چئون جيئن Neo Platonism نوافلاطوني يا نو فيثاغورثي وغيره وغيره.

ارسطوءَ کان پوءِ نہ صرف يوناني فڪر ۽ حڪمت جي واڌ ويجهہ رڪجي وئي، پر ٿوري ئي وقت ۾ مقدونيہ جي بادشاهہ فلپ يوناني گڏيل فوجن کي قيرونيہ ۾ شڪست ڏئي، پنهنجي بادشاهت ۾ شامل ڪري ڇڏيو. ايئن ڏسندي ڏسندي يونان پست ۽ غلام ٿي ويو. تاريخ شاهد آهي تہ اهڙي صورت حال ۾ اجتماعي ۽ انفرادي طور ماڻهو شاندار ماضيءَ جون پناهہ گاهون ڳولهيندا آهن، جيئن مان اڳ ۾ بہ لکي آيو آهيان تہ تصوف غير ذميوارانہ ۽ رضا تي راضي رهڻ وارو خيال آهي ان ڪري تنزلي ۽ غلاميءَ واري ماحول ۾ بي وسيءَ جہ

ڪري ٿي سهي تصوف هڪ بهترين پناهه گاهه ثابت ٿيو آهي.
اهوئي يونان جي ماڻهن ۾ سوچيندڙن ڪيو. يونان جنهن
تصوف کي پنهنجي پناهه گاهه چونديو، اهو سڪندر جي لشڪر
سان گڏ عالمن، بابل، مصر، ايران ۾ خاص طور تي هندستان
جي مختلف فڪرن مان حاصل ڪيو هو. سڪندر اعظم
ارسطوءَ جو شاگرد هو، فلسفي جو به شوقين هو پر انتها جو
وهم پرست هو ۽ هر ڪم لاءِ فال جو سهارو وٺندو هو. خير
اچون ٿا پنهنجي موضوع ڏي. افلاطون جي فڪر کي نيٺ
مذهبي رنگ ڏئي (خاص طور تي خيال پرستيءَ واري فڪر
کي) مشرقي تصوف کي گڏائي ”نوافلاطونيت“ جو بنياد رکيو
ويو. ان ئي دور ۾ علم الڪلام وجود ۾ آيو، جنهن جو ابو
نوافلاطوني فلو يهوديءَ کي سمجهيو ويندو آهي، هن جو
گهڻو زور مراقبي ۽ استغراق تي هوندو هو.

204 سي اي (هن کي عام وقت Common Erra حضرت
عيسىٰ جي جنم کان اڳ ليکيو وڃي ٿو جنهن کي BCE به چون
ٿا) مصر ۾ فلاطيونس پيدا ٿيو جيڪو نوافلاطونيت جو وڏو
مبلغ هو. ان ئي زماني ۾ ايراني مذهب جو مجدد ماني لڳ
ڀڳ ساڳين خيالن جو مبلغ هو. برٽرنڊرسل به فلاطيونس جي
صوفيانه ادب کان متاثر هو. صوفيانه نوافلاطوني خيال شام
جي مسلمانن ۽ عيسائين کي وٽيا ۽ هضم به ٿيا، اهي خاص
طور عباسيه دور ۾ دنيا جهان جي فڪر جي ٻين مضمونن
سان گڏ ترجما ڪرايا ويا.

فلاطيونس جي فڪر جو بنياد ”تجلي“ (نور) آهي.هن جو
فڪر يا عقيدو هو ته ذات احد مان عقل، روح، روح انساني ۽
مادي جو نزول ٿئي ٿو. پاڪائي ۽ غور و فڪر سان انساني

روح مادي ڪان جان جڏائي ٿو ۽ ذات احد (حق) سان وري ملي هڪ ٿئي ٿو، جنهن ڪي صعود (مٿي وڃڻ) چئجي ٿو ۽ ان ڪي عربيءَ ۾ فصل و جذب (حق ڪان ڌار ٿي. وري ان ۾ جذب ٿيڻ) چيو وڃي ٿو هن جي مطابق انساني روح جڏهن مادي (خواهشن وغيره) ڏي مائل هوندو آهي، تہ اهو پنهنجي مرتبي ڪان ڪري گدلو ٿي پوندو آهي. پوءِ مادي ڪان آزاد ٿي حق سان هڪ ٿيڻ جي لاءِ بيقرار رهندو آهي. ان بيقراريءَ ڪي هو عشق ٿو چئي. ابن سينا وري ان ڪي صوفين جو عشق حقيقي ٿو چئي. ان سلسلي جي مختلف فڪرن مطابق جي روح مادي ڪان آزاد ٿيڻ ۾ ناڪام ٿو ٿئي، تہ پوءِ ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ يا جانور جي جسم ۾ ٿو وڃي ۽ جي ڪامياب ٿئي ٿو تہ روح ڪل (حق) سان هڪ ٿي وڃي ٿو. بقول هن جي انساني روح جي پاڪ حصي (علوي) جو حق سان مسلسل رابطو هوندو آهي. جڏهن تہ گدلو(سفلي) روح مادي جي فريب ۽ ان ڏانهن مائل هوندو آهي. مادو اونده آهي، گناهن جو ڳڙه آهي ۽ نفسياتي حوس جو مرڪز هوندو آهي.

ان نو افلاطوني فڪر جو پهريون فرض يا ذمو اهو آهي تہ هو باقي شين ڪي ڇڏي مراقبي ۾ غرق رهي، تہ جيئن سندس روح پاڪ صاف ٿي حق سان هڪ ٿي. فلاطينوس خود دعوا ڪئي آهي تہ مراقبي دوران ڪيئي دفعا هو حق سان هڪ ٿيو يعني روح ڪل/ ذات احد ۾ جذب ٿيو پر مادي روح ڪي ڇڪي عالم سفليءَ ۾ واپس آندو.

رستو ٻڌائيندي هو چوي ٿو هڪ تہ اهو ڏاڍو ڏکيو آهي، ٻيو تہ ڪڏهن نصيب ٿئي ٿو، بهرحال،ان ڪوشش ۾ هو پاڪائيءَ تي زور ڏئي ٿو يعني انسان ڪي سڀ ڪان پهريون

پنهنجي روح علوي کي جسم ۽ حواسن کان آزاد ڪرائڻو پوندو. ان کان پوءِ فڪر ۽ تدبر جو مرحلو آهي ۽ جڏهن مراقبي ۽ استغراق جي نتيجي ۾ روح جو ڌيان عالم سفلي (مادي ماحول) کان بلڪل هٽي ويندو تہ روح فڪر ۽ تدبر کان بہ بي نياز ٿي ويندو ۽ سندس عقل اول/ ذات احد/ حق سان رابطو ٿيندو. انهن مرحلن کان پوءِ روح تي وجد ۽ ڪيف طاري ٿيندو ۽ ان عالم سرور ۾ ئي هن کي حق سان وصال نصيب ٿيندو ۽ هو ان ۾ جذب (جيڪو حلاج، عطار وغيره لاءِ چيو وڃي ٿو) ٿي ويندو. اهي ئي اُهي ڪيفيتون ۽ مرحلا آهن جن کي ابن عربيءَ ۽ ٻين تصوف خاص طور وحدت الوجود کي ترتيب وار ۽ تفصيل سان بيان ڪيو آهي. لڳ ڀڳ ساڳيا خيال هندومت "اُپنشد" ۾ بہ ملن ٿا تہ پهريون آتما کي ڳولهجي پوءِ ان کي برهمڻ ۾ فنا (جذب) ڪجي ۽ آفاقي روح (حق) سان رابطو صرف ۽ صرف وجدان وسيلي ئي ٿي سگهي ٿو. اپنشد ۾ الله تعالي کي ڪيف، سرور ۽ مستيءَ جو درياء بہ سڏيو ويو آهي ۽ انسان کي ڦڙو جنهن جي نجات ۽ سڪون ان درياء ۾ ملي جذب ٿي هڪ ٿي وڃڻو آهي. (اهو تصور سنڌ جي صوفي شاعرن جي شاعريءَ ۾ بہ آهي)

اسلامي فڪر خاص طور تصوف ۽ علم الڪلام تي فلاطينوس (نو افلاطوني فڪر) جو گهرو اثر پيو. خاص طور خلافت عباسيہ جي دور ۾ يوناني فڪر جا ڪتاب سرياني ٻوليءَ وسيلي عربيءَ ۾ ترجمو ٿيا ۽ درسي ڪتابن طور پڙهايا ويندا هيا سرياني عالمن، ارسطو، فيثاغورس ۽ هيرقليتس جا فڪر بہ نوافلاطوني رنگ ۾ پيش ڪيا. انهن مان 'نفسيات' ارسطوءَ جي شرح عربن ۾ ڏاڍي مقبول ٿي.

خود فلاطينوس جي فڪر جو مختصر خاڪو (جيڪو نيمياح اُميسويءَ لکيو هو) جو عربي ترجمو "الهيات ارسطو" 226 هجريءَ ۾ ڇپيو، عربن ان کي ارسطوءَ جو ڪتاب سمجهيو. اهڙيءَ طرح هنن الاهيات جو نوافلاطوني فڪر ارسطوءَ جو سمجهي ان کي خوب ڦهلايو. ان ئي فڪر "اسلامي نو افلاطونيت" کي ابن سينا ۽ ابن رشد اڳتي وٺي هليا ۽ ان کي هڪ مڪمل شڪل ڏني جنهن جو مسلمان صوفين خاص طور جنيد بغدادي، بايزيد بسطامي، شهاب الدين سهروردي، ابن عربي ويندي امام غزالي تي نه صرف گهرو اثر رهيو پر هو ان ئي فڪر جا مبلغ، مدرس ۽ پيروڪار ٿي پيا.

نوافلاطوني فڪر جي پوئلڳي ۾ مسلمان صوفين به "تجليءَ" جو خيال پيش ڪيو، الڪندي، ڪان وٺي الفارابي، اخوان الصفا ويندي ابن سينا سيني جي فڪر جو بنياد ۽ محور اهوئي فليطونيس وارو نو افلاطوني فڪر رهيو. ابن رشد جو چوڻ آهي ته انساني روح جو اهوئي حصو (روح علوي) باقي رهندو جيڪو عقل اول/ عقل ڪل/ حق ۾ ملي جذب ٿي ويندو، هو ته بلڪ حشر نشر ڪان به ڦري ويو. با يزيد بسطامي جنهن کي مسلمانن جو پهريون صاحب حال صوفي چون ٿا اُن اِن جذب کي 'فنا في الله' چيوآهي. فلاطينوس جي ئي پوئلڳيءَ ۾ جنيد بغداديءَ ذات احد کي ازلي حسن ۽ محبوب اول ڄاڻائيندي عشق حقيقيءَ کي تصوف ۽ سلوڪ لاءِ لازمي قرار ڏنو. منصور حلاج لاءِ مشهور ڪيل٠ انالحق جو نعرو ۽ اهو چوڻ ته مان ٿوروئي ٿو چوان حق حق، ۾ جذب (حلول) ٿي پاڻ ٿو چوي (اهوئي دوست، سچل لاءِ چون ٿا).

فلاطينوس جو ئي فڪر آهي تہ انساني روح ۾ روح ڪل (حق) جلوه افروز آهي. ساڳيو خيال اوتار (حلول) جو آريائي تصور بہ رهيو آهي. ابن عربيءَ جو الله افلاطون جو خير ڪل ۽ فلاطينوس جو ذات احد هڪ ئي ڳالھ هڪ ئي مفهوم ڪي ظاهر ڪن ٿا ۽ هنن جو وحدت الوجود ۽ وصل ۽ جذب جو فڪر اهوئي فلاطينوس وارو آهي. ابن عربي ۽ فلاطينوس جي عقل اول کي حقيقت محمديہ جو نالو ڏنو آهي.

مولانا روم ابن عربيءَ جي شاگردن رشيد ۽ مولانا صدرالدين قونويءَ جو شاگرد بہ رهيو. مولانا روم جي مثنويءَ ۾ وصل ۽ جذب ۽ عشق (حقيقي) جي بيقراريءَ جو جيڪو ذڪر آهي اهو ابن عربي جو اهو اثر آهي جيڪو فلاطينوس جو فڪر آهي، مثنويءَ جي شروعات ۾ هو چوي ٿو.

- بشنو از نے چوں حکایت می کند
  از جدائی ما شکایت می کند

(مولانا رومي)

(بانسريءَ جي دانهن تہ اسان کي الڳ ڇو ڪيو ويو)

هن ۾ اهائي اصل کان جدائيءَ ۾ بيقراريءَ جي شدت آهي. ابن عربيءَ جي ان نوافلاطوني، فلاطينوس فڪر کي عبدالڪريم الجبلي ابن عربيءَ جو "وحدت الوجود" چئي ٿو، جنهن کي هن پنهنجي ڪتاب 'انسان ڪامل' ۾ سٺي نموني پيش ڪيو آهي، مولانا روم، جامي، عطار ۽ سنائي وغيره جي صوفي شاعريءَ هن فڪر (نوافلاطونيت) کي اسلام جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچايو ۽ ڏسندي ئي ڏسندي هي فڪر صوفيت جي

مختلف سلسلن خاص طور تي وحدت الوجود سلسلي جي فڪر ۽ احساس جو مرڪزي نقطو ٿي پيو، ظاهر آهي تہ ان جو بنياد بہ اهوئي نوافلاطونيت هو، شروعات بہ اتان ئي ٿي جيڪو آهستي آهستي هڪ تحريڪ هڪ فڪر طور چاتو سڃاتو وڃي ٿو. ان جي مخالفت ۾ بہ فڪر ۽ تحريڪون پيدا ٿيون، پر هن پناه گاه مان نڪرڻ بدران ماڻهو هن ۾ پناه وٺندا رهن ٿا. ان جا ڪيترائي سبب آهن خاص طور تي ڪنهن بہ انساني ذميواريءَ کان آجو رهڻ.

**دعوائون - مطالعو**

ڪتاب - 'سچل سارو سچ - تحقيقي مقالا' - مرتب: نواز علي شوق، ڇاپو 1989ع.

"سچل سرمست جي شخصيت ۽ شاعريءَ بابت هن وقت تائين جيڪي ڪتاب شايع ٿيا آهن، تن مڙني ۾ هيءُ ڪتاب وڏي اهميت رکي ٿو. هن ڪتاب ۾ سچل سائين جي شاعريءَ جي اهم عنوانن تي معياري مقالا ڏنا ويا آهن. هي ڪتاب ان لحاظ کان پڻ منفرد آهي جو هن ۾ سنڌ کان سواءِ ٻين ملڪن جي اديبن جي محنتن جو ثمر شامل آهي. تنهن ڪري هيءُ ڪتاب سچل سائين جي طالبن ۽ محققن لاءِ سهڻي سوکڙي ثابت ٿيندو." مقدمو - مرتب.

نوٽ هي مقالا، سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئشن پارا ڪوٺايل "بين الاقوامي سچل ڪانگريس 1989ع" ۾ پڙهيا ويا هيا. سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئشن 1989ع کي سچل سال ڪري ملهايو هو.

محمد علي حداد، پنهنجي مضمون 'ويهين صدي، سچل جي صدي!' ۾ فرمائن ٿا "انهيءَ ڇپيل مواد جي گهڻائيءَ سبب ئي مان هن صديءَ کي سچل جي صدي چئي رهيو آهيان." ان دليل تي ڪنهن تبصري جي ضرورت نہ آهي. اهڙيءَ طرح ٻيا وري چون ٿا تہ سال 1999ع سچل جو سال قرار ڏنو وڃي ڇو تہ ان عيسوي سال ۾ سچل جو ميلو (عرس) ٻہ دفعا ايندو. واہ سائين واہ. اسان جي هڪ خوش نصيبي اها بہ آهي تہ تحقيق جي نالي تي اسان جا اهي خيال ٻاهرين سنجيده علمي، ادبي ۽ تحقيقي ادارن ۽ عالمن تائين نہ ٿا پهچن نہ تہ اهڙي قسم جي

دعوائن، منصوبن ۽ تحقيق تي اهي ضرور حيران ۽ پريشان ٿي وڃن.

ڊاڪٽر اياز حسين قادري - 'مضمون - منصور حلاج - سچل سرمست'، "تصوف جي تاريخ جي ورق گرداني ڪندي معلوم ٿئي ٿو تہ منصور جي شهادت کان پوءِ اسلامي دنيا ۾ صدين ۾ الله جي عشق سان سرشار بي باڪ ۽ همت ڀريو صوفي سواءِ سچل سرمست جي پيدا نہ ٿيو جنهن منصور واري جذبي، مدهوشيءَ ۽ بي باڪي سان اناالحق جو نعرو هنيو هجي. هو چوي ٿو:

- آهيان آءٌ اسرار، ڀينر مونکي ڪير ٿيون ڀانيو،
نوري ناري ناهيان، آهيان رب جبار.

سچل منصور وانگر "وحدت الوجود" جو قائل آهي سندس سمورو ڪلام وحدت الوجود جي ذڪر ۽ فڪر سان ڀريل آهي."

سچل تي لکندڙن مان هڪ اڌ کي ڇڏي باقي سيني جو زور ان ڳالهہ تي آهي تہ هو صوفي هو، اهو بہ وحدت الوجودي (اهو هڪ اڌ بہ هن کي سياسي اڳواڻ، مجاهد، باغي، تاريخ جو وڏو ڄاڻوءَ سان گڏ ڪيس صوفي بہ چوي ٿو) هن اناالحق جو نعرو پير تي ڏونڪي وانگر هنيو. اهڙيون دعوائون ڪندڙ هن کي منصور ثاني سڏين ٿا ۽ پنهنجي لکڻين ۾ منصور حلاج (هن جو پورو نالو ابو عبدالله الحسين بن منصور بن مصمي البيضوي الحلاج هو ۽ سندس قلمي نالو ابو المغيث ملي ٿو) تي لکيل ڪتابن مان بغير سمجهہ جي تاريخ/ واقعا وغيره ڏئي انهن حوالن ۾ سچل کي پيوند ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا.

جيئن مان پهريون تصوف ۽ خاص طور تي وحدت الوجود جو مختصر جائزو ڏئي آيو آهيان، تہ اها سوچ ڪيئن ۽ ڪٿان شروع ٿي ۽ پختي ٿي؟ ان جا سبب ڪهڙا هيا ۽ فڪر ۽ ڏاهپ جي پرک ۾ اها سوچ ڪيتري وزنائتي آهي. هاڻي جڏهن سچل تي ان حوالي سان لکٽيون پڙهون ٿا تہ چئو نظر ٿو اچي تہ لکندڙن نہ تہ تصوف تي پڙهيو (سمجهڻ تہ وڏي ڳالهہ آهي) آهي نہ ئي وري انهن صوفين وغيره کي جن جا حوالا ڏين ٿا ياجن کي هو سچل جو مرشد چون ٿا. ان ڏس ۾ جيتري نڪ جي پڪائي اسان وٽ نظر اچي ٿي اها شايد دنيا ۾ ڪٿي بہ نہ ليي. مصيبت وري اها آهي تہ ليکڪ ۽ مرتب انهن کي تحقيقي مقالا چون ٿا! خبر ناهي تہ انهن وٽ تحقيق جو معيار ڇا آهي؟

منصور حلاج کي تاريخ جي روشنيءَ ۾ ڏسڻ سان نظر اهو ٿو اچي تہ هو تاريخ ۾ ديو مالائي قصو ٿي ويو آهي ۽ هن لاءِ مشهور ڪيل قصن ۾ لفاظي ۽ ذهني عياشيءَ کان ڪم ورتو ويو آهي. مختصر اهو تہ هن کي ڦاهي ڪنهن مذهبي حوالي سان نہ ڏني وئي هئي. اهو هڪ سياسي مسئلو هو. هو باشريعت مسلمان هو جنهن ٽي حج ڪيا هيا. هن خدا هجڻ يا اوتار جي دعويٰ ڪڏهن بہ نہ ڪئي هئي، هو عابد ۽ معبود کي الڳ الڳ سمجهندو هو. ان کي علامہ اقبال ”جاويدنامہ“ ۾ سهڻي نموني پيش ڪيو آهي. اصل ۾ بغداد ۾ بغاوت جي نتيجي ۾ حڪومت جو تختو اونتو ٿيو ۽ ابن المعتز حڪمران ٿيو پر ڪيترن سببن ڪري هن جي حڪمراني هڪ ڏينهن جي ئي رهي. المقتدر وري حڪمران ٿيو. هو ننڍي وڏي سازش کي بي درديءَ سان ختم ڪندو رهيو. هن چوڏهن

سالن تائين وري حڪومت ڪئي جيئن تہ انهن سازشن ۾ حلاج جا پيروڪار بہ شامل هيا، حلاج بہ ان باہ کان بچي نہ سگهيو. وري قسمت جي ستم ظريفي تہ دربار ۾ حلاج جي ڪجھ حامين ۽ مخالفن جي انائن جو شڪار حلاج ٿي ويو. توڙي جو هو بغداد کي ڇڏي چڪو هو پر هن کي گرفتار ڪري بغداد آندو ويو ۽ هڪ روايت مطابق کيس هڪ شڪنجي ۾ رکي وچ بازار ۾ رکيو ويو، سندس ڳچيءَ ۾ "قرمطي ايجنٽ" جي تختي پارائي وئي. مطلب تہ اهو سڄو عمل سياسي هو نہ ڪي مذهبي. هن سان منسوب ڳالهيون ان وقت بہ ڪي نيون نہ هيون بلڪ ان کان وڌيڪ سخت ڳالهيون بايزيد بسطاميءَ ۽ شبليءَ ڪيون هيون، پر رياست هنن کي پاڻ لاءِ خير سمجهندي هئي. حلاج ڦاهيءَ کان اڳ ڪيتروئي عرصو قيد ۾ رهيو، جيستائين سندس نثر ۽ نظم جو تعلق آهي تہ ان دور ۾ (عباسين ۽ فاطمين) مڙئي فن پنهنجي عروج تي هيا ۽ خاص طور تي شاعري. شاعريءَ جي اندر ظاهر آهي تہ محبت ۾ فنا ٿيڻ، هڪ ٿيڻ ان وقت بہ ڪا نئين ڳالھ نہ هئي، اصل ۾ سياسي انتقام ۽ استحقام لاءِ ان کي مذهبي رنگ ڏنو ويو هو.

هاڻي اچون ٿا قادري صاحب جي دعوائن تي سندس دعوا مطابق اسلامي دنيا منصور کان پوءِ وري سچل وحدت الوجودي صوفي ٿيو ان وچ ۾ ڪوبہ بي باڪ، همت پريو صوفي نہ ٿيو، يعني شيخ فريدالدين عطار (جنهن کي ڪي سچل جو مرشد بہ چون ٿا. سچل پاڻ بہ چوي ٿو) ان فڪر کي نصابي شڪل ڏيندڙ محي الدين ابن عربي بہ نہ، شمس تبريز بہ نہ، رومي بہ نہ، بختيار ڪاڪي ڪو بہ نہ، سرمد بہ نہ، هاڻي

ڇا چئون؟ اڳتي هلو سائين جن چون ٿا ”سنڌس سمورو ڪلام وحدت الوجود جي ذڪر ۽ فڪر سان ڀريل آهي.“ مان چئي چڪو آهيان تہ جيئن جيئن سچل تي لکيل مواد پڙهندو ويس تہ منهنجا انديشا ويا پختا ٿيندا، سچل تي بنا پڙهڻ جي لکيو ويو آهي.مجحجي بہ تہ هن وحدت الوجود تي شاعري ڪئي آهي تہ بہ اها اٽي ۾ لوڻ برابر بہ نہ آهي، باقي سموري ان جي ابتڙ ان جي رد يعني وحدت الشهود جي شاعري اٿس. هاڻي اٽي ۾ لوڻ کان بہ گهٽ کي سموري چوڻ نڪ جي پڪائيءَ کان علاوه ڇاتو ظاهر ڪري؟ يا تہ هو اهو چون تہ انهن ڏهن ويهن بيتن کان علاوه باقي سچل جي شاعري نہ آهي تہ پوءِ بہ ٺهيو.
ڊاڪٽر غلام نبي سڏايو، مضمون، ’صوفي تحريڪ ۽ سچل سرمست‘

ان ڳالھ کان اڳتي ٿا هلون تہ ان 51 حوالن واري مضمون ۾ صوفي تحريڪ ان جي تاريخ وغيره آهي يا نہ، سائين جن لکن ٿا، ”وحدت الوجود جو نظريو هر ڪنهن جي سمجھ کان مٿي آهي“ (پر سائين جن کي سمجھ ۾ اچي ويو آهي) اڳتي لکن ٿا، ”تصوف ۾ عمل کان پوءِ علم پيدا ٿئي ٿو. انسان کي شين جو فهم، سوچ تعليم سان حاصل ٿئي ٿو، پر ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي جو غور ۽ فڪر کانسواءِ بہ ڪنهن شيءِ جو فهم حاصل ٿي ويندو آهي ۽ اهو مسلسل عمل سان حاصل ٿئي ٿو“ ڇئن سٽن ۾ ايڏو تضاد اهو بہ هڪ ڊاڪٽريٽ ڪيل ماڻهو جي بيان ۾. ٻين ڳالهين کي ڇڏيو ”مسلسل عمل“ ڇا بنا غور و فڪر جي ممڪن آهي؟ هڪ تہ ’مسلسل‘ ٻيو تہ ’عمل‘. ڇا فهم غور ۽ فڪر کان بغير بہ حاصل ٿي سگهي ٿو؟ ڪنهن کي دانهن ڏجي؟ سائين جن اڳتي فرمائن ٿا، ”تصوف جو

دراصل ڪم آهي انسان کي انسان بنجڻ جي تربيت ڏيڻ“ پر سچل تي لکندڙ هن کي ڪلي عام اعلان ڪندڙ چوڻ وارا کهڙي اعلان جي ڳالهه ڪن ٿا، . . . آهيان رب جبار . . . . الله آپ ٻٽيجي پوءِ تہ سچل صوفي نہ پر تصوف ۽ صوفي دشمن ٿيو. بقول لکندڙن جي هو تہ چوي ٿو الله چوٿو ڪرين تون پاڻ الله آهين، پوءِ سائين جي بقول، تصوف جي دراصل ڪم (انسان کي انسان بڻجڻ جي تربيت) تان تہ ڦري ويو. هن مضمون ۾ اهو مڃيندي بہ تہ اهو فڪر تمام آڳاٽو آهي، ويدن ۾ بہ ساڳئي ڳالهہ آهي، ٻڌمت وغيره ۾ بہ اهو نقطو آهي وري سائينءَ جن پلٽو ٿا هڻن تہ ”تصوف يا وحدت الوجود جو فلسفو دراصل اسلامي فڪر مطابق آهي“ ۽ ”اويس قرنيؓ ٿي حقيقت ۾ وحدت الوجودي صوفين جي سٽ جو سرواڻ آهي.“

سائين ٻڌل ڳالهين مطابق صوفين کي ٻن وري ٽن ٽولن ۾ بہ ورهائي ٿو، پر انهن کي اسلام کان ٻاهر يا ان کان بہ اڳ ۾ ان فڪر جي هجڻ جي اجازت نہ ٿو ڏئي.

هن مضمون ۾ چارلس مورس، شان هئي، هومر، علامہ لطيفي، ابوريحان، علامہ ابن جوزي، الفارابي، ابن سنتيانا، وليم جيمز، جارج سنتيانا، مڙئي مسلمان صوفي ۽ ٻيا عالم موجود آهن، تصوف تي عالمن جا خيال بہ آهن ان تحريڪ (جيڪا بہ ڪٿي ظاهر ڪانهي) ۽ ان ۾ سچل جو ڪردار ۽ اهميت ڪهڙي آهي اهوبہ نہ ٿو ليي. جيئن مان اڳ ۾ ڄاڻائي آيو آهيان (هن مضمون جي حوالي سان) تہ سائين جيڪو تصوف جو مقصد بيان ڪيو آهي تہ ان ۾ وحدت الوجود (جنهن جون وصفون ۽ تشريحون پاڻ بہ ڏنيون اٿائين، تہ حق هڪ آهي، خالق ۽ مخلوق ۾ ڪوئي فرق نہ آهي) جو تہ واسطو

ئي نہ ٿو رهي، انسان کي 'انسان بڻائڻ' جنهن ڪان خالق الڳ، آهي تہ اهو تہ وحدت الشهود (همہ از اوست) جو فڪر آهي.

وري تصوف ڪاڏي رهيو سائين آخر ۾ سچل جي سياست جي ڳالهہ ڪري ٿو، چوي ٿو، "سچل سائين اهڙي ئي غير طبقاتي سماج لاءِ شعوري ڪوشش ڪندڙ دانشور هيو. . . ." ان ڪان پوءِ سائينءَ جن ڄام کي ڄارو ڪلهي تي کڻائي عوام کي انصاف ڏياري ٿو. ان تي وڏيڪ منهنجا ويچار اڳتي (اقتصادي صورتحال ۾) ڏنل آهن. هت عنوان جي مطابق پنهنجي ويچار کي 'تصوف' تائين محدود رهڻ کي ئي مان بهتر سمجهان ٿو. ان حوالي سان 51 ڪتابن جي حوالن واري 18 صفحن جي مضمون ۾ هڪ ترتيب ۾ ڏنل صوفي تحريڪ ان جي اثرن ۽ ان ۾ سچل جي ڪردار ۽ ان حوالي سان سندس شاعري ۽ فڪر جي اتم ڪوٺ آهي.

ڪتاب ـ 'آري اڇين شال' ـ حميد سنڌي ـ ڇاپو 1993ع ـ پاران سچل چيئر شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور. سچل جي حوالي سان حميد سنڌيءَ جي مضمونن جي هن ننڍڙي ڪتاب جي 'انوکو اسلوب'، مهاڳ ئي چئجي ۾ ڊاڪٽر تنوير عباسي صاحب جن لکن ٿا، ". . . . پر هن ڪتاب ذريعي هو هڪ محقق جي حيثيت ۾ ادبي دنيا ۾ قدم ڌري رهيو آهي." خير اها ڪا نئين ڳالهہ نہ آهي. 1993ع ڪان ڪيتروئي اڳ اسان وٽ ادبي دنيا مان حقيقي معنيٰ ۾ تنقيد غائب ٿيندي نظر اچي ٿي، پر پوءِ بہ ان وقت ڪجهہ نہ ڪجهہ حق ادا ڪيو ويندو هو. اڄ تہ اسان وٽ ذاتي دشمنيءَ ۾ ڪوڙين انائن خاطر يا تہ صرف گند ڪوٽيو ۽ هڪ ٻئي جي مٿان اڇلايو وڃي ٿو يا منافقي ۽ سماجي ناتا نڀاهڻ لاءِ لقب جهڙوڪ، ڏاهو، دنيا جو

ذهين ترين، محقق، عالم، اسڪالر وغيره وغيره 'مال مفت دِل بي رحم جي مصداق ورهايا ٿا وجن جڏهن ته ڀڳڙن ورهائيندي به ماڻهو احتياط ڪندو آهي. اها بيماري صرف ادب جي کيتر ۾ نه پر زندگيءَ جي مڙني شعبن ۾ ڪينسر وانگرپکڙجي وئي آهي ۽ نتيجا اسان سڀني جي سامهون آهن. هن ڪتاب جي هر مضمون ۾ سچل کان وڌيڪ پنائي آهي. "جيئن ئي سچل جي ملڪ آيس سچل ائين جڪڙي ويو اٿم جو سڀ ٽانءَ پچي پورا ڪيا اٿم.

- اندر ڪارو ڪانءُ ٻهر ٻولي هنج جي،
اهڙو نلهو ٽانءُ، پچي چو نه پورا ڪرين." (شاه)
(مضمون الستي آواز)

ساڳئي ڪتاب جو مضمون ـ 'مون ليان توسان'. "هيءَ 'مستي جي عالم ۾ سرتا پير هم اوست جي رنگ ۾ رڱيل آهي. "وحدت الوجود" جي واضح لفظن ۾ مان نه تو پانيان ته ڪنهن اهڙي اپنار ڪئي هوندي." مضمون، 'سچل جي هير ۽ سچل جو رانجهو'، "جيڪڏهن ڏٺو وڃي ته سچل جي ڪلام جو مکيه موضوع هم اوست آهي. هن هم از اوست تسليم نه ڪيو آهي.

- ٻانهو پانءِ م پاڻ، تون ئي مالڪ ملڪ جو"

جيئن مان متي لکي آيو آهيان ته سچل جي 'هم اوست'. وحدت الوجود (جنهن مطابق صرف هڪ ئي وجود آهي،جي شاعري اٿي ۾ لوڻ برابر به نه آهي،باقي تمام شاعري 'هم از اوست'، وحدت الشهود جي آهي،جنهن مطابق هڪ خالق آهي باقي هر شيءَ هن جي تخليق ڪيل مخلوق آهي). خالق ۽

مخلوق هڪ نه پر الڳ الڳ آهن. خالق جي ذات صفات ۾ ڪو به هن جو ثاني يا پاڳي پائيوار نه آهي، ليڪڪ پاڻ به سچل جا اهڙا بيت ڏين ٿا پر پوءِ به اڪيون بند ڪري نڪ جي پڪائيءَ سان دعوىٰ ڪن ٿا ته هن هر ازاوست کي تسليم ئي نه ڪيو آهي! ان ئي ڪتاب ۾ حميد سنڌي صاحب مختلف مضمونن ۾ سچل جا هينيان بيت به ڏنا آهن ۽ پڙهندڙ پاڻ فيصلو ڪن ته اهي هر اوست جي نمائندگي ڪن ٿا يا هر ازاوست جي؟:

- آهيان عيبدار ميان، آءُ ٻانهن جي ٻانهي،
عمر سموري ڪوڙ ڪمايم، بخشو مونکي جاني.

(نوٽ: هي بيت ساڳي مضمون ۾ ڏنل آهي)

- ڪنين ماضي من ۾، ڪنين استقبال،
سچ پروڙيو صوفيئن، جنين هٺ ۾ حال.

- غوطو مارج اوچتو، منجهه قلزم ڪارونيار،
زمين زمن آسمان، اندر آب وسار،
دانه دم گذار، طالب ٿي تاريڪ ۾".

غور سان ڏسجي ته جنهن کي سچل جي هر اوست يا وحدت الوجود واري شاعري چون ٿا ان تي به جي غور ڪجي ته ڳالهه ظاهر ٿي پوي ٿي ته ڪا مخلوق آهي جنهن کي چيو ٿو وڃي ته تون نه خالق آهين، خالق ٿي! جهڙوڪ:

- ٿوڙ رواج ۽ رسمون ساريون، مرد ٿئين مردانو،
پاڻ بيگانو مول نه ڄاڻين، آهين يار يگانو،
وهم سچل ڪڍ ٻانهپ وارو، شملو ٻڌ شهانو.

- پنيءَ جيج نہ جل، منجهہ تماشي نہ پوين،
گهوٽ ڪري تون پاڻ ڪي، ڪر هنگامو هل.

جنهن مضمون، 'آري اڄين شال' 1992ع ۾ پڙهيل ڪي سچل يادگار ڪميٽيءَ 1992ع جو بهترين مقالو جو ايوارڊ ڏنو، ان ڪي جيڪڏهن غور سان صرف پڙهيو وڃي تہ حيرت وٺي ٿي. سچل ڪي نہ صرف همہ اوست جو نمائندو "مان پيو ۽ هو پيو" واري خيال جي نفي ڪندڙ قرار ڏنو ويو آهي پر ان خيال کي درست ثابت ڪرڻ لاءِ ايڏي وڏي دعويٰ ڪئي وئي آهي تہ:

"اسان جي نبين پيغمبرن جي مٺ محبت، امن ۽ آشتي جي پيغام کي اڳتي نيڻ لاءِ جنهن فڪر وڏيڪ ماڻهن تي اثر ڪيو اهو هو صوفي فڪر. صوفين جي فڪر جڏهن قرآن جي فڪر کي سولو ڪري ماڻهن کي پڙهايو تہ ڪئين پوئلڳ ٿيا. امن جا پيامبر بڻيا. ائين امن ۽ آشتي ۾ ايمان آڻڻ وارن جو تعداد وڌيو. امن آڻڻ جو فڪر ڪو سولو فڪر نہ هو. ان لاءِ پهريان ئي پاڻ مارڻ وارو سبق پڙهڻو هو. مان پيو ۽ هو پيو وارو خيال دل مان ڪڍڻو هو. ان صوفي فڪر جي ڪهاڻي بہ ان ڏينهن کان شروع ٿي ٿئي، جنهن ڏينهن کان انسان جي ڪهاڻي، مفڪرن پيا مبرن جا ڪردار، ان ڏينهن کان جنم وٺن ٿا جڏهن کان، هن ڌرتي تي رب جبار پيغمبر موڪليا ۽ آسماني ڪتاب موڪليا. هي پيغمبر، هي ولي، هي صوفي، هي مفڪر، هڪ ئي سلسلي جي ڪڙي آهن:

- عرش منجهارون الهي هٿ ورهہ وسائڻ آيو،
سوليءَ تي منصور تي هٿ، سر سلائڻ آيو،
سچو وري سنسار ۾، هٿ پير گهمائڻ آيو.

سچل سائين بہ انهي لڏي جو پيامبر صوفي فقير آهي، جو هت پير گهمائڻ آيو.

سچل هن ڌرتي تي عشق ۽ امن جو پيامبر بنجي آيو. هن سڀني سماجي قدرن ۽ بندشن کي ٽوڙيو؛ ان لاءِ تہ ان جو بنياد، مان ٻيو ۽ هو ٻيو تي پيل هو. هن پهريان ئي امن جي بنياد وجهڻ لاءِ پنڊت، پادري، ملا ۽ مهنت جي مدي خارج تاويلن ۽ تشريحن کي رد ڪيو. هن انسان کي پاڻ اعلي ۽ افضل سمجهائڻ لاءِ ۽ سڀ فرق مٽائڻ لاءِ چيو:

- آپي شاهہ، آپي گدائُ، آپي امير امراءُ،
آپي ڌيءَ، آپي پيءُ، آپي پٽ، آپي ماءُ،
آپي جوءِ، آپي مڙس، آپي پيڻ پاءُ،
آپي موج، آپي لهر، سچل آپي دم درياءُ."

عجيب ڳالهہ آهي نبين ۽ پيغمبرن جي تمام جدوجهد اها رهي تہ خالق واحد آهي هن جو ڪوبہ مٽ نہ آهي، هو ٻيو آهي ۽ هن جي خلقيل هر شيءِ ٻئي آهي، هن سان ڪنهن کي بہ تشبيهہ ڪي بہ هو شرڪ ۽ شرڪ کي سڀ کان وڏو گناہ ۽ ظلم سمجهندا ۽ سمجهائيندا رهيا. سائين جن چون ٿا تہ اهي سڀ بہ شمول آسماني ڪتاب هڪ ئي سلسلي جي ڪڙي آهن، سڀني جو هڪ ئي مطلب ۽ هڪ ئي پيغام آهي تہ "مان ٻيو ۽ هو ٻيو وارو خيال دل مان ڪڍڻو آهي". مان دعوئ سان چوان ٿو تہ ايوارڊ ڏيندڙن کي جي ٻڌائجي تہ مضمون جو هي مطلب آهي تہ هو ان خيال سان سهمت ٿيڻ کان ڦري ويندا. باقي رهي ڳالهہ ايوارڊ ڏيڻ جي تہ ان لاءِ پڙهڻ يا سمجهڻ يا پيٽ ضروري

ٿوروئي آهي. اسان وٽ ان جا ته ماڻ ٻيا ئي آهن جن کان اسين واقف آهيون.
ڪتاب - 'سچل جو پيغام' - ليکڪ، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي 1995ع - ڇاپيندڙ - مهراڻ اڪيڊمي.

سائينءَ جن سنڌيءَ ۾ ڊاڪٽوريٽ ڪئي هئي، سنڌي ادب پڙهائيندا هئا ۽ سنڌي ادبي سوسائٽيءَ جا ٻه ناهي هيائون، هن ڪتاب جي پيش لفظ ۾ مرحوم سخي قبول محمد (ٺڏهوڪو گادي نشين - درازا) جن لکيو آهي ته، "اڄاڻ ڪي آهن ڪل جڳ ۾ ڪاپڙي" "انهن مان محترم استاذي ميمڻ عبدالمجيد صاحب. ٻه هڪ آهن. موصوف ڪنهن به لفظي تعريف جا محتاج نه آهن، ڪين علم و ادب جي خدمت ڪندي تقريبا اڌ صدي گذري آهي"، ته پوءِ اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي ته سنڌ جي هڪ مشهور شاعر تي نه لکن ۽ مشهور شاعر به مسلمان پر جيئن ته سائين جن صوم صلوات جا پابند مذهبي ماڻهو هيا، سندن سڄو زور، هر شيءَ کي شريعت جو پابند ڪرڻ هو، ان حد تائين ته تصوف، وحدت الوجود سميت کي به شريعت جو حصو مڃرائجي. مڙي جي ڳالهه اها آهي ته جيئن ته مشهور اهو ئي آهي ته سچل بي باڪ وحدت الوجودي شاعر آهي جنهن کلي عام بنا ڪنهن ڊپ جي اناالحق جو نعرو هنيو ته سائينءَ جن انهن ڳالهين جو سڌيءَ طرح ته انڪار ڪري نه سگهيا پر انهن کي نج اسلامي ڪرڻ جي پوري ڪوشش ڪيائون.

سائين جن لکن ٿا، "ان مان واضح ٿيندو ته سندس فڪر جو ماخذ قرآن حڪيم ۽ اسلامي تصوف آهي". . . . "سچل سرمست به توحيد جي اپٽار ڪئي آهي، شريعت جي پابنديءَ جي ڳالهه ڪئي آهي، ۽ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي

ثنا ۽ صفت بيان ڪئي آهي." هو سچل کي همہ اوست ۽ وحدت الوجود جو وڏو مبلغ ۽ سنڌ جو منصور ۽ عطار تہ چوي ٿو پر ان جي اها شاعري جنهن کي ٻيا وحدت الوجودي چون ٿا کي بہ شريعت جي پوئواري ۽ پابندي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، نہ صرف شاعريءَ جي معني ۽ مفهوم پر ان جي علامتن وغيره جي تشريح بہ الله ۽ محمد صلي الله عليہ وسلم جي پيرويءَ جي حوالي سان ڪري ٿو. سائين جن لکن ٿا:

- " آڏيو صدق يقين سان اديون ڙي اعتبار،
نوري ناري ناهيان آهيان رب جبار.

پوئين مصرع جو اهو مطلب نہ آهي، تہ هو پاڻ کي الله سڏائي ٿو." "اناالحق ۽ پاڻ سڃاڻڻ جو اصل مطلب بہ اهو آهي، تہ انسان ۾ الاهي وصفون موجود آهن، جن کي سڃاڻڻو آهي. ان لاءِ ضروري آهي تہ نفسياتي خواهشن کي ختم ڪجي:

عالم کي آگاهہ، سارنگ ڪندو آئيو،
گڙ جيئن گوڙيون ڪري، ڪاهيون اچي ڪاهہ،
وايوءَ سان وارا ڪري، ناهيون اچي ناهہ،
وسايائين وڏ ڦڙو، واٽن تي واهہ،
گلزاريون ۽ گاهہ، پٽن تي پترا ٿيا."

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، 70 ڪتابن جو خالق، سُرسارنگ جي حوالي سان لکن ٿا، "عالم کي آگاهہ" مان صاف ظاهر ٿئي ٿو تہ سچل جو اشارو اسلام جي آفاقي ۽ انقلابي پيغام ڏانهن آهي، جنهن دنيا کي توحيد جي پيغام کان باخبر

ڪيو. "وايوءَ سان وارا ڪري" جي لفظي معني آهي، واءُ جي ذريعي ايريو. هتي مطلب ٿيندو، تہ اسلام جو پيغام دنيا ۾ بزرگن جي تبليغ ذريعي پکڙيو. آخر ۾ چوي ٿو، تہ ان پيغام ذريعي دنيا وحدانيت، روحانيت ۽ اخلاقيات سان سرسبز ۽ شاداب ٿي وئي.

هن بيت ۾ فرمائي ٿو، تہ مولا پاڪ جي مهر سان سنڌ جي سرزمين بہ انهيءَ فيض سان متفيض ٿي:

- پورب سندي پار جا، ڪڪر ڪارونيار،
وڄن ۽ وسڻ سان، چڙهن تا چوڌار،
ساوا ٿيا سنگهار، مولي سندي مهر سان.

سنڌ جي انهيءَ روحاني فيض جو ذڪر مختلف تمثيلن ذريعي ڪيو اٿس. هڪ بيت پيش ڪجي ٿو:

- مولىٰ سندي مهر سان ساوا ٿيا سنگهار،
ڏلهي چڏيو ڏٿ سان،ڏوٿين ڏيار،
ترايون تجل جون، ٿيون تارونتار،
سورا هين سنوار، صاحب سڻائي ڪئي

بين بيتن ۾ بہ سنڌ ۾ روحاني فيض ۽ اسلامي انقلاب جي اچڻ جو ذڪر ڪيو اٿس، چوي ٿو:

- اتران اوري ڪئي، چمڪٽي چمڪاٽ،
اتان ڪيائين اوچتي، لس بيلي تي لاٽ،
مندل ٿيا مڪران تي گوڙين جا گڙگاٽ،
وري ورتئون واٽ، سچل سائي سنڌ جي".

مطلب تہ ڪمال جي تشريح آهي جنهن مطابق سچل جي شاعري ماڻهو تہ ڇا وڻ ٽڻ، جانورن (مينهُن وغيره) کي بہ توحيد ۽ رسالت سيکاري ٿي. سائين جن، مارئي، سسئي، نوري، مومل راڻو ۽ هير رانجهو جي شاعريءَ ۾ بہ علامتي، تشبيهي ۽ باطني تشريح روح جي پاڪائي، توحيد، رسالت ۽ شريعت جي پابنديءَ جي سبقن سان مالا مال ڪئي آهي. ان کان وڌيڪ تحقيق ڇا ٿيندي؟

ڪتاب . 'سچل . ساڃاهہ شعور' . ڊاڪٽر مخمور بخاري . 2011

هن ڪتاب بابت مان اڳ ۾ بہ لکيو آهي تہ بخاري صاحب جن پاڻ ئي لکن ٿا تہ، "مون شعوري طور هي ڪتاب نہ لکيو آهي" (پنهنجي پاران). 'پبلشر نوٽ' ۾ وري سائين قربان منگي صاحب جن لکن ٿا، "ڊاڪٽر مخمور بخاريءَ جي حضرت سچل سرمستؒ جي فڪر ۽ سندس مست الست پيغام سان عقيدت ۽ انسيت ئي آهي جو هو انهيءَ سلسلي ۾ اهم تحقيق ڪري سگهيو آهي"، جڏهن تہ ڊاڪٽر صاحب (ليکڪ) جن 'پنهنجي پاران' ۾ لکن ٿا، "ضرورت رڳو سچل سان پنهنجي عقيدت ۽ محبت کي ختم ڪرڻ جي آهي. اهڙيءَ ريت اسان هڪ آزاد خيال محقق جي صورت ۾ سچل سرمست جي عظمت کي پيش ڪري سگهنداسين".

مون کي هتي ڪتاب تي يا پبلشر جي ذميوارين تي تبصرو ناهي ڪرڻو پر جيئن تہ اهي ٻئي (متضاد) بيان سچل تي سوچڻ، لکڻ يا تحقيق ڪرڻ جي حوالي سان بنيادي اهميت رکن ٿا، ان ڪري انهن جي نشاندهي ڪئي اٿم.

ساڳئي ڪتاب جي،'مضمون سچل سرمست هفت زبان شاعر يا ڇئن ٻولين جو شاعر' ۾ مخمور سائين لکن ٿا، "هن وڏي فڪري انداز ۾ عطار، رومي، احمد جام، ڪبير، باهو ۽ شاه عبداللطيف کي نه رڳو پڙهيو پر حسين بن منصور حلاج جي تعليم جي اثر هيٺ انهن جي خيالن کي پنهنجي الڳ انداز سان پيش پڻ ڪيو. سچل سرمست جي جيتوڻيڪ سڄاڻپ تصوف جي فلسفي جو بيباڪانه اظهار آهي پر ان ڪانسواءِ هو پنهنجي دور جو هڪ باشعور شاعر به ٿي گذريو آهي. هن جي سنڌي ۽ فارسي ڪلام ۾ سندس دور جي سنڌ جي بگڙجندڙ ۽ بدلجندڙ حالتن جو ذڪر ملي ٿو". شاعريءَ جو ڪارج ۽ سماج تي اثر جهڙن نقطن کي هت بحث هيٺ نه ٿا آڻيون. سائين جن ان دعوىٰ جي نه ته ڪا ثابتي ڏني آهي، نه ئي هن مضمون ۾ ڪو سچل جو بيت ڏنو آهي. ڳالهه اُهائي آهي ته جن شاعرن جو ذڪر ڪيو ويو آهي نه ته انهن کي سچل پڙهيو هيو نه ئي دعويٰ ڪندڙ اسان جي ليکڪن پڙهيو آهي، سمجهڻ جي ڳالهه کي ته ڇڏيو. پوءِ جڏهن مان ڪنهن کي پڙهيو ۽ پروڙيو ئي نه آهي صرف ٻڌل ڳالهين جيڪي عموماً غلط هونديون آهن، جي بنياد تي اهو چوندو ۽ لکندو وتان ته فلاڻي فلاڻي جي تصوف، فڪر کي ورجايو آهي يا وغيره وغيره ۽ پوءِ بيهي هڪٻئي کي ڏاهي ۽ محقق هجڻ جون پڳون ٻڌرايون، ان ڪان ته بهتر آهي ته ڪنهن به فڪر / شاعر جو گهرو مطالعو ۽ تجزيو ڪري (بجاءِ گهٽن نالن ڏيڻ جي) ان تي لکجي، ان سان پيڻجي. غور ڪجو وري اڳتي سائينءَ جن پنهنجي مضمون، 'منصوري روايت ۽ سرمستي آواز' ۾ لکن ٿا، "سچل سرمست پنهنجي سنڌي سرائيڪي ۽ فارسي ڪلام

۾ حسين بن منصور حلاج جو گهڻو ذڪر ڪيو آهي. حسين بن منصور جي ”اناالحق“ (آءٌ حق آهيان) جي تشريح ۾ سچل سائينءَ جو سمورو ڪلام پيش ڪري سگهجي ٿو“. باشعور ۽ مفڪر شاعر ايئن ته نه ڪندو آهي جو ڪنهن ڪان متاثر ٿي ان جي هڪ گفتگو لاءِ پنهنجو سمورو فڪر ۽ تخليقون پابند ڪري ڇڏي. ٻئي ڳالهه ته پوءِ ٻيون دعوائون ته، تاريخ جو ڄاڻو، باغي، انقلابي، جدوجهد جو اڳواڻ ميرن کي انگريزن جو چتاءُ ڏيندڙ، وغيره وغيره جو ڇا ٿيندو؟ وري سائين ساڳئي مضمون ۾ سچل جو هي فارسي شعر سنڌي معنىٰ سميت به ڏنوآهي، سندس ڏنل سنڌي معنىٰ آهي، ”اي آشڪار! پنهنجن چپن تي خاموشيءَ جي مهر هڻي ڇڏي ۽ اهڙيون ڳالهيون نه ڪر ۽ منصوري جي دعوىٰ ڪرڻ ڇڏي ڏي يعني منصور وانگر (حق جو) نعرو بلند نه ڪر، زاهد اسان جو حال ڇا ڄاڻي“. جيئن ته منهنجي،پرک سچل جي سنڌي شاعريءَ جي آهي ان ڪري سندس ٻين ٻولين ۾ ڪيل شاعريءَ تي لکڻ ڪان مان گريز ڪيو آهي، پر جيئن ته ليکڪ هتي مٿيون بيت سچل جي نمائندگي ڪندي ۽ پنهنجي ٽيڪ ۾ ڏنو آهي ته مان صرف ايترو چوندس ته ان بيت مطابق هو اهو ٿو چوي ته نه صرف چپ تي پر خاموشيءَ جي مهر هڻي ڇڏ، منصوري دعوىٰ به ڇڏي ڏي چو ته زاهد اسان جو حال نه ٿو ڄاڻي. لڳي اهو ٿو ته هو زاهد ڪان ڊڄي پيو ته پؤ کُلي عام للڪارڻ، پيرتي ڏونڪو هڻي چوڻ، علي الاعلان، پڙڪو ڏئي اٿڻ جهڙين دعوائن جو ڇا ٿيندو؟ اهو پورو مضمون سچل، نه پر حلاج جي باري ۾ ئي آهي. جيستائين منصور حلاج جي ذڪر جي ڳالهه آهي ته ان

حوالي سان ڪيترن ئي شاعرن جي شاعريءَ ڪان (منصور جي باري ۾) پنائيءَ جي هڪ سٽ وزنائتي آهي.

- همہ منصور هزار، ڪهڙا چاڙهيو چاڙهئين

جڏهن تہ ٻين ڪيترن ئي خيالن/سوچن وانگر هي خيال بہ پنائيءَ ڪان اڳ ۾ پوءِ جي شاعريءَ ۾ ملي ٿو، پر پنائيءَ جي ان سٽ اڳيان ٽڪي نہ ٿو، ڇو تہ پنائيءَ ان ۾ نئون روح ڦوڪيو آهي. خواجہ محمد زمان لنواريءَ واري جو هڪ بيت آهي؛

- سيت پچار پرينءَ جي سيت هوت حضور
  ملڪ سڀ منصور، ڪهي، ڪهبا ڪيترا.

ساڳيو ڪتاب، مضمون .'سچل سرمست جو وطن دوستيءَ وارو ڪردار' . سائين جن لکن ٿا "تصوف جي فلسفي کي جيڪڏهن هڪ جملي ۾ واضح ڪجي تہ اهو چئي سگهجي ٿو تہ تصوف فرد جو فرد سان حسن اخلاق جو مجموعو آهي. "
تصوف جي تاريخ تي نظر وجهڻ سان نظر اچي ٿو تہ وحدت الوجودي صوفين جو عوام سان نہ بلڪ پاڻ سان واسطو آهي. سنڌن جنگ وغيره بہ پنهنجي نفس سان آهي تہ جيئن سفلي روح کي تزڪيہ وغيره سان علوي ڪري حق سان هڪ ٿجي، پر جيئن سائين جن لکن ٿا تہ تصوف حسن اخلاق ئي آهي ۽ بقول انهن صوفين جي هر انسان الله آهي يا ان ۾ الله آهي تہ پوءِ ساڳئي ڪتاب ۾ سائين جن جي ڏنل سچل جي هن بيت کي ڪٿي رکجي؟

- ملان تون محبت جو، چکو ڪين چکين،
  ڪٺيو ڪارنهن ڪندڙ ۾، منهن کي وينو مکين.

مضمون تہ آهي سچل جو وطن دوستيءَ وارو ڪردار پر ان حوالي سان ڪنهن حد تائين نهڪندڙ بيت وري پٽائيءَ جا ڏنل آهن. سچل جا بہ بيت آهن پر انهن جو وطن دوستيءَ جي حوالي سان پري پري جو بہ واسطو نہ آهي. آخر ۾ سائين ميار ڏيندي چوي ٿو، ”افسوس جو هن وطن دوست صوفي جي پيغام ڪي نہ وقت جا حڪمران سمجهي سگهيا ۽ نہ ئي عوام هڪ ٿي قوم جي صورت ۾ ڏارين سان ويڙہ ڪاڏي ۽ نتيجتاً سنڌ ملڪ ڏگهي عرصي تاين عتاب هيٺ رهيو“.

سائينءَ جن ساڳئي ڪتاب جي پنهنجي مضمون، ’سچل وٽ پاڻ سڃاڻڻ جو فڪر‘ ۾ لکن ٿا، ”شاهہ عبداللطيف ڀٽائي پنهنجي ڪلام ۾ ڏاڍي مترتا ۽ ترنم سان نہ رڳو تمثيل ذريعي تصوف جو مفهوم بيان ڪيو آهي پر ان سان گڏو گڏ پورهيت جو ذڪر، وطن دوستيءَ جو اظهار ۽ آجپي جي ڳالهہ پڻ ڪئي آهي. ان کان سواءِ شاهہ صاحب وٽ ٻولي جو اڻ کٽ خزانو، دريائي جيوت، وڻ ٽڻ، ٻوٽن، ولين ۽ ساموندي بندرن جو ذڪر ۽ وقت جي حالتن جو گهرو شعور موجود آهي. ان مان ثابت آهي تہ شاهہ عبدالطيف ڀٽائي پنهنجي وقت جو انتهائي ذميوار ۽ حساس شاعر آهي. اهڙي ريت سچل سرمست وري پنهنجي فڪر جي ڏِي تي بندي ۽ خدا جي وچ واري فرق کي کهڙي بہ ريت قبولڻ لاءِ تيار ناهي.“

هن کان اڳ واري تحرير (وطن دوستيءَ جي حوالي سان) پڙهي وري مٿئين تحرير کي بہ دفعا پڙهڻ سان ڪوڙ ڳالهيون سامهون اچن ٿيون. پڙهندڙ غور ڪري ڏسن تہ وڏيڪ تجزيي جي ضرورت نہ رهندي.

ڪتاب - 'درازن جي دَرَ جهُومي رهي آهي' - ليکڪ - تاج جويو. ڇپائيندڙ، سچل چيئر، شاه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور، سنڌ - 2015ع.

جيئن مان پهريون ئي گذارش ڪري آيو آهيان ته تاج جويو سنڌي ادب ۾ ٻوليءَ جو هڪ ناليوارو اديب آهي ۽ هن اهو نالو هرويرو نه پر ان سلسلي ۾ پنهنجي جاکوڙ ۽ ڄاڻ جي بنياد تي ڪمايو آهي. ان ڇوڙ ۾ به مون کي ڪو وڌاءُ محسوس نه ٿو ٿئي ته هن سچل جي شاعريءَ کي لڪير جي فقير وانگر نه پر مختلف حوالن سان ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. فڪري طور هو سائين جي ايم سيد جو پوئلڳ ۽ لکت جي حوالي سان سائين محمد ابراهيم ۽ سچل جي حوالي سان خاص طور تي جويي صاحب جي ڪتاب 'شاه سچل سامي هڪ مطالعو' کان ڪافي متاثر آهي. مسئلو اهو آهي، جنهن جي مان اڳ ۾ ڳالهه ڪري آيو آهيان ته هي ڪتاب سائين جن جي مختلف وقتن تي پڙهيل يا ڪيل تقريرن (مضمونن) جو مجموعو آهي. هڪ ته اهي ڪنهن خيالن تي تحقيق جي وَجَهه کان نه لکيا ويا هيا، يعني ڪنهن ڪنيل ذميواري جي حوالي سان. ٻيو ته انهن لکڻين ۾ وقت جون وڏيون ننڍيون وٿيون آهن ان ڪري نه صرف هڪ نقاطي رابطي ۽ ظابطي جي کوٽ آهي پر هر مضمون ڪنهن نه ڪنهن ٻئي خيال ۽ حوالي سان لکيل آهي، ٽئين ڳالهه ته وقت گذرڻ سان پهرين واري تحرير جو مقصد ان ۾ ڇا ڏنو ويو هو ۽ ٻيا لوازمات اهڙيءَ طرح ذهن نشين ۽ مددگار ثابت نه ٿا ٿين جهڙيءَ طرح هڪ تسلسل ۾ هڪ نقطي/ مقصد جي پوئواريءَ جي حوالي سان ڪنهن تحرير ۾ ٿين ٿا.

مضمون ـ 'منهنجو هڪ سچل' ۾ سائينءَ جن لکن ٿا:

"سچل سائين جو تصوف، سنڌ جو تصوف هو ۽ اُهو ايراني تصوف ۽ هندستاني ويدانت جي روايتي تقليد ۽ پوئلڳيءَ وارو نہ هو، پر ان ۾ سنڌ ڌرتيءَ جي تهذيبي ۽ روحاني روايتن جو ڳرُ ۽ هُڳاءُ موجود هو. ايران ۽ هندستان جي سموري صوفي ۽ ويدانتي شاعري، جيڪا فارسي، هندي، پنجابي، سرائيڪي، راجستاني اردو وغيره زبانن ۾ موجود آهي. ان ۾ ڏاڍ، اختيار، اقتدار، ڪرپٽي، تنگ نظريءَ ۽ فرقي پرستيءَ جي خلاف ڌِڪار جو ناڪاري رخ موجود آهي، جڏهن تہ سنڌي صوفي شاعري ۽ خاص ڪري سچل سرمست جي شاعريءَ ۾ انهن ڳالهين جي خلاف رڳو ڌڪار وارو ناڪاري رخ موجود نہ آهي، پر ان ۾ هڪ مثبت پهلو بہ ڏسڻ ۾ ايندو، جنهن ۾ ذات پات، رنگ نسل، دين ۽ ڌرم جي فرق کان سواءِ سمورن انسانن سان محبت ۽ همدردي پڻ موجود آهي، اهو سنڌي تصوف ۽ ويدانت جو هڪ اهم هاڪاري رخ آهي".

پهرين ڳالھ تہ سنڌ جو پنهنجو تصوف ڪهڙو آهي؟ سنڌ جي آڳاٽي تهذيب تہ موهن جي دڙي واري آهي، جنهن بابت مليل معلومات مطابق تہ اهو هڪ پُرامن ۽ رومانويت پريل معاشرو هو. ان ۾ ڪنهن بہ قسم جي تصوف جي ڪا تاريخ ناهي ملي. تصوف تاريخ جي مختلف مرحلن کي طئہ ڪندو، مختلف مذهبن ۽ نظرين جي ارتقا سان گڏ اڳتي وڌيو، جنهن عباسي (اسلام) دور ۾ اسلامي رنگ بہ ورتو. انسان جي

جيئن جيئن مادي ترقي وڌندي رهي، ايئن ئي هن جي فڪري ترقي بہ ٿيندي رهي ايئن ئي ڪوڙ سارا نظريا آيا ويا. جڏهن ماڻهوءَ تخليق ڪئي تہ هن جي ذهن ۾ ڪائنات جي مختلف شين ۽ خيالن جي تخليقڪارن/ خالقن جو تصور آيو، جن ۾ خير (نيڪي) ۽ شر (بدي) ٻئي ڀرپور ڪردار ادا ڪري رهيا هئا. شروع ۾ ڏنل فطري طاقتن جن ۾ جانور ۽ ماڻهو بہ شامل هيا انهن کي خالق سمجهي انهن جي اڳيان جهڪڻ لڳا ۽ پوءِ انهن ۽ ٻين ڏنل اڻ ڏٺل طاقتن جا بوتا ٺاهي انهن کي مختلف حوالن سان راضي ڪرڻ لڳا. مختصر تہ هو شروع کان ٻن هستين/خدائن جا قائل رهيا هڪ چڱائيءَ جو ٻيو برائيءَ جو، هڪ ڀيج ڏاهہ ۽ تباهيءَ ۾ مشغول تہ وري ٻيو پناهہ ڏيڻ ۽ بچائڻ ۽ فائدي ڏيڻ وارو. ٻنهي جا پنهنجا پنهنجا ڪارندا بہ بدلبا رهيا. صوفي فلسفي ۾ روح کي جيئن تہ خاص اهميت هئي پر روح جي حوالي سان ڪيئي سوال بنا ڪنهن تسلي بخش جواب جي مختلف فڪرن ۾ گردش ڪندا رهيا. مذهب جي جديديت انهن ۽ ٻين پيدا ٿي سگهندڙ سوالن کي اهو چئي چپ ڪرايو تہ روح خدا جي حڪم کان وڌيڪ ڪجهہ بہ نہ آهي. ان حڪم تحت ئي اسان کي هيءَ زندگي ملي ٿي ۽ وري قيامت واري ڏينهن انهيءَ حڪم سان سڀ هميشہ جيئرا ٿي اٿندا. عبادتن ۽ خوشامدين جي باوجود بہ مصيبتن جي نہ ٽرڻ ڪري اهو خيال پختو ٿي رهيو هو تہ بديءَ جو خدا نيڪيءَ جي خدا کان وڌيڪ طاقتور آهي، ان جو حل مجوسين (پوءِ ٻين) اهو چئي ڪڍيو تہ خدا جي مقابلي ۾ شيطان ڪجهہ بہ نہ آهي ان ڪي خدا خود ماڻهن کي گمراهہ ڪرڻ جي اجازت ڏني آهي تہ جيئن ڪيس خبر پئي تہ هن سان محبت ڪرڻ وارا

ڪير آهن ۽ انعام جا حقدار ڪير آهن. چند چاڻ جي ٿئي
نتيجي ۾ اهو اعلان ڪيو ويو ته خدا (وجود احد/ حق) هر جڳهه
موجود آهي هر شيءَ جو خالق ۽ مالڪ آهي. هو ماڻهوءَ جي
ساهه جي رڳ کان به وڌيڪ ماڻهوءَ کي ويجهو آهي ۽ خاموش
محبت ۽ عبادت کي وڌيڪ پسند ڪري ٿو. ديوتائن جي جڳهه
ملائڪن جو تصور وڌيڪ پسند ڪيو ويو ۽ اهو سوچيو ته
ماڻهو انهن جي عبادت نه شروع ڪن اعلان ڪيو ويو ته انهن
کان ماڻهوءَ کي سجدو ڪرايو ويو آهي. ان ڪري ماڻهو انهن
کان افضل آهي. هونئن به هو حڪم جا غلام آهن، اهوئي
ڪندا آهن جن جو کين حڪم ٿيندو آهي. اهڙي طرح شخصي
خدا روحاني خدا سڏجڻ لڳو جنهن جو حصو حڪم جي
صورت ۾ مادي شين ۾ وجي انهن کي زندگي بخشي ٿو.
فڪر انساني ظاهر آهي ماڻ نه ٿو رهي سگهي. تخليق
ڪائنات جي حوالي سان اها ڳالهه به جڏهن منطق کي مطمئن نه
ڪري سگهي ته پوءِ صوفين خدا کي نوراني قرار ڏنو ته
وجودِ احد نور آهي ۽ ان کان سواءِ ٻيو ڪو وجود وغيره آهي
ئي ڪونه. ان کان سواءِ باقي سڀ نظر جو دوکو آهي. حق سان
وصال روح جي پاڪيزگيءَ کان پوءِ ئي ٿي سگهي ٿو. فڪري
طور ان حوالي سان به ڪيترائي بحث ٿيا، سوال اٿيا پر
صوفين خاص طور وحدت الوجود وارن چيو ته اهو به سڀ
ڪجهه اُهو پاڻ ڄاڻي، اسان جو زماني سان ڇا وڃي؟ ڪي چپ
ڪري ڪنڊڙي وسائي ويهي رهيا ته ڪن وري بي قراريءَ جو
اظهار شاعريءَ وغيره ۾ ڪيو، جيڪا ان حوالي سان ئي هئي
پر ماڻهن ان مان پنهنجا پنهنجا مطلب ڪڍي رهيا آهن، ڪن
جي شاعريءَ کي ته فال نامو ڪري ڇڏيائون، وينا فالون ڪڍن

۽ ڪمائن. مختصراً اهو آهي تصوف جي فڪر جو سفر جنهن جو گهڻو زور يونان، چين، هندستان ۽ ايران وغيره ۾ رهيو جتان سڄي دُنيا تي سنڌ سميت ان جو اثر پيو. سنڌ جو ڪو الڳ ٿلڳ تصوف جو مڪتبهء فڪر ناهي رهيو. سائينءَ پنهنجي تحرير ۾ به ان جو اڳتي ذڪر ڪيو آهي. سائينءَ جي تحرير جو جيڪو حصو مان مٿي ڏئي آيو آهيان، ان تي غور ڪيو. ويدانتي ۽ ايراني تصوف ڪان سنڌ جي تصوف کي الڳ ڏيکارڻ لاءِ سائينءَ جن چون ٿا ته ايران ۽ هندستان جي ويدانتي شاعريءَ ۾ ڪنرپٽي، تنگ نظري فرقي پرستيءَ جي خلاف ڌِڪار جو ناڪاري رخ آهي. جڏهن ته سنڌي تصوف ۾ صرف ڌِڪار وارو ناڪاري رخ نه آهي پر هڪ مثبت پهلو جنهن ۾ ذات پات، رنگ نسل، دين ۽ ڌرم جي فرق ڪان سواءِ سمورن انسانن سان محبت ۽ همدردي پڻ موجود آهي. ذرا غور ڪيو ڏاڍ، اقتدار، ڪنرپٽي، تنگ نظري ۽ فرقي پرستيءَ جي خلاف ڌڪار ڇا ذات پات، رنگ نسل، دين ڌرم ڪان ڌِڪارنه آهي؟ ڇا اها انهن ويڇن ڪان سواء انسانن سان محبت ۽ همدردي نه آهي؟ هڪ ماڻهو غلام نه آهي، ڇا ان جو اهو مطلب نه آهي ته هو آزاد آهي؟ هر ڳڻ هاڪاري ۽ ناڪاري معنىٰ رکندو آهي. انهن سنڌ جي تصوف جي الڳ کهڙي ڳالهه آهي؟ ها ان ۾ ڪو الڳ تصور، فڪر يا تحرڪ نمايان طور ڏنو وڃي ها ته پوءِ ته ڳالهه سمجهه ۾ اچي ها. ٻئي ڳالهه ته جي سنڌ جو تصوف انهن ڪان وڌيڪ مثبت ۽ ڪارائتو آهي ته پوءِ سچل کي منصور ثاني ۽ منصور کي هن جو مرشد چوڻ ۽ سنڌ جو عطار چوڻ هن جو رتبو ۽ تقدس وڌائي ٿو يا گهٽائي ٿو!؟

ساڳئي مضمون ۾ سائينءَ جن چون ٿا، ”.... اهڙي محبت اسان کي هند جي ويدانتي ۽ پريم مارڳي شاعرن - ڳورکنات، رامانند، ملڪ محمد جائسي، ڪبير، تلسي داس ۽ گرونانڪ وٽ بہ موجود ملندي، پر جيڪا محبت ۽ پريم جي پختگي ۽ پائيداريت ۽ جيڪي الفت ۽ انسانيت جا دائمي ڏس، سنڌي صوفي شاعرن وٽ ملن ٿا، ۽ جيڪو ڏرتي ۽ ماڻهن سان لڳاءُ شاهہ سچل ۽ سندس قبيلي جي شاعرن وٽ موجود آهي، اهو هند، فارس ۽ يورپ جي شاعرن وٽ مشڪل ملندو.“ مان ان بحث ۾ نہ ٿو پوان تہ هند، فارس ۽ يورپ جي صوفي شاعرن وٽ ڇا آهي ڇا ناهي؟ آيا سنڌ جي صوفي شاعرن خاص طور تي هند ۽ فارس جي صوفي شاعرن جي تقليد ڪئي آهي. انهن کان متاثر ٿي انهن جي فڪر ۽ فن کي ورجايو آهي يا انهن سنڌ جي صوفي شاعرن کان متاثر ٿي شاعري ڪئي آهي؟ مان صرف اهو ٿو چوان تہ پهرين تہ سائينءَ لکيو تہ انهن وٽ صرف ڏِڪار جو ناڪاري رخ آهي پر سنڌي تصوف ۾ ان سان گڏ هاڪاري رخ محبت بہ آهي، هاڻي وري سائينءَ جن چون ٿا تہ انهن ۾ محبت تہ آهي پر ان جي پختگي ۽ پائيداريت مشڪل ملندي.

سنڌي تصوف ۾ سمورن انسانن سان پنهنجي همدرديءَ جي حوالي سان جيڪي سچل جا پنج سنڌي بيت ڏنا ويا آهن انهن مان صرف هڪ کان علاوه ڪو بہ بيت بيان جي تصديق نہ ٿو ڪري.

- ڪنين ماضي من ۾، ڪنين استقبال،
سچ پروڙيو صوفئين، جنين هٿ ۾ حال.

- مکي منجهه مسيت ٻڌايم، جڙيو جيسلمير،
سچو نانءُ تہ آهي منهنجو، هَڏِ نہ آهيان غيرُ
- هندو مومن هڪ ٿئو، پول نہ ٻئي ڪنهن پُل،
تج گلابي گل، مر مارينئي منصور جان.
- عشق ٿي انسان، آيو سيلاني سپرين،
صورت ۾ آدم جي، آدم دَمُ مهانُ.
- سچو تون سلطان، ستگر سچُ سڻائيو!
- آءٌ تہ پيئون پڪ پريمي، مور نہ تج ٿُون مُلا:
سچل حق نہ حاصل تن، جي راه انهيءَ کان رُلا.

هاڻي ٻڌايو متين بيان جي ڪهڙي ڳالهہ انهن بيتن ما ثابت/نروار ٿئي ٿي؟

اڳتي پنهنجي مضمون، 'سچل سرمست جي اڄوڪي دور ۾ اهميت' ۾ سائينءَ جن لکن ٿا:

"سچل ۽ سنڌ جا ٻيا صوفي، سرزمين سنڌ ۽ جديد دنيا (Modern World) جا مسيحا آهن، سندن وحدت الوجدي فڪر ۽ تصوف جو جديد عقلي تصور، انسان ذات کي جنگ وجدل، دهشتگردي، مذهبي منافرت، فرقيواريت، اسهپ، هٿيارن جي ڊوڙ، قبيلائي جهيڙن، ملڪن کي غلام بنائڻ واري نفسيات ۽ اُرهہ زورائيءَ کان بچائي، انسان ذات ۾ محبت، امن ۽ اتحاد پيدا ڪرڻ، دهشتگردي ۽ مذهبي ويڇن کي ختم ڪرڻ، انسانن مان نندي وڏائي ۽ تڪبر کي ختم ڪرڻ، رواداريءَ کي عام ڪرڻ، هٿيار ڇڏي پيار ۽ پريت جي پيغام کي عام ڪرڻ، قبيلن ۾ ڀائپي وڌائڻ ۽ قومن جي آجپي ۽ آزاديءَ جو احترام ڪرڻ سيکاري ٿو.

محي الدين ابن عربي، حسين بن منصور حلاج، شمس تبريز، رحمان بابا، بلي شاه، لطيف سائين، سچل سرمست ۽ ساميءَ اهوئي عالمگير سنيهو ڏنو آهي“.

هاڻي ٻڌايو ته سائينءَ جن جي ڪهڙي بيان کي درست سمجهون: (i) ايران ۽ هندستان جي سموري صوفي ويدانتي شاعري جيڪا فارسي، هندي، پنجابي، سرائيڪي، راجستاني اردو وغيره زبانن ۾ موجود آهي ان ۾ ذات پات، رنگ نسل، دين ۽ ڌرم جي فرق کانسواءِ سمورن انسانن سان محبت ۽ همدرديءَ وارو مثبت پهلو نه آهي، يا (ii) محبت ته آهي پر پختگي ۽ پائداري نه آهي، يا (iii) هي ته محي الدين ابن عربي، حسين بن منصور حلاج، شمس تبريز، رحمان بابا، بلي شاه، لطيف سائين، سچل سرمست ۽ ساميءَاهوئي عالمگير سنيهو ڏنو آهي؟ ته پوءِ سنڌ جو الڳ تصوف ته نه ٿيو، اهو هڪ جهڙي عالمگيريت جو حصو ٿيو ساڳئي مضمون، ’سچل سرمست جي اڄوڪي دور ۾ اهميت‘ ۾ لکن ٿا:

> ”سندس شاعريءَ لاءِ اهو چوڻ ڪنهن به صورت ۾ وڌاءُ نه ٿيندو ته اها سنڌ جي فڪري ۽ روحاني تهذيب جي علامت ۽ آئينه دار آهي ۽ ان جو هڪڙوئي ’سر‘ يا سرچشمو آهي عشق/ عشق الاهي. هو پريم نگر جي ڳلين جو ڳائيندڙ آهي ۽ پريم نگر جو امام هن وٽ صرف ئي صرف عشق آهي ۽ اهو عشق وٽس ’وحدت سنڌ‘ ۽ وحدت عالم/ وحدت انسانيءَ جو آئينه دار آهي“.

ان بيان ۾ عشق الاهيءَ کي وحدت سنڌ، وحدت عالم ۽ وحدت انساني قرار ڏيڻ تي تجزيي جي ضرورت نه آهي باقي

جيستائين سچل جي عشق جي ڳالهه آهي تہ هو (سچل) پاڻ ئي چوي ٿو:

- سچل پاجهون عشق الله جي نہ ڪوئي هنر سکياسي.

ساڳي مضمون 'سچل سرمست جي اڄوڪي دور ۾ اهميت' ۾ سائينءَ جن لکن ٿا:

"اِن حوالي سان آءٌ واضح ڪريان تہ سنڌ ۾ تصوف /وحدت الوجود رڳو قلب جي ڪٽ لاهڻ ۽ 'نفس جي تزڪيي' جو نالو نہ آهي، پر سنڌ جي صوفين، ماڻهن جي سياسي، سماجي ۽ معاشي مسئلن کي سمجهي، ماڻهن سان هڪ وجود ٿي، هر رياستي ڏاڍ ۽ جاگيرداري، جبرَ ۽ قومي غلاميءَ خلاف عملي ويڙهہ ڪئي ۽ ميدان ۾ مڙس ٿي مقابلو ڪيو. سنڌ جي تاريخ ٻڌائي ٿي تہ جڏهن سنڌ تي ارغونن حملا ڪيا تہ مخدوم بلاول، هڪ طرف دولهہ دريا خان ڪي، ٻئي طرف ساهتيءَ جي سهتن کي ۽ ٽئين طرف ٺٽ جي سوڍن کي ساڻ وٺي، هندو مسلم متييد ڪان مٿانهون ٿي، 'وحدتِ وطن' بچائڻ لاءِ، ارغوني اقتدار خلاف للڪارَ ٻڌجي اُٿيو ۽ نتيجي طور دنيا جي ايذاءَ رسانيءَ جي جديد اوزار لوهي گهاڻي ۾ پيڙجي ويو. شاه عنايت شهيد برابريءَ واري سماجي تحريڪ هلائي، مغل حاڪمن ۽ سندن ديسي دلالن: ڪلهوڙن حاڪمن، ميرن، پيرن ۽ جاگيردارن جون ننڊون حرام ڪري ڇڏيون، نتيجي طور ڪيس سازشي طريقي سان مذهب (قرآن) کي ڍال بنائي شهيد ڪيو ويو. ساڳيءَ

ريت عالم اسلام ۾ حسين بن منصور حلاج ۽ دارا، سرمد ۽ عيسيٰ جي شهادت جا عظيم مثال موجود آهن.

اهڙيءَ ريت سچل به اُن پيچري جو پانڌيئڙو ۽ واٽ جو وٽجارو هو. هن جو 'سچ جو نعرو'، وحدت انسانيءَ جو هوڪو، ڏيهي ۽ پرڏيهي حاڪمن لاءِ چئلينج بنجي پيو هو، ڇو ته سچل سائين ڌرتيءَ جو ضمير بنجي، ماڻهن جي محبت ۽ ملڪي وحدت جو مرڪز بڻجي پيو هو، جنهن وٽ مذهبي متڀيد نه هو، رواداري، سيڪيولرزم ۽ سماجي نيڪي سندس ڪلام ۽ پيغام جو محور هئا".

وري ساڳئي ڪتاب جي مضمون، 'اٿي ڪمر ٻنڌ' ۾ سائين جن لکن ٿا:

"سندس ارڏو روح بغاوت لاءِ پڙڪو ڪائي اٿيو هو، هن منصوري موج ۾ اچي، حق جو نعرو بلند ڪيو. سنڌ جي هيٺي ۽ بدحال عوام جو سهارو بنجي، ان کي آٿت ۽ ڏڍ ڏيڻ سان گڏ، سنڌ جي آجپي ۽ 'وحدت' جي بحاليءَ لاءِ هڪ حق پرست صوفيءَ جو ڪردار ادا ڪيو".

حق پرست صوفيءَ جي حق ادا ڪرڻ جي حوالي سان سائينءَ جي مخدوم بلاول ۽ شاهه عنايت شهيد (جڏهن ته بئي صوفي نه هيا وطن پرست ضرور هيا) جي عملي ويڙهه ڪرڻ، ميدان ۾ مڙس ٿي مقابلو ڪرڻ ۽ مقصد خاطر شهيد ٿيڻ واري ڳالهه ته ٺيڪ آهي پر سچل پڙڪو ڪائي ڪاڏي ويو؟ اها خبر نه ٿي پئي!

سائينءَ جن پنهنجي مضمون ’سچ جو صورتگر سچل‘ ۾ لکن ٿا:

”سچل جو سڄو دور، سنڌ ۽ سنڌي سماج، تاريخ جي انتهائي بحراني حالتن جو شڪار رهيو ۽ سڄو عرصو پنهنجي اجتماعي وجود جي بحاليءَ جي جدوجهد ۾ مصروف رهيو. اهڙيءَ طرح 18 صديءَ جي آخر ۽ 19 صديءَ جي ابتدا ۾ جڏهن سنڌ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي گهرو ويڙهن ۽ پٺاڻ ڦورن (نادر، ابدالي ۽ مدد خان) جي ڦرلٽ جي ڪري تباهيءَ جي ڪناري تي اچي پڳي هئي، عام ماڻهو بک بدحاليءَ ۽ عدم استحڪام واري صورتحال مان گذري رهيا هيا“.

سائينءَ کان علاوه ٻين ليکڪن بہ تاريخ جي حوالي سان ان دور کي بک بدحالي، گهرو ويڙهہ، ٻاهرين جا مسلسل حملا ۽ هندن کي زوريءَ مسلمان ڪرڻ وارو دور ڄاڻايو آهي. تاج جويو صاحب خاص طور تي پنهنجي مضمون، ’سچل پنهنجي دور جي آئيني ۾‘ ۽ ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ پنهنجي مضمون، ’تاريخي پس منظر‘ ڇپيل ڪتاب ’سچل جو پيغام‘ ۾ تاريخي حالتن جي مختصر مگر جامع تصوير پيش ڪئي آهي.

دعويٰ ڪئي وڃي ٿي تہ انهن حالتن کي ڏسي سندس (سچل جو) ارڏو روح ڀڙڪو کائي اٿيو ۽ هو باغي ”منصوري نعرو هڻي ميدان ۾ ڪڏي پيو“ ۽ سندس پير تي ڏونڪي هڻڻ، مصلحتن کان پاڪ جدوجهد ڪرڻ جي حوالي سان زمين آسمان هڪ ڪيو ڇڏين. اُهي اهو تہ ٻڌائين، ڀلا پوري تاريخ ۾ ڪو هڪڙو حوالو تہ ڏين تہ هن (سچل) ان سڄي ظلم ۽

ناانصافيءَ خلاف ڪي جٿا تيار ڪيا، ڪن محب وطن ماڻهن سان ان سلسلي ۾ ملاقاتون، صلاح مصلحتون ڪيون، حڪومتي ڌرين کي ڪو انتباهه ڪيو، پلا پنهنجي مريدن کي ڪي نصيحتون ڪيون، ڪو حڪم ڪيائين، ڪو اعلان ڪيائين، ان حوالي سان ڪا تڪليف برداشت ڪيائين، ڪيس ڪا رهنمائي؟ حڪومتون بغاوت ۽ انهن جي پٺڀرائي ڪندڙن جون خبرون لهندي آهي ۽ ماحول سنگهندي رهندي آهي، ڇا ان وقت جي ڪنهن به حڪومت سچل جي حوالي سان ڪڏهن ڪنهن اهڙي رويي جو اظهار ڪيو؟ بلڪ تاريخ ٻڌائي ٿي ته هو هميشه رياست جو منظور نظر رهيو. لکندڙن جي دعوائن ۽ ٻڌايل تاريخ جي حالتن ۾ ته اهو ٿو لڳي ته هو صرف تماشو ڏسندو رهيو ۽ موسيقيءَ جي محفلن جو مزو وٺندو رهيو. ڳالهه اها آهي ته پڙڪو ڏئي اٿڻ، پير تي ڏونڪو هڻڻ، منصوري نعرو هڻي ميدان ۾ ڪڏي پوڻ شينهن جي شڪل ۾ اچي گجگوڙ ڪرڻ وغيره جي ڳالهه سچل نه پر ان تي لکندڙن جون دعوائون آهن، پر افسوس اهو آهي ته هو ان مان ڪا به ڳالهه هن جي عمل يا شاعريءَ جي حوالي سان اڄ تائين ثابت ڪري نه سگهيا آهن.

آشڪار ـ تحقيقي جرنل 9' ـ ڇپيو، جولاءِ 2013 ـ مضمون، 'سچل سارو سچ، انهيءَ ڏي اچ'؛ ليکڪ، تاج جويو، لکن ٿا، "اسان جو سچل .... سمورين جهالتن ۽ قباحتن، مصنوعي ۽ مڪروهه روين، ڪٽرپڻي ۽ تعصب جي لاڙن، انسان مخالف مفروضن ۽ ساڃاهه دشمن سوچن خلاف علم، سونهن رواداريءَ، سهپ، سچ، نيڪيءَ ۽ انسان شناسيءَ جو عَلمُ بلند ڪيو، هن غير عقلي ۽ غير حقيقي روين جي ابتڙ مثبت ۽

حقيقي روين جو اظهار ڪيو. هن جي نظر ۾ انسان ئي انسان کي سمجهڻ جو مناسب ۽ مثبت وسيلو آهي، (Man is the Proper Study of a Man) ۽ اهوئي وسيلو ڪنهن سچي صوفيءَ کي ان منزل ۽ مقام تي پهچائي ٿو ته:

- آهيان پاڻ 'الله'، ٿو عشق ڪنا 'عبد' سڏايان".

ڳالهه اها آهي ته سچل ٻه ٻاقي ساڳئي فڪر رکندڙن وانگر علم جي مخالفت ڪئي آهي، وحدت الوجود جي دعويٰ آهي ته 'حق' اهڙي حقيقت آهي جنهن کي حواسن نه پر وجدان ذريعي سمجهي سگهجي ٿو ۽ اهو به ايترو جو اڳتي سمجهائي نه ٿو سگهجي، ۽ حواس وجدان کي ٻه سمجهي نه ٿا سگهن، جڏهن ته ڪوئي فڪر يا عمل اهڙو ناهي جنهن ۾ حواسن جو عمل دخل نه هجي، جهڙوڪ حواسن جي بنياد تي حافظو ڪم ڪري ٿو، حواس ئي ٻڌائن ٿا ته هيءَ ڪيفيت 'وجدان' وغيره جي آهي ۽ حواس ئي ان جون حدون مقرر ڪن ٿا ۽ ٻڌائن ٿا. ٻئي ڳالهه ته سائينءَ چواڻي مٿيون بيان ڪيل سڀ خوبيون ۽ عقلي، مثبت ۽ حقيقي رويو جي اهو آهي ته پاڻ کي الله سمجهجي ۽ سڏائجي ته ڇا ان مان اسان اهو سمجهون ته جيڪي پاڻ کي الله نه ٿا سمجهن اهي سمورين جهالتن، قباحتن، مصنوعي ۽ مڪروه روين، ڪٽرپڻي ۽ تعصب جي لاڙن ۾ ورتل آهن؟ سندن رويو علم، سونهن، رواداريءَ سهپ، سچ، نيڪيءَ جي ابتڙ غير عقلي ۽ غير حقيقي آهي؟ پوءِ سائين پاڻ کي الله ڇو نه ٿو سڏائي؟ جن کي سنو ٿو سمجهي جن جي ويجهو آهي انهن کي الله ڇو نه ٿو سڏي؟

الله تہ بي نياز آهي پوءِ عشق ڇا جو؟ ڪنهن سان؟ خدائي ڇڏي ٻانهو سڏائڻ جو ڪهڙو جواز ۽ مقصد؟ پوءِ تہ ان جي حوالي سان مختلف مذهب جيڪي تعريفون ۽ وضاحتون ڪن ٿا اهي نہ صرف ڪوڙيون ثابت ٿين ٿيون پر ناس بہ ٿين ٿيون.

ساڳئي ئي تحقيقي جرنل ۾ ڊاڪٽر بشير احمد شاد، پنهنجي مضمون، 'سچل سرمست جو ڪاپڙي' ۾ لکن ٿا، "سرمست جو ڪاپڙي بہ اهو عابد، زاهد، متقي ۽ مرشد ڪامل آهي، جيڪو انسان کي رشد و هدايت جي واٽ وٺائي ٿو" مشاهدو ٻڌائي ٿو تہ جيڪي عابد، زاهد ۽ متقي هوندا آهن اهي (اسلامي مذهب) شريعت جا پڪا پابند هوندا آهن، مڙئي ڏسيل عبادتون ڪندا آهن، نمازون پڙهندا آهن، روزا رکندا آهن، پاڻ کي۔يا ڪنهن بہ ٻئي بشر کي الله سمجهڻ تہ ڇا، صفات ۾ بہ ان سان ڀيٽ کي ڪفر ۽ شرڪ سمجهندا آهن، تہ پوءِ سچل ڪنهن جو پوئلڳ آهي؟جيڪي عابد، زاهد آهن، جيڪي نِوڙي نمازون ٿا پڙهن يا 'پاڻ کي الله ڄاڻڻ وارن' جو؟

'سرمست 24 . 2003ع'۾ سائين هدايت پريم پنهنجي مضمون، 'سچل جا انساني امنگ ۽ اڌما' ۾ لکن ٿا،

"سچل سائين جي ڪلام ۾ گوناگون موضوع موجود آهن. هونئن سندن سارو ڪلام تصوف جي گرديءِ ڦري ٿو ۽ هر طرح سان صوفيانہ مسلڪ جي اپٽار آهي. سچل سائين انسان ذات کي <u>شرف پڻ بخشيو</u> آهي. انسان شناسيءَ جون ڪيتريون ئي ڪيفيتون سندس ڪلام ۾ موجود آهن. مثلا حب الوطني،

رواداري، عشق محبت، مردانگي، شجاعت، همت جوش، جذبات، ولولو، عزم، حسن، فراق، وصال، امنگ، پيار پياس، تڙپ مستقل مزاجي، صبر، شڪر، اميد، ڏاڍ ڏمر ڪان ڏڪار، رضا تي راضي رهڻ وغيره جهڙا موضوع بہ آهن.“

جيڪو پنبو تہ اهو شرف ڪيئن هوندو؟ عشق جي حوالي سان لکي ٿو:

”سچل سائينءَ جو ورتاءُ شاه لطيف ڪان ان معاملي ۾ مختلف آهي. لطيف عشق جي راه ۾ سر جو سانگ ڪرڻ ڪان جهلي ٿو.“ تہ ڇا سمجهون تہ سچل عشق ۾ بہ سر بچائڻ لاءِ چوي ٿو! ’غم‘ جي عنوان ۾ لکي ٿو تہ انساني نفسيات ڪان بخوبي واقف هيو، هو پاڻ ڪي شاعر، فنڪار، فلاسافر ۽ صوفيءَ جي حيثيت ۾ سوچيندو ۽ محسوس ڪندو هو، وغيره وغيره پر سوال اهوئي آهي تہ ثابت ڪير ڪندو؟

’سرمست 25 . 2004ع‘ ۾ ملڪ نديم صاحب پنهنجي مضمون، ’سچل چيو خود خدا ٻڌجو‘ ۾ لکي ٿو:

”سوئي ڪم ڪريجي جنهن وچ الله آپ ٻڌيجي سچل هي خيال ڏنو آهي، پنهنجي ديس واسين ڪي ۽ دنيا ڪي تہ اهڙو ڪم ڪيو جو خود خدا ٻڌجي وجو. الله هڪ يعني قدرت، طاقت ڪنٽرول، هن سڄي دنيا تي سڄي ڪائنات تي ڪنٽرول ٿي وڃي، اهو اشارو ڪنهن لاءِ روحاني طاقت تي ٿي سگهي ٿو ڪن جو اشارو سائنسي طاقت تي آهي“.

ان ننڍڙي مضمون (سوا ٻه صفحا) ۾ سائين اهو تاڪيد ٿو ڪري ته سچل ٿو چئي الله ٿي سائنس، ڪمپيوٽر، اقتصاديات ٿي ڪنٽرول ڪيو ڏسو هاڻي سائنس اهو ٻڌائي سگهي ٿي ته مائيءَ جي پيٽ ۾ نر آهي يا مادي آهي. مان ته ان مضمون مان سچل وارو الله پاڻ ٿيڻ وارو سنيهو ايتروئي سمجهي سگهيو آهيان باقي دوست چاهن ته پاڻ پڙهي ان مان لاڀ حاصل ڪن.

'سرمست 25 ـ 2004ع' حزب الله ـ آءِ ـ سومرو مضمون، 'هين تون آپ الله' ستن صفحن جي مضمون ۾قرآن پاڪ جون آيتون، حديثون ۽ عربي مقولا ترجمي سميت ڏنا آهن ته بابا نعوذبالله سچل جي باري ۾ اها غلط فهمي پيد اٿيل آهي ته هو پاڻ الله ٿيڻ جي ڳالهه ٿو ڪري ۽ ان ڪري ئي ته پنهنجو ڪوڙ ڪلام ضايع ڪري ڇڏيو هو. سچل ته اها ڳالهه ماڻهن ۾ الله جي اخلاقن ڪي اختيار ڪرڻ لاءِ چئي هئي. ستن صفحن ۾ ست سٽون سچل جي حوالي سان آهن اهڙوئي مضمون ٿوري ڦير گهير سان 'ايجها ڪم ڪريجي جنهن وچ الله آپ بڻيجي' جي عنوان سان 'سرمست 23' ۾ سائينءَ جن جو ڇپيل آهي. ان ۾ ٻه سائينءَ جن تاڪيد ڪيو آهي ته سچل ماڻهن کي رب وارا اخلاق اختيار ڪرڻ لاءِ چيو آهي. هو لکن ٿا، "رب سائين نه کائيندو آهي نه پيئندو آهي ان ڪري انسان کي ٻه فرضي توڙي نفلي روزن ۾ رهڻ گهرجي. . . پاڻ نه ڪائي ٻين کي کارائي، پاڻ نه پيئي ٻين کي پياري" (يعني پاڻ رب واريون عادتون سکي ٻين کي انهن تان هٽائي!) هو چوي ٿو ته سچل چاهي ٿو ته رب جون عادتون پاڻ ۾ وجهي سامراج جو تسلط ٽوڙيو. شايد رب جو ٻه ڪنهن سامراج سان مقابلو آهي.

’سرمست 27 ـ 2006ع‘ ۾ سائينءَ جن جو اهڙو ئي هڪ مضمون آهي، ’سچل جي نظر ۾ ملا جو ڪردار‘ ان ۾ سائينءَ جن فرمائين ٿا ”ضروري ناهي ملا مذهبي هجي! ظاهر بين محقق ملا جي اصل معنيٰ ٻڌائڻ کان قاصر آهن يا وري ملا سان نون ڳنڍي چوندا ته ملا معنيٰ شيطان جو ”ملان“ ۾ به نون ۽ شيطان ۾ به نون، ڪين اها خبر هجڻ ڪپي ته ”قرآن ۾ به نون آهي ته رحمان ۾ به نون آهي“.

مان جيئن اڳ به گذارش ڪري آيو آهيان ته ڪوڙ سارو مواد اهڙو به آهي جنهن کي پڙهڻ کان پوءِ وقت جو ذيان لڳي ٿو پر مون سچل تي لکيل (جيڪو ملي سگهيو) هر لفظ کي پڙهيو ته شايد ڪا نئين شيءِ سامهون اچي ڪا نئين روشني ملي. مان اهو تجويز ڪرڻ به پسند نه ٿو ڪيان ته هي ٻئي مضمون پڙهو ۽ الله آپ ٻڌجڻ جا ڪم ڏسو، خبر ناهي ته سچل وٽ سامراج جو گمان به هيو الائي نه ۽ حزب الله صاحب وٽ ان جو مطلب ڇا آهي؟ شاباس ته اسان جي تحقيقي جرنل جي انتظاميه کي آهي چو ته مڙئي تحقيقي جرنل اهڙي ئي مواد سان پريا پيا آهن، پر نا اميد ٿيڻ نه گهرجي، هڪ ته سائنسي ۽ فني ترقي ڪوڙ سارين شين، نظرين ۽ قياسن کي ڇنڊي ڇاڻي تاريخ جي رديءَ جي ٽوڪريءَ ۾ ڦٽو ڪندي آهي. ٻئي ڳالهه ته حقيقت پسند، صحيح بنيادن تي تحقيق، تنقيدي ۽ تخليقي شعور ۽ خود تنقيدي عمل کي اهميت ۽ اوليت ڏيندي گهٽو ڪجهه بهتر ۽ درست ڪري سگهجي ٿو. جاگيرداري سوچ ۽ زوال پذيري ڪوڙن انائن کي نه صرف اپاريندي ۽ تقويت ڏيندي آهي پر نفسياتي طور اڪثريت کي اهڙي هنڌ پهچائيندي آهي جتي هڪ ئي وقت احساس ڪمتري ۽ برتريءَ

جي ڪوڙن احساسن، سماجي ۽ نفسياتي بيمارين ۾ ”آڻ نہ مڃڻ“ جي ضد ۾ سڀ ڪجهہ تباه ڪرڻ لاءِ ماڻهو هر وقت تيار بيٺو هوندو آهي.

اهڙوئي هڪ مضمون ’سرمست 25-2004‘۾ انور پرديسيءَ جو، ’سچل سرمست بي باڪ شاعر‘ جي عنوان سان آهي ان جون صرف هي ٻہ سٽون ڏسو، ”پر افسوس اسان سجاڳ نہ ٿياسين، سچل جي سڏ تي نيٺ اسان انهن مغربين جي ٻانهپ ۾ اچي وياسين“ ان مان تہ لڳي ٿو تہ اهي مغربي سچل جي سڏ تي ڪاهي آيا هيا! هونئن اهڙا ليکڪ بہ منهنجي مطالعي ۾ آيا جيڪي چون ٿا تہ ميرن سچل طرفان موڪليل فقيرن(يوسف فقير ۽ ٻيا) سان بي ادبيءَ سان پيش آيا تہ انهن چيو ’پڳ وئي ٽوپي آئي‘ايئن ميرن جي حڪومت پڳ ختم ٿي انگريزن جي حڪومت ٽوپي شروع ٿي. ڪتاب - دولهہ درازي– مؤلف، قاضي علي اڪبر علي محمد درازي.

’سرمست 27 . 2006ع‘ . ڊاڪٽر هدايت پريم، پنهنجي مضمون، ’سچل سائين، مظلومن جو شاعر‘ ۾ لکن ٿا، ”سچل سائين نہ صرف هڪ نهنو ۽ نماڻو شاعر آهي پر جوش ۽ جلال جو شاعر بہ آهي. . . . . حقيقت ۾ گدائي ناهي مگر خود خدائي آهي. . . . سچل سائين وٽ جوش ۽ جلال تہ هو پر اصل ۾ سچل سائين وٽ نهايت ئي نوڙت، نهنائي ۽ نماڻائي هئي، پاڻ کي عيبدار ۽ ٻانهن جي ٻانهي ڪري چيو اٿائين.

آهيان عيبدار ميان آءُ ٻانهن جي ٻانهي،
عُمرِ سياڻي ڪوڙ ڪمايم، بخشيو مون کي جاني.“

جڏهن هو چون ٿا، ”پر اصل ۾“ ته لڳي ٿو ته اصل ۾ ته اها ڳالهه آهي جيڪا هي چون ٿا باقي نقل يا ڪوڙ آهي. هڪ ئي وقت پاڻ کي رب جبار، ٻانهو، عيبدار، گدائي وري خود خدائي، کهڙي ڳالهه کي ظاهر ٿي ڪري. ڇا اها تضادن سان ڀريل ڳالهه/ شاعري سچل تي لکندڙن کي نظر ۾ يا سمجهه ۾ نه آئي؟ يا غير سنجيدگيءَ ۾ ٿا ڦوڙا ٿا پيا هڻن!

ساڳئي ’سرمست‘ ۾ محمد پنهل ڏهر صاحب جن جو 21 صفحن تي مشتمل مضمون، ’سچل شناسيءَ تي رشيد احمد لاشاري جي ڪيل ڪم جو جائزو‘ ڇپيل آهي. ڪل 21 صفحا جن مان 6 لاشاري صاحب جي زندگيءَ تي 6 لاشاري صاحب جي ڪتابن ۽ مضمونن جي باري ۾ (ته ڪهڙا ڪهڙا آهن ۽ انهن جي ڇپائي وغيره) جيڪي ٻڌائن ٿا ته هن سچل جي سنڌي ۽ سرائڪي شاعريءَ جو منظوم ترجمو ڪيو هو. 7 صفحا سچل جي عقيدت ۾ ڇپيل شاعري ۽ ٽن صفحن تي حوالن ۽ مددي ڪتابن جو وچور ڪاڏي ويو سچل؟ ڪاڏي وئي سچل شناسي ۽ لاشاري صاحب جي ڪيل ڪم جو جائزو؟ جي عنوان هجي ها، ڪيل ڪم جو وچور يا صرف ڪيل ڪم ته به خير هو. ڇا ان کي تحقيقي مضمون چئجي؟

ساڳئي ’سرمست‘ ۾ ساجد سومرو جو 8 صفحن تي مضمون آهي ’لطيف سائين ۽ سچل هڪ ئي مڪتبه فڪر جا ساٿي آهن.‘ (سرمست 2007/28 ۾ ’پنهنجي پاران ۾ مولا بخش لاڙڪ، سيڪريٽري سچل سرمست يادگار ڪاميٽي خيرپور وضاحت ڪئي آهي، ”نوجوان محقق مخمور بخاري خط لکي اسان کي آگاهه ڪيو آهي ته گذريل سال واري سرمست 27 ۾ ”لطيف سائين ۽ سچل هڪ ئي مڪتبه فڪر جا ساٿي آهن“

جي عنوان سان ڇپيل مقالو سنڌس لکيل آهي. واضح رهي تہ
هي مقالو سچل ادبي ڪانفرنس ۾ نوجوان ليکڪ ساجد
سومرو پنهنجي نالي سان پيش ڪيو هو“، ڳالھ اها آهي تہ ڇا
صرف پهتل وضاحت ڇاپي ڇڏڻ ئي ڪافي آهي يا ڪنهن بہ
حوالي جي تحقيق/ تصديق ڪرڻ بہ گهرجي؟ ٻئي ڳالھ تہ
’سرمست 27 ڇپيو 2006ع‘ ۾ ان ڪان پوءِ مخمور بخاريءَ جو
ڪتاب ’سچل ساجاه شعور‘ جيڪو 2011ع ۾ ڇپيو، ان ۾ نہ
اهو مضمون آهي نہ اهڙي ڪا ڳالھ آهي. وڌيڪ خبر خدا ڪي!
ان مضمون ۾ سچل جي دور جي 17 شاعرن جو ذڪر آهي.
ڪاڏي ويو مڪتبہ فڪر تہ ڪاڏي ويو پٽائي ۽ سچل؟ ڳالھ
سمجھ ۾ نہ آئي، مواد پڙهندي ڪڏهن ڪڏهن لڳندو هو تہ
ويچارن ليکڪن سان مرتب/ سهيڙيندڙ/ ڇاپيندڙ ڏاڍيون
زيادتيون ٿا ڪن شايد هنن جا عنوان بہ بدلائي ٿا ڇڏين پر
ڪڏهن بہ اهڙي يا ڇپائيءَ جي حوالي سان ڪا شڪايت
سامهون نہ آئي. هتي اسان عنوان، حوالا ۽ مواد جي ربط ۽
ضبط وغيره جي بحث ۾ نہ ٿا وڃون نہ ئي مرتب / سهيڙيندڙ
۽ ڇاپيندڙ جي ذميوارين جي بحث ۾ ٿا پئون.

’سرمست 28 ـ 2007ع‘ ۾ هڪ عجيب مضمون برڪت بلوچ
جو، ’سچل جي نفيءَ جي نفي، جي نظريي جو اپياس‘ آهي. ان
۾ هڪڙي ڳالھ (پلي زوريءَ معنیٰ ڪڍي وئي هجي) ڪئي
اٿس تہ ”شاعر شعور جو اسم فاعل آهي. شعور جي معنیٰ آهي
سمجھ، جاڻ شاعر جي معنیٰ ٿيندي سمجهو ۽ ڄاڻو، اهڙيءَ
طرح سچل سائين نہ صرف سنڌ، پاڪستان جو پر دنيا جو
ڏاهو شاعر آهي.“ جي اهو مڃجي تہ پوءِ هر شاعر نہ صرف

پنهنجي ديس پر دنيا جو ڏاهو شاعر ٿيندو ۽ پوءِ ته ڪو فرق ئي نه رهندو-سڀ هڪ جهڙا!

ماديت جي فڪر ۾ جدليات جا ڪجهه اصول آهن جن ۾ هڪڙو آهي Negation of Negation (نفي جي نفي) جنهن ڪي وضاحت سان سمجهايو ويو آهي ته ڪائنات ۾ تخريب ۽ تعمير جو مسلسل عمل جاري آهي.

هر جوهر تخريبي عمل ۾ مڻجي (نفي) ٿو ۽ نئون جوهر وجود وٺي ٿو جهن عمل کي Thesis Anttithesis Synthesis چيو وجي ٿو. مثلا ڪو ٻه ٻج (جوهر) زمين ۾ تخريب جي عمل (Antithesis) ۾ ختم ٿي نئين جوهر (Syntithesis) کي وجود ڏئي ٿو جيڪو پنهنجي جاءِ تي Thesis ٻه آهي ۽ اهو ساڳيو عمل ورجائبو رهي ٿو. جڏهن ته تصوف پاڻ کي ختم ڪري وساري حتاڪ احساس جي ٻه نفي ڪري پوءِ اثبات/خودي حاصل ڪرڻ جي ڳالهه ڪري ٿو. لڳي اهو ٿو ته سائينءَ جن نفي اثبات کان علاوه جدليات جو اصول تخريب ۽ تعمير ڪٿان ٻڌو آهي يا ڪنهن منجهائيندڙ عبارت ۾ پڙهيو آهي (چو ته هي دقيق موضوع آهي) پوءِ کين خيال آيو آهي ته چونه <u>نئين ڳالهه ڪجي</u> جدلياتي/ مادي قانون کي صوفي فڪر/ خيال پرست سان ملائجي، واه واه ٿي ويندي. جي سائين جدليات جي فڪر کي سمجهي ها ته شايد اهڙي حرڪت نه ڪري ها، آخر سڀ ته جاهل نه آهن! ان جدليات کي نه سمجهي سگهڻ جي ثبوت لاءِ سندس هيءَ عبارت ڪافي آهي، ”ٻج کان وڻ ٿيڻ تائين اهو عمل ارتقائي ڏاڪن ۾ ٿئي ٿو. پهرين نفي ٻج مان سلي جو ڦٽڻ، ٻي نفي سلي مان ميوو ٿيڻ، يعني ٻي تبديلي نفي جي نفي آهي، اهڙي طرح ڪڏهن ٽين نفي ٿيندي آهي“

(نوٽ - جاءِ خالي ڇڏيل آهي) اها ٽيئن نفي ڪهڙي آهي شايد ڪنهن کي بہ خبر ناهي. ٽين نفيءَ ڄنهن جو نالو سائين جن جي لکت مطابق خالي جڳهہ آهي. شايد نالو ان ڪري نہ ڏنو اٿائين جو بقول سائينءَ جن جي اها ڪڏهن ڪڏهن ٽيندي آهي يا سائينءَ ٻڌائڻ نہ ٿو چاهي تہ جيئن اهڙي فڪري ڳالهہ جي خبر صرف سائينءَ تائين رهي. ڇاپيندڙن ڇاپي ڇڏيو، بقول انهن جي تہ مضمون تحقيقي چند ڇاڻ کان پوءِ ڇاپيا وڃن ٿا! ارتقا جي مرحلن ۾ بہ سلي مان تہ ميوو نہ ٿيندو آهي جي ان حوالي سان ڏسجي تہ ڪيترائي مرحلا جهڙوڪ ٽڙ/ ول، شاخ، گل جي مرحلن طئہ ڪرڻ کان پوءِ ميوو ٿئي ٿو. جي سائينءَ جن جي مراد اها آهي تہ اهو سڀ ڪجهہ سلي مان ٿئي ٿو تہ پوءِ سڌو چوڻ گهرجي تہ ٻج مان ميوو ٿئي ٿو جنهن ۾ وري ٻج ٿين ٿا.

سائينءَ جن لکن ٿا، "آدم انسان جي علامت، انجي نفي عزرائيل جيڪو موت جي علامت، حوا جيڪا ماءُ عورت يا ڄڻيندڙ جي علامت، جيڪا موت جي نفي ٿي ڪري ۽ ڪائنات ۾ زندگي هلندي ئي نفي جي نفي ڪندڙ آهي". سائين سياسي نفي جي نفي جي عنوان هيٺ لکي ٿو. "سچل سرمست ٻنهي دورن کي ندي ٿو هڪ طرف ڪلهوڙن جا ٽالپر سياسي نفي آهن.ٻئي طرف سچل ٽالپرن جي پر تہ ڪو نہ ٿو وڻي اٽلندو انهن جي مذمت ڪري يعني نفي جي نفي، جو عمل وجود ۾ آڻي ٿو". سائين ان سياسي، سماجي ۽ تاريخي نفي جي نفيءَ لاءِ سچل جا هينيان بيت ڏنا آهن. پڙهندڙ ان فڪر کي انهن بيتن جي روشنيءَ ۾ سمجهڻ جي ڪوشش ڪن تہ انهن جي مهرباني ٿيندي.

- ”ناوت شيخ مشائخ يارو، نا مخدوم، ٿياسي،
نا قاضي، نا معلم ملا، ناوت پير ٻڌيوسي،
بازي جوڙ نہ عالم ڪيتي، رنگ ٻيا رکيوسي.

- جهڙو آهين اهڙو هوندين فاني ٿيندين ڇا!
سُڌ پنهجي سِر جي ڪامل پيڙءِ ڪا،
ڳالھ نہ سمجهئي سا، آوازي اناالحق جي.

- وقت اها تي ويل، دوئي دور ڪرڻ جي،
ڪڍ مذاهب من مان، ساجهر ساڻ سويل،
هندو مومن سان ملي، محبت جا ڪر ميل،
متان تي اويل، اولھ سج نہ اُلهي...“

صرف هن مضمون تي ڪتاب لکي سگهجي ٿو ڇو تہ هڪ تہ فلسفي جي خاص موضوع جو ٻيڙو ٻوڙيو ويو آهي، ٻيو تہ سائنس ۽ سماجيات جي بہ سني مٽي پليت ڪئي وئي آهي. بقول سائينءَ جن جي ڪلهوڙن جي نفي هيا ٽالپر وري صرف سچل جو ٻنهي کي نندڻ ٽالپرن جي نفي تي پيو. واھ سائين واھ سياست جو جدلياتي تجزيو؟ ۽ سچل جي نفيءَ جي نفيءَ جي نظريي جو اپياس - ڪمال آ!

ان مضمون جي حوالي سان منهنجو شڪ ثابت ٿيو، سائينءَ جن آخر ۾ لکن ٿا، ”اسان هن مقالي ذريعي نفي جي نفي جي فلسفي جي سماجي سياسي، تاريخي ۽ مذهبي ڪارج کي سچل سائين جي ڪجھ شعرن جي مثالن ذريعي واضح ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، اميد تہ هي ننڍڙي ڪوشش ادبي

حلقن ۾ قبول پوندي. سچل شناسي جي حوالي سان منهنجي هي نئين ڪوشش آهي".

ادبي حلقن جو تہ ردعمل الائي ڪهڙو ٿيو؟ يا تہ پڙهجي ئي نہ ٿو يا سمجهہ مدد ئي نہ ٿي ڪري يا وري ڪي مصلحتون يا وري ڪير قيمتي وقت ضايع ڪري، اهو فيصلو في الحال تہ ڏکيو آهي. جيئن تہ لکيل آهي تہ "اسان هن مقالي ۾" 'اسان' جي ذمري ۾ ايندڙ، مان ڳولهيا تہ سهي پر ٻيا نظر نہ آيا، آخري سٽ منهنجي ڳالهہ جي تصديق ڪئي، "مهنجي هيءَ نئين ڪوشش آهي".

'سرمست 29 ـ 2008ع' . سائين برڪت بلوچ جو هڪ ٻيو مضمون آهي 'سچل جو صوتي وحدت الوجود'. صوفي بہ چيا ياد ڪندا! تہ وحدت الوجود جو نظريو نہ صرف تصوف ۾ وڌي ويجهي ٿو پر هر شڪل ۽ فن ۾ بہ داخل ٿي پيو، جهڙوڪ: سياسي وحدت الوجود، سماجي وحدت الوجود ۽ هاڻي صوتي وحدت الوجود. سائين جن لکن ٿا، "تصوف جي موضوع جي دائره ڪار ۾ بہ اهم موضوع وحدت الوجود (Unity in existence) ۽ وحدت الشهود (Plurality in existence) چئبو آهي. "وحدت الوجود هڪ ڪائناتي ۽ حقيقي فلسفو آهي. هن جو عمل پوري ڪائنات جي نظام ۾ جاري آهي. وحدت الوجود جا هڪ طرف روحاني يعني غير مادي تصورات ۽ بنياد آهن تہ ٻي طرف هن جا منقفي (Logical) حقيقي (Real) مادي، سائنسي بنياد ۽ تصور بي آهن، سڀ تصور، خيال هڪ ٿين ٿا جنهن مان All is one ڪثرت مان وحدت جو نظريو نهيو آهي. ٻيو اهم ۽ بنيادي آفاقي نظريو، تصور آهي. One is all — All is one هڪ ئي سڀ آهي يا هڪ مان سڀ وجود ۾ آيا".

هي سچو مضمون مادي ۽ غير مادي فلسفي جيَ حوالي سان آهي. پر اهي جنهن نموني سان هن مضمون ۾ ڏنا ويا آهن ته انهن ۾ نه ته ڪوئي ربط آهي نه انهن کي صحيح پيش ڪيو ويو آهي ڪوشش اها ڪئي وئي آهي ته انهن کي پنهنجي ڳالهه کي فڪري سچ ثابت ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو وڃي، جڏهن ته سچ ۽ حق ڪنهن جو به محتاج يا لحاظ ڪندڙ ناهي هوندو. تفصيلي بحث سان معاملو ڊگهو ٿي ويندو، ان ڪري ڳالهه کي سائين جي ڏنل بيانن جيڪي هڪ ٻئي جي مخالفت به ڪن ٿا، تائين محدود ڪجي ٿو. [11] سائينءَ جي نظر ۾ وحدت الشهود غير ڪائناتي ۽ غير حقيقي فلسفو آهي. [12] جي وحدت الوجود جا منطقي (Logical) بنياد حقيقي آهن ته پوءِ روحاني بنياد غير حقيقي ٿيندا.[13] سائينءَ جن جي مطابق به بنياد آهن هڪ All is one بي ۾ ٻه All is one ته پوءِ اهو ته ساڳيو ٿيو. ٻيو ڪٿي ۽ ڪهڙو آهي؟

سائينءَ جن چون ٿا. "مادي جدليات جو قائدو آهي ته هڪ شيءِ بدلجي پنهنجي ابتڙ ۾ اچي ٿي" ان کي انور ٿيدڪا مائن ۾ ڏنو ويو آهي پر ڪنهن چيو. ڪٿي چيو جي خبر نه ٿي پئي. گهٽ ۾ گهٽ مان اهو جدليات ۾ ڪٿي به ناهي پڙهيو. ان سان نسبت ڏيڪارڻ لاءِ سائين چوي ٿو، "جيڪي به مادي فلسفا آهن اهي روحاني فلسفي سان هڪجهڙائي رکن ٿا. "ڪل شيءِ يرجع الیٰ اصلہ" يعني هر شيءِ پنهنجي اصليت ڏانهن موٽي ٿي". مٿي مادي فلسفي لاءِ سائين چئي آيو آهي ته شيءِ بدلجي پنهنجي ابتڙ ۾ اچي ٿي ۽ روحاني فلسفو ٿو چئي ته پنهنجي اصل ۾ اچي ٿي ته پوءِ مادي ۽ روحاني فلسفا هڪجهڙائي ڪيئن ٿا رکن؟ ذهني خلفشار جي بنياد تي پاڻ

ڪي فلسفي سمجهندي صرف لفظن سان سائنسي فڪرن اصولن ڪي رد ڪرڻ سنجيده حلقن ۾ خلق ڪلائڻ ڪان سواءِ ڇا ٿو ڏئي سگهي.

سائين لکي ٿو. "سمنڊ مختلف لهرن يعني ضدن جي وحدت آهي" اها خبر ناهي تہ ڪهڙي فلسفي ۾ آهي تہ ڏينهن، ڏينهن جو ضد آهي؟ لهرون ڪنهن جو ضد آهن؟

اڳتي لکن ٿا. "ڪائنات جي ارتقا بابت جيڪو مذهبي نظريو ڏنو ويو آهي ان مطابق هي ڪائنات لفظ "ڪن" يعني ٿي پئو جي اچارڻ سان نهي پئي. ان ڪان پوءِ ڪائنات مادي وجود ۾ اچي وئي.

هن جاءِ تي آواز ۽ ارادي جو ميل آهي جيڪي بہ ضد آهن. اهو ڪنهن جو آواز هو؟ هڪ غير مادي وجود جو آواز جيڪو خدا آهي خود لڪل آهي.

يعني ظاهر ۽ لڪل جو ميل"

خبر نہ ٿي پئي تہ چوڻ ڇاٿو چاهي؟ جي آواز خدا (غير مادي وجود) جو آهي تہ ارادو بہ تہ ان جو آهي. منهنجو يا سائينءَ جن جو تہ ناهي! بئي ڳالهہ تہ آواز ۽ ارادو هڪ ٻئي جا ضد ڪهڙي اصول تحت ٿين ٿا؟

لڳي ٿو سچل سائين علم لسانيات تي گهرو ڪم ڪيو هو جنهن جي جاڻ صرف سائينءَ جن کي ئي ٿي آهي تڏهن تہ سائين چوي ٿو:

"سچل سائين هڪ سائنسدان وانگر وجداني تجربي ذريعي دعویٰ ڪري ٿو تہ ٻولين جا لفظن جا بظاهر فرق وحدت جي عمل ۾ رڪاوٽ ڪين آهن پر دنيا جون سڀ ٻوليون وحدت الوجود يا تضادن جي وحدت

جي قانون هيٺ سڀ هڪ آهن ڪڏهن ڪڏهن صوفي
جو سچ سائنسدان جي سچ کان اڳ ۾ ظاهر ٿي پوندو
آهي. 1739ع ۾ سچل جي وفات آهي هن پنهنجي وفات
کان اڳ يعني 1739ع کان اڳ ٻولين جي وحدت جو
نظريو ڏنو.

ان کان پوءِ 1786ع ۾ صرف سچل جي وفات کان
46 سال پوءِ ساڳيو نظريو يورپي ماهر لسانيات ڊاڪٽر
جونس، ايشياٽڪ سوسائٽي ڪلڪتي جي گڏجاڻي ۾
پيش ڪيو هو. سندس نظريه موجب سنسڪرت ۽
يوناني ٻولين ۾ ڪافي هڪجهڙايون آهن. سندس اثر
هيٺ ويهين صدي ۾ هي نظريو مقبول ٿيو. دنيا جون
سڀ ٻوليون انڊو يورپين خاندان مان نڪتل آهن. جتان
دنيا جي ٻولين جي وجود ۾ وحدت جو نظريو نهيو
آهي. اها آهي سچل جي آفاقي لساني سوچ، جنهن کي
دنيا جي لساني عالمن پاران سچل جي سوچ کي
سلام، خراج تحسين پيش ڪرڻ گهرجي“.

تحقيق نه ڏسو سچل جي ڄم جي سال کي سائينءَ به وفات
جو سال ڪري ڄڏيو ۽ هيٺ وري ان کي ورجائي پڪو ڪري
ڄڏيو. صرف سائينءَ جي تحقيق نه پر سهيڙيندڙ، ٻانهن ٻيلي
۽ ڇاپيندڙ اداري به ڪيرون لهڻيون. ڪنهن به سائنسدان اڄ
تائين وجداني تجربي ۽ ان سان درست نتيجي تي پهچڻ جي
ڳالهه نه ڪئي آهي، نه ئي وري سچل ڪا دعويٰ ڪئي آهي.
ٻوليون ۽ انهن ۾ هڪ جهڙايون پڻ هڪ الڳ مضمون ۽ بحث
آهي پر ان جو ڪنهن به حوالي سان اهو مطلب جيڪو سائين
جن ڪڍين ٿا نه آهي. جيستائين دنيا جي لساني عالمن پاران

سچل جي سوچ کي سلام، خراج تحسين پيش ڪرڻ جي ڳالهه آهي ته جيئن ته سچل جو اهو فڪر ۽ ڪم صرف سائينءَ کي سمجهه ۾ آيو آهي ان ڪري سائين مهرباني فرمائي اهڙو ڪيس ناهي دنيا جي لساني عالمن کي قائل ڪري.

سرمست 31 . 2010ع ۾ سائين برڪت بلوچ جو لڳ ڀڳ ساڳئي خيالن سان هڪ ٻيو مضمون آهي، سچل سائينءَ جو سياسي وحدت الوجود

سائينءَ جن چون ٿا "بنيادي طور تي ادب ۽ سياست ٻئي ڪلچر يا ثقافت جا جزا آهن"

ڪلچر يا ثقافت مان لڳي ٿو ٻئي الڳ شيون آهن جڏهن ته منهنجو محدود مطالعو ٻڌائي ٿو ته انگريزي زبان ۾ لفظ "ڪلچر" (Culture) جو سنڌي ۽ اردو ترجمو "ثقافت" آهي. سياسي يا مذهبي ثقافت ته ٻڌي وئي آهي، پر ثقافتي سياست گهٽ ۾ گهٽ مان ناهي ٻڌي، علائقائي ثقافت ضرور ٻڌي آهي.

سائينءَ جن لکن ٿا، "يعني رياست مختلف طبقن ۽ گروه جو مجموعو آهي جيڪي رضاڪارانه طور گڏ رهڻ جا قائل هجن اهو خود وحدت الوجودي عمل آهي" مطلب ته سياسي وحدت الوجودي ٿيندي آهي ۽ اها اها آهي. اڳتي لکن ٿا، "سياسي شعور رکندڙ شاعر سچل ڪٿي به اڻ چٽو نه آهي، هو دلير آهي، بي باڪ آهي. . . . هو مستيءَ واري ساک جيڪا عوام جي سمجهه کان مٿي آهي ان لاءِ چوي ٿو "مستي واري ساک نه سلجي سچو ٿي سياڻو" سچل سائين جي ساري شاعري مستي يا عقل کان مٿاهين ڪانهي. سندس عوامي شاعريءَ وارو حصو عقلي آهي".

بقول سائينءَ جن جي سچل چئو بہ آهي، دلير بہ آهي ۽ بي باڪ بہ آهي وري اتي ئي هن جي سٽ ڏني اٿائين "مستيءَ واري ساک نہ سلجي سچو ٿي سياٽو" دلير ۽ بي باڪ تہ ايئن ناهن ڪندا. جڏهن هو چوي ٿو "آهيان رب جبار" "ان الحق" تہ پوءِ باقي نہ سلڻ واري ٻئي ڪهڙي مستي آهي؟ ساڳين سٽن ۾ هو چوي ٿو تہ سندس ساري شاعري مستي يا عقل کان متاهين ڪانهي، وري چوي ٿو تہ سندس عوامي شاعريءَ وارو حصو عقلي آهي. معنیٰ باقي حصو غير عقلي آهي. پوءِ سموري شاعريءَ جو مستي ۽ عقل کان مٿاهون نہ هجڻ جو ڇا مطلب؟ مان اڳ ۾ بہ چئي آيو آهيان تہ هڪ مضمون، هڪ پيراگراف بلڪ هڪ هڪ سٽ مختلف ۽ متضاد بيانن سان ڀريل ملن ٿيون. شايد اهو تحقيق جو نئون ڍنگ ۽ طريقو آهي.

جيئن مان اڳ ۾ گذارش ڪئي آهي تہ لکندڙن ۽ ڇاپيندڙن پنهنجي پنهنجي حيثيت ۾، لکاري ۽ پبلشر سهيڙيندڙ وغيره جي ذميوارين مان ڪا هڪ بہ نہ نباهي آهي يا انهن کي ذميوارين جي بنهہ خبر ناهي. انهن ڳالهين جو جائزو ڏکهو ٿي ويندو. دوستن جي مضمونن کي پڙهندي، سوچيندي ۽ لکڻ لاءِ ان ڏکيائيءَ گهڻو وقت ورتو تہ ڪنهن مضمون کي ڪهڙي عنوان هيٺ رکان، تاريخ، تصوف، ٻولي يا شاعري وغيره، ڇو تہ اڪثر مضمونن جا عنوان هڪڙا تہ مواد ٻيو تاريخي ڳالهہ ڪندي خبرئي نہ پوندي تہ عطار اچي ويندو تصوف جي ڳالهہ ڪندي ڪندي نادر شاہ منهن ڪڍندو جنهن جو نہ تصوف سان واسطو نہ ان مضمون سان. بهرحال اڳ ۾ بہ وضاحت ڪري آيو آهيان تہ گهڻي وقت ضايع ڪرڻ کان پوءِ هر مضمون کي

ڪيئي دفعا پڙهي پوءِ ان کي ڪنهن عنوان هيٺ رکيم ته جيئن ڪو منهن سر نه نڪري.

تصوف جي حوالي سان لکندڙن مان ڪيترائي ٻنل ٻه لڳا ته سچل جي اناالحق جي ڳالهه ڪندي اسان نه گنهگار ٿي پنهنجي قبر قيامت ڪاري ڪيون! دوزخ ۾ نه وجون. پوءِ انهن چيو ته نه نه هو شريعت جو پابند هو، حافظ قرآن هو، دراصل هو چوڻ ٿو چاهي ته ملان صحيح اسلام نه ٿو ٻڌائي. . . . وغيره وغيره. بهرحال مان تاريخ ۽ فڪر جي روشنيءَ ۾ تصوف ۽ وحدت الوجود جي سوچ، ان جي ارتقا ۽ موجوده صورتحال بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اهو سوچيندڙن تي ڇڏيو اٿم ته ان حوالي سان سچل جي شاعريءَ کي ڏسن، دعوائن کي پرکن، اهو به ڏسن ته ڇا اهي تصوف کان واقف آهن يا صرف ٻڌل ڳالهين تي لکڻ جو شوق پورو ڪيو اٿن. هڪ ته تصوف جيڪو سوچ جي ابتدائي مرحلن کان هڪ خيال فڪر جي صورت ۾ موجود رهيو آهي، کي اسلام کان شروع ڪيو ويو آهي ۽ ان جي اندرئي رکيو ويو آهي. ورائي ورائي جنيد بغدادي، عطار، منصورحلاج، ابن عربي جو ذڪر ڪيو ويو آهي ۽ جڏهن ته سندن لکڻيون وڏي واڪ چئي رهيون آهن، ته هنن انهن مان ڪنهن کي به نه پڙهيو آهي. (سمجهڻ جي ڳالهه ڇڏيو) جو ته ڪابه الهامي ۽ آفاقي شي جي آهي به ته ان جي وصف ان کي ڪنهن زمان ۽ مڪان ۾ قيد نه بلڪ ازل کان ابد تائين ڄاڻائي ٿي. هاڻي سوچيندڙ پاڻ ڪنهن نتيجي تي پهچن ته، سچل وحدت الوجودي شاعر هو يا وحدت الشهودي؟ تاريخدان هو يا سائنسدان، باغي هو يا منظم جهادي هن جو عشق الله سان هو يا عوام سان؟ هو پنهنجي ڳالهه پيرتي

ڏونڪو هٿي چوڻ پيو چاهي يا مام ۾ ۽ وَرن ۾؟ اهو به سوچن ته ان تي لکندڙ ۽ تحقيقي مقالا ڇپي ۽ جرنلن کي تحقيقي ڇپي ڇاپيندڙ ان ڏس ۾ ڪيترا سنجيده ۽ فهميده آهن؟ ڪيتري ڇاڻ رکن ٿا ۽ محنت ڪن ٿا؟

******

## سچل ماهرِ نفسيات

اسان جي مهربانن ڪوشش ڪئي آهي تہ سچل ڪي نہ صرف تمام مضمونن جو ڄاڻو ثابت ڪجي، پر انهن جو سڀ کان وڏو ماهرِ ثابت ڪجي. بقول انهن جي هو نہ صرف تاريخدان، سياستدان، سائنسدان ۽ نفسياتدان هو پر انهن مضمونن وغيره جو اهڙو ماهر هو جو نہ صرف ان وقت تائين جي ماهرن کان وڏيڪ هو پر ايندڙ وقت ۾ بہ جيڪي ايندا آهي بہ هن کان گهٽ ئي هوندا.

"سچل سرمست ستن زبانن جي ڪلام ۾ نفي ۽ اثبات جي فلسفي کي تمام گهڻي جاءِ ڏني آهي. سچل سائين سائنس جي علم جو بہ ڪافي ڄاڻو هيو"

'راز' علي گل پٺو مضمون، حضرت سچل سرمست طرفان نفيءَ ذريعي اثبات کي اُجاگر ڪرڻ جو طريقو چيپيل سرمست ـ 32 -2011ع.

سائينءَ پنائيءَ جي هن بيت، کي بہ سچل جو ڪري ڏنو آهي:

- ايڪ قصر در لک، ڪوڙين ڪڙس گڙکيون:
  جيڏانهن ڪيان پرک، تيڏانهن سڄڻ سامهون.

ڪمال جي تحقيق ۽ سنجيدگي آهي لکڻ ڇاپڻ ۽ لاڳاپيل سڀني عملي جي.

ان ئي حوالي سان سائين انعام شيخ جو سچل جي شاعريءَ جي حوالي سان مضمون، سچل وٽ شخصيت جو تصور ڪلاچي تحقيقي جرنل ۾ ڇپيل ۾ نه صرف مغربي ۽ مشرقي فڪر ڏنو ويو آهي پر علم نفسيات ۽ نفسيات جي سائنسدانن تي به لکيو ويو آهي. هن مضمون ۾ وري سائين چوي ٿو. "سچل جي سڄي ڪلام ۾ جيتري شخصيت وجود يا خوديءَ ۽ ان جي مختلف رجحانن ۽ مونجهارن تي روشني وڌي وئي آهي. اوتري شايدئي ڪنهن ٻئي موضوع لاءِ جستجو ڪئي ويئي هجي"

ڳالهه اها سمجهه ۾ نه ٿي اچي ته اڪثر لکندڙ جنهن موضوع جي حوالي سان ڪو مضمون لکن ٿا ته سچل جي سموري شاعري کي ان جي حوالي ٿا ڪري ڇڏين. پلي پوءِ ساڳيو لکندڙ جيترن به مضمونن تي لکي ٿو هر مضمون ۾ اها ڳالهه ضرور ڪري ٿو. هاڻي ڇا ڪجي؟ مٿين ڪيل دعوي به پوري مضمون ۾ ڪٿي به واضع نه ڪئي وئي آهي ٻين ڪيل دعوائن وانگر

سائينءَ جن لکن ٿا. "مشهور نفسياتدان ڊاڪٽر ڪارل ينگ (جنهن کي عملي نفسيات جو پيل پائو سمجهيو ٿو وڃي) شخصيت جو ڇيد ڪندي ٻڌائيندو ته ان جا به قسم ٿين ٿا. هڪڙي جنهن کي هن Introvert سڏيو آهي، يعني اهڙا ماڻهو جيڪي سڄي ڪائنات جو محور پاڻ کي ٻڌايو عمل ڪان لنوائيندي وجداني ۽ تخيلاتي وڻ ويڙهين جي حوالي ٿيا پيا هجن ۽ ٻيا جن کي هن Extrovert پئي سڏيو. "آن ته ڪانوان" کي

اصول بنائيندي، فقط پاڻ کان ٻاهر جي دنيا کي بنيادي حقيقت مڃي خوش لڳا وينا هجن ۽ پيا تڳن"

ڊاڪٽر يونگ يازونگ کي شايد ڪنهن ٻـ ڪٿي بـ اهڙي نموني غلط پيش نـ ڪيو هوندو. زونگ دنيا ۾ مڃيو ويندڙ علم نفسيات جو عالم آهي. ظاهر آهي تـ نفسيات انسان جي انفرادي ۽ اجتماعي سوچ، شخصيت ۽ ڪردار جي سائنس آهي. زونگ جي نفسياتي ڇيد جي جزن جا حصا آهن: 'انٽروورٽ' جنهن کي في الحال پاڻ اندر يا باطن بين يا موضوعي داخلي ٿا چئون جيڪو ٻاهر جي دنيا کان وڌيڪ پاڻ سان لاڳاپيل هجي ۽ 'ايڪسٽروورٽ' جنهن کي في الحال ظاهر يا بيرون بين ۽ خارجي موضوعي ٿا چئون جيڪو پاڻ کان ٻاهرين دنيا سان وڌيڪ لاڳاپيل هجي پر انهن جي بـ جيڪا انعام صاحب زونگ جي حوالي سان تشريح ڪئي آهي انهن ٻنهي مان ڪا بـ قطعا خير جي نـ آهي. هڪڙي، آڻ تـ ڪانوان ۽ ٻي أهي ماڻهو جيڪي سڄي ڪائنات جو محور پاڻ کي ٻڌايون تخيلاتي وڻ ويڙهين ۾ هجن. اهو يا تـ ٻڌل ڳالهين جي بنياد تي لکيو ويو آهي يا ان نيت سان تـ سچل جي اڳيان زونگ ڇا آهي؟ ڊگهي بحث کان بچندي مختصر ڳالهه اها آهي تـ زونگ ٿو چئي تـ ماڻهو حقيقت يا ڪنهن شيءِ جي موجودگيءَ تائين چئن ذريعن سان پهچي سگهي ٿو. پهريون ۽ ٻيو احساس آهي ۽ اهي ٻئي عقلي ۽ منطقي آهن. جڏهن تـ ٽيون حواس ۽ چوٿون وجدان جيڪي وري غير عقلي ۽ غير منطقي آهن. انٽروورٽ جنهن کي پاڻ باطني داخلي چئون، جي باري ۾ هو چوي ٿو تـ هو فڪري گهڻو هوندو آهي، دوررس، شرميلو، نئين ڳالهه ۽ ماحول سان آسانيءَ سان مائل

نہ ٿيندو، ٻين جي معاملن ۾ هرويرو ٽپو نہ ڏيندو تنهائي پسند هجڻ ڪري هنن کي ججهو وقت ملي ويندو آهي جنهن ۾ هو سوچيندا رهندا آهن ۽ اڪثر اهڙا ٻار ئي وڏا ٿي فنڪار، اديب، سائنسدان فلسفي وغيره ٿيندا آهن. ٻئي طرف ايڪسٽروورٽ جنهن کي پاڻ خارجي چئون لاءِ هو چوي ٿو تہ هو پنهنجو پاڻ جلد نئين ماحول ۾ رلي ملي ويندو آهي. سندس معاملو هجي يا ڪنهن ٻئي جو هو ڪڏي ان جو حصو ٿي ويندو آهي ۽ هن وٽ مشاهدو جامِ گڏ ٿي ويندو آهي. هو محفل جا مور هوندا آهن، هي زنده دل هئڻ ڪري مقبول عام هوندا آهن. هنن جي ڪوٽ هر وقت محسوس ٿيندي آهي. ٻنهي جون پنهنجون پنهنجون خوبيون آهن ٻئي ڪم وارا آهن نہ ڪي سائينءَ چواڻيءَ ٻئي اٽي تي چٽي. زونگ، ڪانٽ کي داخلي ۽ ڊارون کي خارجي قرار ڏئي ٻنهي جي پيٽ بہ ڪئي آهي. انعام صاحب لفظ Personality، Persons تي بہ ويچار ڏنا آهن. سائين، اهو پرسونا Persons وارو خيال بہ زونگ جو آهي، هو چوي ٿو تہ هر ماڻهو پاڻ کي اصل مطابق ظاهر نہ ٿو ڪري، بلڪ هو ضرورت مطابق روپ مٽائيندو رهي ٿو ۽ انهن ۾ ايڏي تہ مهارت حاصل ڪري وٺي ٿو ۽ ايڏو تہ مگن رهي ٿو جو هن جا اهي چهرا اهي روپ اصلي لڳڻ لڳن ٿا.

سائين نہ رڳو مغربي صنعتي ترقي پر 'سبب ۽ نتيجي' جي بنياد تي انساني شعور ۽ روين جي ڪٿ ڪان بہ خوش ناهي، هو چوي ٿو، "صنعتي ترقيءَ جي باوجود انهن علائقن ۾ روحاني ۽ ذهني پيچيدگين جي انتها انهيءَ حد تائين وڃي پهتي جو البرٽ ڪامئو جهڙو ذهين سرجڻهار بہ ايئن چوڻ تي مجبور ٿيو وڃي تہ، "ماڻهوءَ کي دنيا ۾ سزا ڏيڻي موڪليو

ويو آهي“ ڏنو وڃي ته، اجان تائين ته ڪوبه نتيجو بنا سبب جي وارد ٿي ناهي سگهيو. ڪامئو ڇا ڇيو، ڪي حقيقي بنيادن تي ڏسڻو پوندو ته هن ايئن ڇو ڇيو؟ ڪنهن به فن، ادب جي سرجڻ جا گهڻائي سبب هوندا آهن. جنهن ۾ ماحول ڪان علاوه فنڪار جي نفسياتي اڏاوت به شامل هوندي آهي. سائين پاڻ به ڄاڻيندو هوندو ته ياسيت(مايوسي) وارو ادب ڇو ۽ ڪيئن تخليق ٿيو. ٻئي ڳالهه ته مغربي صنعتي ترقيءَ وارا ملڪ جي روحاني بحران (روحاني خوشي يا بحران خود هڪ الڳ ۽ سنجيده بحث آهي جنهن کي چند لفظن سان رد يا بحال نه ٿو ڪري سگهجي) ۾ آهن ته ان جي ابتڙ مشرق جتي صنعتي ته ڇا ڪابه ترقي نه ٿي اڪثر هنڌن تي، ڇو ته ترقي سائنس ۽ ٽيڪنالوجي ’صنعت‘ ۽ ’حرفت‘ جي مرهون منت هوندي آهي، انهن جا ڪارناما به سيني اڳيان آهن. سائين مشرق جي فضيلتن ۽ عظيم ڪاميابين تي يورپ کي ڏندين آڱريون ڏيارڻ جي ڪوشش ته ڪري ٿو، پر اهڙي ڪنهن فضيلت يا ڪاميابيءَ جي ڪابه نشاندهي نه ٿو ڪري.

سائين لکي ٿو، ”سچل جوسپ ڪان وڌو ڪم اهو آهي ته هن پنهنجي خطي جي ماڻهن آڏو شخصيت بابت آفاقي حقيقت کي اڏي ته وزنائتي، زور ڀري ۽ آسان انداز ۾ پيش ڪيو، جو هن علائقي جا ماڻهو ان جو گهرو تاثر ونڻ بنا نه رهي سگهيا.“ (هن پيراگراف جملي ۾ گرامر جو مسئلو آهي يا ڪجهه گڙٻڙ آهي جو ڪومفهوم واضع نه ٿو ٿئي بهرحال مان ليڪڪن جا حوالا يا عبارتون جيئن ڇپيل آهن ايئن ڏنيون آهن). منهنجو مشاهدو اهو آهي ته ننڍي وڏي عمل ۾ اسين انتهاپسند آهيون مثلاً: پاڻيءَ جي نلڪي ڪولنيداسون ته پوري

پوري. گيس جو چلهو يا گيزر بارينداسين ته آخري حد ٿائين، فرج آخري انگ تي. اي سي فل هلائي سوڙ يا ڪمبل پائي سمهنداسين وغيره وغيره.

اهڙيءَ طرح لکڻ ۾ وري سموري شاعري، سڀ ڪان وڌو ڪم، هر دور جو شاعر رهبر، ڪٿي به اڻ چٽو نه هجڻ وغيره وغيره. جهڙيون فتوائون آسانيءَ سان ڏئي ڇڏينداسين. بهرحال هن مضمون ۾ شخصيت بابت آفاقي حقيقت وارو سچل جو سڀ ڪان وڌو ڪم ڪهڙو هو اها خبر نه ٿي پئي. اڳتي سائين لکي ٿو. "انهيءَ جو مقصد هي نه آهي ته سچل ازالئون اسرار ڪان واقف هئو. پر هو پڻ تجربن ۽ مشاهدن جا وڏا سفر ڪرڻ ۽ ڳوڙهن ويچارن ڪان پوءِ انهيءَ نتيجي تي پهتو جنهن جو اظهار ڪندي چوي ٿو:

پسي پٽ پليوسي "تان آءُ آدمي آهيان،
وچا جان ويوس ته ساڳيو سائين آهيان"

وري ٿورو اڳتي هلي چوي ٿو ته. "سچل جي اڏو شخصيت جو تصور مشاهداتي ۽ تجرباتي نه پر 'احساساتي' آهي." جيئن اڳ ۾ به مون گذارش ڪئي آهي ته ڪوبه ڪم جڏهن صرف پورائو ڪرڻ لاءِ ڪيو ويندو ته ان ۾ سنجيدگي، علم يا تحقيق ڪٿان ايندي، پوءِ اهو به ياد نه رهندو ته پهريون ڇا چئي چڪا آهيون. بهرحال اهو ته پڙهندڙ مضمون سمجهڻ ڪان پوءِ فيصلو ڪندا ته سائينءَ جيڪا ڪوشش ڪئي آهي ته ان ۾ ڪيترا ڪامياب ويا آهن؟ سچل، علم نفسيات (جيڪو هڪ بيحد پيچيدو مضمون آهي) جو ڪيترو ڄاڻو هو ۽ اها فتوي ڪيتري درست آهي ته. "ان حوالي سان جيڪي نظريا آيا آهن

اهي جيڪڏهن سچل جي شخصيت بابت وضاحت جي تصديق
ڪونهي ته بيو ڇا آهي؟!"

سرمست ـ 24 ـ 2003ع ۾ سائين ڊاڪٽر هدايت پريم،
مضمون، سچل جا انساني امنگ ۽ اڌما' ۾ غم جي عنوان
هيٺ مضمون ۾ مختلف موضوعن تي سچل جي شاعري ۽
خيال ڏنا آهن: موضوع آهن حب الوطني، عشق، صبر، غم،
درد، ڏاڍ ۽ ڏمر ڪان ڌڪار ۽ استقامت، سيني عنوانن ۾ گهٽ
۾ گهٽ هڪ بيت ڏنو ويو آهي پر غم جي عنوان جنهن ۾
دعوي ڪئي وئي آهي ته، "سچل سائين انسان دوست شاعر
هو، انساني نفسيات ڪان بخوبي واقف هو، جنهن جو تجزيو
ڪري اصل صداقت کي بيان ڪري ٿو،" لاءِ ڪوبه شعر نه آهي.
هاڻي ڇا سمجهون ته دعوئٰ غلط آهي ورنه ان حوالي سان
گهٽ ۾ گهٽ هڪ بيت ته ضرور ملي ها.

*****

## ٻولي ـ ادب ـ شاعري ـ تخيل

سچل تي لکندڙن سندس ٻولي، شاعري ۽ ان جي شاعرانه تخيل جي حوالي سان به ڪيتريون ئي دعوائون ڪيون آهن. مان ٻهرين به ذڪر ڪيو آهي ته اها خبر نه ٿي پئي ته ڪهڙو مضمون ڪهڙي حوالي ۽ نقطهء نگاهه سان لکيو ويو آهي. ڪجهه مضمونن جا عنوان ۽ ڪجهه مضمونن جي اندر ڪي سٽون، ڪي حوالا ۽ ڪي دعوائون ڪيون ويون آهن ته سچل جي شاعري پنهنجي دور جي تاريخ آهي. سماجي، اقتصادي ۽ سياسي عڪاسي آهي. انهن دعوائن کي پرکڻ کان ٻهريون ادب ۽ شاعريءَ تي هڪ نظر وجهون ٿا ته ان جي شروعات ڪيئن ٿي ان جا سبب ڪهڙا هيا. شاعريءَ جو ڪارج ۽ افاديت ڇا هجڻ گهرجي؟ ذهن جي دنيا جا ڏاها ان کي ڪهڙيءَ طرح ڏسن ٿا. سچل جي دور تائين شاعري ڪيترو پنڌ ڪري چڪي هئي. ڪيترو مشاهدو ماڻي چڪي هئي ۽ خاص طور سنڌي ٻولي ۽ شاعري ڪيتري ۽ ڪهڙي ترقي ڪري چڪي هئي.

**ٻولي - ادب**

ادب جي سرجڻ تي گهري نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته ادب به ضرورتن کي پوري ڪرڻ لاءِ وجود ۾ آيو پوءِ آهستي آهستي ان کي ڊگهي عرصي تائين قائم دائم رکڻ لاءِ ان ۾ خوبصورتي ۽ تفريح به شامل ٿيندي رهي. ادب معاشري ۾ استاد جو ڪردار ادا ڪري ٿو. جڏهن به ڪا ڏاهپ جي ڳالهه

هٿ لڳي ٿي ته ادب تخليق ٿني ٿو ۽ عقلي بنيادن تي عوام کي سٺي ۽ خراب جي ڄاڻ ڏئي ٿو ذهني تربيت ڪري ٿو. ادب نه صرف بري ۽ ڀلي جي ڄاڻ ڏئي ٿو پر مختلف صنفن جهڙوڪ: ڊرامو، افسانو، مضمون ۽ شاعريءَ وسيلي انساني معاشري کي خوبصورت کان خوبصورت ڪرڻ لاءِ عقلي ۽ منطقي دليل ڏئي ٿو ۽ رستا ٻڌائي ٿو. عقل ۽ منطق کي آسانيءَ سان سمجهائڻ ۽ ڦهلائڻ لاءِ مشاهدي جي زور تي، استعارا، تشبيهون، تمثيلون ۽ واضع لفظ ۽ فڪرا استعمال ڪري ٿو. تاريخ ٻڌائي ٿي ته جڏهن مڪمل مفهوم ڏيندڙ زبانون ٻوليون نه هيون ۽ آواز اشارن جي مدد سان ڪجهه چوڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. ڏک، سک، ضرورتن ۽ خواهشن کي هڪ ٻئي تائين منتقل ڪندا هئا. ادب ان دور جي مشاهدن ۽ وارداتن ۽ رابطي لاءِ استعمال ڪيل مڙني ذريعن کي به اڄ تائين انساني شعور جي ترقيءَ ۾ استعمال ڪندو اچي ٿو. جڏهن تصويرن جي زبان انسانن جي جذبن، اڌمن ۽ خيالن جي ابلاغ جي اڄ اجهائي نه سگهي ته مختلف آوازن ابلاغ ۽ ٻوليءَ لاءِ تڙپندي تڙپندي آوازن کي مفهوم ۽ ٻولين کي جنم ڏنو اڄ به ان بي زبان دور جا اشارا ڪنايا ۽ طور طريقا جبلت جي صورت ۾ جيئرا جاڳندا آهن. جن کي سمجهڻ لاءِ سکڻ جي ضرورت نه ٿي پئي اهڙيءَ طرح آواز صدائن ۽ وري لفظن جو روپ ورتندا جملا ناهي مخصوص معنائن لاءِ ڪتب آيا. جملا نثر ۽ نظم کي وجود ۽ ترتيب ڏيڻ لڳا زبان ترقي ڪندي رهي. ادب جو دائرو ۽ ڪمال وڌندو رهيو. ماضيءَ ۾ جنهن مفهوم جي اظهار جي ڪوشش، ادائن، اشارن، صدائن ۽ تصويرن ذريعي ڪئي ويندي هئي. اها هاڻي ادب جي ذريعي

ٿيڻ لڳي. ماضيءَ ۾ به اهي وسيلا ڪنهن مفهوم کي سمجهائڻ لاءِ ڪنهن فائدي کي حاصل ڪرڻ لاءِ ۽ ڪنهن نقصان کان بچڻ لاءِ استعمال ڪيا ويندا هئا اڄ به ادب جو ڪارج اهو ئي آهي ته معاشري جي ڀلائيءَ ۽ ترقيءَ لاءِ ڪم ڪري ۽ فهم کي آسان، وڻندڙ ۽ بامعني پيش ڪري. ادب ۽ ٻوليءَ جي پهرين پُل شاعري رهي آهي، جيڪا به ڳالهه ٻين تائين پهچائڻي هوندي هئي. شاعراڻي انداز ۾ ياد ڪرائي ويندي هئي. شعر بيهڪ ۽ ترنم جي ڪري آسانيءَ سان ياد ٿي ويندا هئا ۽ گهڻي عرصي تائين ياد رهندا هئا. اوائلي طبي نسخا، رستن جي رهنمائي ۽ حساب شاعريءَ ۾ ملن ٿا. ان وقت به شاعري آسان نه هئي، بلڪ وسيلن جي کوٽ ڪري اڄ کان به ڏکي هئي. اهي ئي شعر پسند ۽ ياد ڪيا ويندا هئا، جن ۾ ڪم جي ڳالهه ۽ ڪنهن واقعي جي درست معلومات هوندي هئي، رواني ۽ ترنم کان علاوه عام فهم هوندا هئا. ڪوشش ڪئي ويندي هئي ته گهٽ ۾ گهٽ شاعريءَ ۾ وڌ ۾ وڌ مطلب، فهم ۽ معلومات بند ڪجي ۽ اها به دليلن سان اهو ئي سبب هو جو دليل جي جڳهه تشبيهه ۽ تمثيل (جيڪي خود دليل آهن) وٺڻ لڳا.

اديب ۽ ادب جي ان معاشري جي خوبصورتي ۽ ترقي لاءِ منطقي ۽ قابل فهم جدوجهد جي تاريخ تي نظر وجهون ٿا، ته معلوم ٿئي ٿو ته تاريخ جي ڊگهي سفر ۾ ڪوڙ سارن فني شاهڪارن انسان جي مجموعي اوسر ۽ فهم تي پنهنجا اثر ته ڇڏيا، پر تاريخ جي رڪارڊ تي اچي نه سگهيا پر ڪنهن نه ڪنهن حوالي سان تاريخ جي منشين ۽ ان سان دلچسپي رکندڙن ۽ انهن جي اهميت کي سمجهندڙن انهن مان ڪيترن

ڪي مڪمل/ غير مڪمل ۽ انهن جي حوالن ڪي محفوظ ڪيو ۽ ڪيترا غائب ٿي ويا انهن مان ڪيترا، پٿرن، چمڙي ۽ تختين تي آهن. ڪيترن جي ٻولي اڄ بہ سمجهہ کان ٻاهر آهي. ويد، اُپنيشد، گلگامش جو قصو، اوائلي، مصري، چيني، سنسڪرت ۽ عبراني ۾ لکيل ادب کا علاوہ شوچنگ جو ڪلاسيڪي مجموعو، هومرجي 'ايلڊ' ۽ 'اوڊيسي' جنهن مان اسان کي ان وقت جي يونان جي تصوير ڪنهن هلندڙ گاڏيءَ جي آئيني ۾ شهر جي تيزيءَ سان گذرندڙ نظاري وانگر نظر اچي ٿي، محفوظ آهن. ڊرامن ۾ ٽريجڊي ۽ ڪاميڊيءَ جو بنياد يونان ان وقت وڌو، جڏهن ٿيٽر مذهب کي الوداع ڪندي سياسي ۽ سماجي مواد کي جڳهہ ڏيڻ لڳو. ٽريجڊين جي وڏي خالق اسڪائيلس جي 80 ڊرامن مان اسان کي 7 يا 8 ملن ٿا. اهڙيءَ طرح سوفوڪليز، يوريپيڊز جا نفسيات تي گهرا اثر ڇڏيندڙ ڊراما ملن ٿا تہ وري ارسٽو فينز جا مزاحيہ ڊراما بہ ملن ٿا. روم ۾ پيوبلس، ورجلس مارو جا نظم (جنهن کي اسين هاڻي ورجل چئون ٿا) پروميٿس ان بائونڊ (جنهن جي تعريف کان ڪميونزم جو باني ڪارل مارڪس بہ رهي نہ سگهيو) ۽ شيڪسپير جي لازوال ڊرامن ۾ انساني زندگي ۽ معاشري ۾ ادب پنهنجو حق ادا ڪندو ملي ٿو. روسو جو سماجي معاهدو ۽ ٻيا ڪيترائي ڪتاب زندگيءَ جي هر حرڪت تي انقلابي اثر وجهندي نظر اچن ٿا.

پنهنجي ويجهڙائيءَ ۾ مولانا روم، سرمد، ڪبير، تلسي، فريدشڪرگنج (جنهن جي اوائلي سنڌي شاعري بہ آهي) پبلونرودا، غالب ۽ ٻيا ڪيترائي شاعر اديب ملن ٿا. سنڌي شاعريءَ جي حوالي سان سچل کان ٿورو اڳ، شاہ ڪريم،

شاهه عنايت، مخدوم محمد زمان لنواريءَ وارو، شاهه عبداللطيف، روحل ۽ سامي (اهي ٻئي تہ سچل جا همعصر آهن) ۽ ڪوڙ سارا ٻيا اديب ۽ شاعر نمايان رهيا آهن.

**شاعري**

ادب خاص طور، شاعريءَ جي نقادن شاعريءَ جون ڪيتريون ئي وصفون ڏنيون آهن، پر اهي سڀ ان ڳالهہ تي متفق آهن تہ اجان تائين شاعريءَ جي مڪمل جامع وصف اچي نہ سگهي آهي. مختصر طور اهو تہ "اها موزون ڪلام آهي" تي سڀ متفق آهن، تہ وري موزون ڪهڙين ڪهڙين شين جو ڪيترو ڪيترو احاطو ڪري ٿو ان تي مختلف رايا آهن.

شاعري ڪهڙي بہ ٻوليءَ ۾ هجي. لفظ لڙهين ۾ گلن وانگر پوپل هوندا آهن ۽ ان ترتيب ۽ جڙاوت ڪي معنائون ڏيندا آهن. ٻوليءَ جي وڪالت ۽ نمائندگي ڪندا آهن. شاعريءَ لاءِ بحر وزن، قانون، مختلف صنفون ۽ مختلف ٻولين ۾ مختلف گهاڙيٽا ڏنا ويا آهن، جن ڪي شاعر چونڊي انهن جي صوتي لذت ڪي ذهن ۾ رکندي اهڙي ترتيب ۽ تنظيم ۾ رکندو آهي، جو اهي لفظ ۽ شعر اندر جي احساسن ۽ جذبن جي نہ صرف نمائندگي ڪندا آهن پر ڪيئي رنگ برنگي دنيائون، پيدا ۽ آباد ڪندا آهن جيڪي شعور ۽ ادراڪ جي مسلسل وڌندڙ تسلسل ۾ شامل ٿي وينديون آهن. ڪڏهن ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي تہ شاعر جي سوچ ۽ ڪوشش کان بہ وڌيڪ جذبا، حدون ۽ محرڪ ان شاعريءَ ۾ ڀڪندا آهن ۽ پڙهندڙ پنهنجي پنهنجي وت ۽ سمجهہ آهر نہ صرف لطف اندوز ٿيندا آهن، پر نوان رستا ۽ نيون دنيائون ڳولهيندا ۽ آباد ڪندا آهن. زبان

جي تاريخ ۾ ترقي جيڪا گهٽي ڀاڳي تجريدي هوندي آهي، شاعري ان ۾ مسلسل پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪندي رهندي آهي. سچل جي پوري شاعري (سنڌي) اهڙي ڪردار ادا ڪرڻ کان قاصر آهي. هن جي شاعريءَ تضادن سان ڀريل آهي ذري گهٽ سڄي شاعري وحدة الشهود سان ڀري پئي آهي، پر ان تي لکندڙ ڪجهه بيتن کي وٺي ڪيس وحدت الوجود جو بي باڪ رهبر لکندا وتن اتي ئي ان الحق ۾ رب جبار تہ وري ساڳئي ڪردار يعني انسان کي گندو، سگ، ٻانهن جو ٻانهو چيو ويو آهي ۾ اهڙا لفظ ۾ فقرا استعمال ڪيا ويا آهن جيڪي ڪنهن بہ حوالي سان مناسب يا مهذب ناهن. ٽي ايس ايليٽ چوي ٿو، ”فنڪار پنهنجي همعصرن کان اڳاٽو هوندو آهي، پر انهن کان وڌيڪ مهذب هوندو آهي“ سچل جي شاعري پڙهي ڏسو ۾ ڪاٿو لڳايو تہ هو پنهنجن همعصرن کان ڪيترو اڳاٽو، ڪيترو مهذب ۽ پختو شاعر هو. هو چوي ٿو:

- ملان تون محبت جو، چڪو ڪين چکين
  ڪٽيو ڪارنهن ڪوند ۾، منهن کي وينو مکين (سچل)

جي هو هر ماڻهوءَ ۾ وجود حق پسي ٿو تہ پوءِ ملا ئي سهي ان جي منهن ڪاري جي نمائندگي ۽ وڪالت ڪيئن ٿو ڪري. ٻئي ڳالهہ تہ شاعريءَ جهڙي جمالياتي صنف ۾ اهڙي ٻولي! اڳتي چوي ٿو:

- پاڻ سڃاڻڻ آيو، ڙي سڄڻ، پاڻ سڃاڻڻ آيو
  <u>ڪر نہ هيس ڪو ٻيو!</u>

ايڏي وڏي ڳالھ انتهائي خسيس لفظن ۽ انداز ۾ ڪري هو شاعريءَ جي معيارن کان هيٺ لهي اچي ٿو.

هر تخليق پاڻ اهو ٻڌائيندي آهي تہ سندس خالق ڪهڙي فڪر ڪهڙي سوچ جو نمائندو آهي. سندس تخليق جو سماجي ڪارج ڇا آهي ۽ مجموعي ترقي ۽ تهذيب ۾ سندس ڪهڙو ۽ ڪيترو حصو آهي. تخليقڪار پنهنجي تخليق ۾ جيترو واضع پيغام هڪ ئي مرڪزي فڪر جي بنياد تي سوچ ڏيندو، ڦرٽو گهرٽو نہ هوندو اوترو ئي پيغام ڏيڻ ۾ ڪامياب هوندو، اثر انداز هوندو، جي هو متضاد فڪرن جي نمائندگي ڪندو، تخليق ۾ متضاد فڪرن جي وڪالت ڪندو، سندس فڪر جو ڪو مرڪزي نقطہ نظر نہ هوندو ۽ تخيل جي سگھہ کان بہ فارغ هوندو.تہ پوءِ نہ سندس تخليق جو ڪو ڪارج سمجھہ ۾ ايندو ۽ نہ ئي سماج ۽ فن ۾ ان جو ڪو ڪارج يا مثبت عمل دخل هوندو.

تخيل

لفظ ڪنهن بہ زبان جا بنياد هوندا آهن. جن جو حواسن تي اثر سندن آواز ۽ ادائگيءَ تي منحصر هوندو آهي. ان ڪري جي ڪلام کي ڪامل ۽ موزن رکڻو آهي تہ پوءِ لازمي انهن جي ترڪيب کي مهذب، سهڻو، وڻندڙ، متوازن ۽ هڪڙي بامعنیٰ پر جمالياتي هيئت جي شڪل ۾ آڻڻو پوندو. لفظن جي سماعي جماليات لذت کان خالي شاعري ٿي ئي نہ ٿي سگهي. شاعر کي لفظن، ان جي معنائن، خوبين ۽ خامين جو خاص ادراڪ هوندو آهي. ان ڪري هو باقي ادب کان هٽي ڪري انهن جيٰ چونڊ ۽ استعمال ڪندو آهي، پر اعلیٰ ۽ با

مقصد شاعريءَ لاءِ صرف اهو پهلو ئي ڪافي نہ آهي. آءِ اي رچرڊ جي بقول شاعر پنهنجي مختلف ۽ متضاد اڌمن، جذبن ۽ بي چينين ۾ هم آهنگي پيدا ڪري وزن، قافيہ، لفظن جي صوتي ۽ مفهومي خاصيتن جي مدد سان انهن کي هڪ منظم ۽ متوازي شڪل ڏيندو آهي. هن جو اظهار غير شعوري ناهي هوندو، پر هو پنهنجي تجربن ۽ مشاهدن ۾ توازن پيدا ڪري منظم هيئت ۾ آڻيندو آهي ۽ ان صلاحيت کان بغير هو شاعر ٿي ئي نہ ٿو سگهي. ان سموري ڪارروائي ۾ هن جي تخيل جو ڪمال هوندو آهي. ڇو تہ شاعري تخيل جي زبان آهي. ياڪوب بومهہ..... چوي ٿو، ”فطرت خدا جو تخيل آهي“. ان مان بخوبي اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ شاعر ۽ تخيل ڪيڏا اعليٰ ۽ با مقصد آهن. تخيل شعور جو معراج آهي ۽ فنڪار پنهنجي فن ۾ ان جي نسبت سان باشعور يا بي شعور هوندو آهي. شيلنگ چوي ٿو، ”فطرت مجموعي شعور حاصل ڪرڻ ۾ مصروف آهي ۽ تخيل جمالياتي ادراڪ جواهو وسيلو آهي، جنهن ذريعي هن آخرڪار شعور حاصل ڪيو ۽ ان جي ڪري تخليق جي آزادي حاصل ڪئي.“ جرمن فلسفي ڪانٽ جي مطابق، اها تخيل جي قوت ئي آهي جيڪا تخليق ڪري سگهي ٿي.

تخيل ٽن سطحن تي ڪم ڪري ٿو، (i) نفس جي وجداني ۽ ادراڪي سطح تي حواسن کان مليل جهجهي مواد کي پيش ڪري ۽ ترتيب ڏئي.(ii) احساسن ۽ فهم جي وچ ۾ رابطي جو ڪم ڏي ۽ فهم جي مقصدن جي تڪميل ڪري، تصورات واضع ڪرڻ ۾ مدد ڪري. انهن ٻنهي سطحن تي تخيل جو اختيار محدود هوندو آهي. (iii) ٽئين حيثيت ۾ تخيل

خودمختيار (فاعل) هوندو آهي. هو تجربن ۽ مشاهدن کي پنهنجي مرضيءَ مطابق ترتيب به ڏيندو آهي ته انهن ۾ نظم به قائم ڪندو آهي. ان ڌيئن حيثيت ۾ ئي تخيل جمالياتي تخليق جو سرچشمو ۽ خالق هوندو آهي.

سچل جي شاعريءَ تي لکندڙن ان حوالي (تخيل) سان ڪوڙ دعوائون ڪيون آهن، پر مون کي اهو ٿو لڳي ته انهن مان ڪنهن به تخيل، ان جو ڪم، فن ۾ ان جي واردات ۽ پيغام جي مقصد ۽ افاديت کي قائم رکندي جماليات جو ويس پهرائڻ کي سمجهڻ ته پري جي ڳالهه پڙهيو به نه آهي. صرف ٻڌل لفظن کي پنهنجو پنهنجو تصور ۽ معنيٰ ڏئي استعمال ڪيو آهي، جهن تصور ۽ معنائن جو وري تخيل سان پري پري جو واسطو به نه آهي. سچل جي شاعريءَ جا ڪجهه نمونا ته مٿي ڏنا ويا آهن. اڳتي ان جو سرسري جائزو به ڏجي ٿو.

## سنڌي ٻولي ۽ شاعريءَ جي واڌ ويجهه

سچل جي دور کي سنڌي ٻولي، علم، ادب ۽ فن جو سنهرو ۽ انقلابي دور چيو وڃي ٿو. ايران جي فارسي شاعريءَ کي دنيا جي شاعريءَ جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ فڪر واري، جماليات ۽ شاعرانه تخيل جي اعليٰ قسم جي شاعري چيو وڃي ٿو. ان جو هِند ۽ خاص طور تي سِنڌ تي تمام گهرو اثر رهيو آهي. شروع کان سنڌ جا عرب، عراق ۽ ايران سان ويجها لاڳاپا رهيا آهن. تاريخ ٻڌائي ٿي ته 470 ق م ۾ گشتا سپ سنڌ جي حڪومت پنهنجي پوٽي بهمن جنهن کي بهمن اردشيردرازدست چيو وڃي ٿو جي حوالي ڪئي. پوءِ وري نوشيروان ۽ سندس پوٽي پرويز سنڌ جي حڪمرانن سان

عهدناما ڪيا، ائين ڪجهه وقت لاءِ سنڌ ايراني شهنشاهيت کان آزاد ٿي پر ان جي سياسي ۽ سماجي اثر هيٺ رهندي آئي (ڊگهي عرصي تائين ڏن ڀريندي رهي)، مذهبي ثقافت کان علاوه ڪاريز، عمارت سازيءَ جو نقل ۽ آڳاٽي سنڌ ۾ آتشڪده به ملن ٿا.

بهرحال سنڌي ٻولي ڊراوڙي، جٽن، سوڍن، ٺڪرن جي ثقافتي ورثي مان سفر ڪندي خاص طور عربن جي دور حڪومت ۾ خاص اهميت ماڻي چڪي هئي. خود عربي ٻوليءَ سنڌي ۽ اڻ سڌيءَ طرح هن جي ترقيءَ ۾ نمايان ڪردار ادا ڪيو آهي، مولانا غلام محمد گرامي لکي ٿو ته عربيءَ جا لفظ "قوم" ۽ "بصل" نيٺ سنڌي لفظ "ٿوم" ۽ "بصر" آهن. جيڪي قرآن شريف ۾ به آيل آهن. لڳي اهو ٿو ته علمي ۽ ادبي ماحول ۽ مدد نه ملڻ ڪري سنڌي ٻوليءَ جي بيهڪ ۽ ترقيءَ کي تمام گهڻو زمانو لڳي ويو ۽ هو پنهنجي اصليت به برقرار رکي نه سگهي. سومرن جي دور (1050-1350ع) ۾ هن ۾ چڱي خاصي ترقي ٿي ۽ هن عوامي رنگ ورتو. حڪمرانن جي زبان هجڻ ڪري سنڌ جي اندر ۽ ٻاهر پري پري تائين سنڌي ٻولي پکڙي، ٻين ٻولين ۽ تهذيبن تي پنهنجو اثر وڌائين به ته انهن جو اثر ورتائين به. هن دور کان ئي بهادري ۽ عشقيه داستان عام ٿيا. جنهن ڪري ٻوليءَ جي بيان واري خاصيت ۾ اضافو ٿيو. جنهن وري راڳن ۾ اضافو ڪيو. شاعري هندي دوهي کان الڳ "ڳاهه" جي شڪل ۾ شروع ٿي. سنڌيءَ ۾ ذڪر ۽ سماع جا سلسلا شروع ٿيا. فريد گنج شڪر (1173-1275ع) جا سنڌي شعر ملن ٿا. (ڪجهه ادبي دوستن جي خيال ۾ هي سنڌيءَ جو پهريون شاعر آهي). هن ئي دور ۾

سنڌيءَ ۾ عشقيه، اخلاقيءَ ۽ بهادريءَ جي منظر قصن سنڌ جي ادب جي عمارت جا بنياد وڌا، تعمير ڪئي ۽ ٻوليءَ کي نواڻ ڏني.

وري سمن جي دور (1350-1520ع) کي سنڌي ٻولي ۽ ادب جو تعميري دور چيو وڃي ٿو. هن ۾ سنڌي بيت عام ٿيو. پختي شاعريءَ جي شروعات ٿي. سنڌي ٻوليءَ جون سرحدون وسيع ٿيون. سندس ٻين ٻولين ۽ ادب سان ميل جول وڌيو. خود ملڪ جي اندر مختلف ٻولين ۽ سنڌيءَ جي مختلف لهجن جو ويجهو ۽ گهرو رابطو ٿيو. جنهن ڪري نه صرف فني ۽ فڪري لحاظ سان سندس جوڙجڪ ۾ بهتري آئي پر سنڌي شاعري بيتن جي سهڻي صورت ۾ به ٿيڻ لڳي.

ارغون، ترخان ۽ اوائلي مغليه دور (1520-1590ع) ۾ سنڌي ۽ فارسيءَ جو ميل جول وڌيو ۽ سنڌي ادب خاص طور تي شاعريءَ تي تصوف جو گهرو اثر ٿيو. سنڌي چوٽيون، لفظ ۽ محاورا فارسيءَ ۾ به استعمال ٿيڻ لڳا. سنڌي زبان ۽ شاعريءَ ۾ وسعت آئي ۽ سندس اهميت وڌڻ لڳي. جڏهن ته هند ۽ سنڌ ۾ هي فارسيءَ جي عروج جو دور هو، فارسي نه صرف سرڪاري پر ڪاروباري لک پڙهه، تعليم، ادب ۽ شاعريءَ جي زبان به هئي، پر سنڌيءَ پنهنجي انفراديت ۽ واڌ ويجهه کي قائم رکيو. هن دور جو ادبي سرمايو گهڻي ڀاڱي محفوظ رهيو آهي ڇو ته لکجڻ شروع ٿي چڪو هو. هن دور ۾ ڪيترائي نالي وارا شاعر ۽ انهن جي شاعري ملي ٿي.

مغليه دور (1590- 1680ع) ۾ سنڌي زبان مادري ٻوليءَ جي حيثيت اختيار ڪئي. درسي ۽ مذهبي معلومات شاعريءَ ۾ محفوظ ٿيڻ لڳي. ايتري تائين جو 16 صديءَ ۾ سنڌي

شاعريءَ ۾ (ميين شاهہ ڪريم جي) فڪر کي سمجهڻ لاءِ فارسيءَ ۾ ڪتاب لکيا ويا. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پنهنجي ڪتاب ’سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ‘ ۾ لکي ٿو، ”مادري زبان سنڌي ذريعي تعليم ڏيڻ جي تحريڪ ۽ سنڌي ۾ درسي ۽ تعليمي مواد جي تياري ڪرڻ جي شروعات ”ابوالحسن جي سنڌي“ کان اڳ ٿي چڪي هئي. ميان ابوالحسن وڏو عالم ۽ استاد هو ۽ هو بہ هن نئين تعليمي تحريڪ جي ٻئي دور جو سربراهہ هو، پر اها تحريڪ توڙي ان تحريڪ هيٺ سنڌي درسي ڪتابن لکجڻ جي شروعات غالبا سندس استاد جي دور (1000- 1050ع) ۾ ٿي. جن جي تعليمي نظرين ۽ درسي ڪتابن کان متاثر ٿي پاڻ بہ سنڌيءَ ۾ هڪ بهترين درسي ڪتاب تصنيف ڪيائين. جيڪو پوءِ ”ابو الحسن جي سنڌي“ جي نالي سان مشهور ٿيو“. هن ئي دور ۾ سنڌي ٻوليءَ نج صورت اختيار ڪئي ۽ ان جي گرامر تي ڪم ٿيو.

مغلن جو آخري ۽ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جو دور (1680- 1860ع) سنڌي شاعريءَ جي مضبوط بنيادن ۽ اعلىٰ فڪري ۽ فني تخليق جو دور سڏيو وڃي ٿو. هن ئي دور ۾ اها سنڌي ادب جي ٿمور تي (شاهہ، سچل ۽ سامي) وجود ورتو. سچل جي ٻولي ۽ شاعري کي پرکڻ لاءِ ان وقت تائين سنڌي ٻولي ۽ شاعري جي سفر ۽ ترقيءَ تي اسان هتي نظر وجهي آيا آهيون تہ جيئن پرک آسان ٿئي ۽ ڪا ڪوتاهي نہ رهجي وڃي. جيئن تہ سچل جي وفات 1826ع ۾ ٿي. (ڪي 1827ع ڪي 1829 بہ لکن ٿا). ان ڪري مان ان جي وفات کان بہ ٿورو پهرين واري دور تائين صورتحال بيان ڪئي آهي. سچل جي دور ۾ بہ سرڪاري زبان فارسي هئي پر بنيادي تعليم جي زبان

فارسيءَ مان ڦري سنڌي تي ۽ نصابي تعليم جو بنياد مادري زبان (سنڌيءَ) تي رکيو ويو. هن نئي دور ۾ شاعرن جا رسالا اچڻ لڳا. سنڌيءَ ۾ درسي ڪتاب آيا. تاريخ ۽ سوانح لکجڻ لڳيون، سنڌيءَ ۾ ۽ سنڌيءَ مان عربي ۽ فارسيءَ ۾ ترجما ٿيڻ لڳا. انهن ترجمن جي ڪري ۽ مادري زبان سنڌيءَ ۾ تعليم ۽ درسي ڪتابن ڪري سنڌي زبان ۽ گرامر تي خاصو ڪم ٿيو ڪتاب آيا ۽ سنڌي صورت خطيءَ ۾ واڌارا ۽ سڌارا آيا. قصو مختصر تہ سچل جي وقت تائين سنڌي ٻولي ۽ شاعري سٺي ترقي ڪري چڪي هئي. سنڌي شاعري فڪري ۽ فني لحاظ کان امير ٿي چڪي هئي، روحل، مخدوم محمد زمان لنواريءَ وارو، ملا بلاول، مزاحيہ شاعر ملا الهڏنو، غلام علي مائل، خليفو نبي بخش، دلپت، شاهہ ڪريم، فڪري ۽ پختي شاعري ڪري چڪا هئا. شاهہ عبداللطيف (جنهن کي مان دنيا جو عظيم شاعر چوان ٿو) پنهنجي شاعريءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي انسائيڪلوپيڊيا ۽ شاعريءَ جي مڙني معيارن کي پورو ڪندڙ ۽ فڪري خوبين سان پر شاعري ڏئي ويو هو. خود سچل جو همعصر شاعر سامي (ڀائي چين راءِ بچو مل لنڊ) اعليٰ قسم جي فڪري ۽ فني شاعري سرجي رهيو هو. ان سڄي صورتحال کي سامهون رکندي جڏهن سچل جي ٻولي ۽ شاعريءَ کي ڏسون ٿا تہ مايوسي ٿئي ٿي. مٿان وري لکندڙن جون بنا ثبوت ۽ دليل جي دعوائون تہ هو نہ صرف شاعر پر فيلسوف، تاريخدان، سائنسدان، نفسياتدان، انجنيئر، ڪامل ولي، الله سان سڌو رابطو رکندڙ، باغي، عملي جدوجهد جو رهبر وغيره وغيره هو.

**دعوائون- مطالعو**

مان نهايت ئي مختصر ادب، شاعريءَ، تخيل ۽ انهن جي ڪارج ۽ وجود (جيڪي انهن جا لازمي جز آهن) جي تصوير پيش ڪئي آهي. اچو تہ ان کي ذهن ۾ رکندي سچل جي ٻوليءَ، تخيل ۽ شاعريءَ کي ۽ ان حوالي سان ڪيل دعوائن کي بہ ڏسون.

**عڪاسي - (سماجي ۽ اقتصادي)**

ڪتاب - سچل سارو سچ (ڇاپو 1989) ڊاڪٽر نواز علي شوق، مقدمي ۾ لکي ٿو. "سچل سائين پنهنجي ڪلام ۾ <u>سنڌي ماحول جي تصوير پيش ڪئي آهي.</u> سندس ڪيترين ئي ڪافيون اهڙيون آهن. جن مان سنڌي ماحول جي جهلڪ نظر اچي ٿي. ڳوٺن ۾ اهو عام دستور آهي تہ جڏهن چڱو ڪاڏو تيار ٿيندو آهي تہ اوڙي پاڙي ۽ مٽن مائٽن ڏانهن موڪليندا آهن. سندس هڪ ڪافيءَ جي مصرع آهي.

- ڀلي ڀاڄي ڀرين ڏانهن، اڄ اسان ڏي آئي."

هي شاعريءَ جي اندر ان وقت جي سنڌي سماج جي تصوير آهي؟ ٻئي ڳالهہ تہ ٻوليءَ جي حوالي سان نظر وجهجي تہ لفظ 'ڏانهن'، 'ڪان' جي نہ پر 'ڏي' (To) جي معنیٰ ڏيندو آهي تہ ڀوءِ ڀرين ڏانهن 'اڄ' اسان ڏي آئي ڪيئن ٿيندو؟ ساڳئي ڪتاب ۾ ڊاڪٽر غلام علي الانا جو 33 صفحن تي مضمون، 'سماجي لسانيات جي روشنيءَ ۾ سچل جي شاعريءَ جو جائزو' ڏنل آهي. جنهن جي لکڻ لاءِ مددي ڪتابن جي لسٽ ۾ 25 حوالا آهن. ان ۾ ڊاڪٽر صاحب عنوان جي حوالي سان ڪو بہ

وزنائتو مثال ڏئي نہ سگھيو آهي ۽ ان جهول کي پرڻ لاءِ سچل جي ٽيڪ لاءِ لطيف کي گڏوگڏ شامل ڪندو آيو آهي. مضمون ۾ ڏنل بيتن ۾ نہ تہ سماجي لسانيات آهي نہ ئي معاشري جي عڪاسي، بلڪ غلط العام کي سماجي لسانيات ڪري پيش ڪيو ويو آهي.

سچل جي شاعريءَ جي حوالي سان ڪيترن ئي طبع آزمائي ڪندي سچل جي شاعريءَ مان ان وقت جي اقتصادي ۽ سماجي صورتحال کي نہ صرف چٽڻ پر اهو ثابت ڪرڻ تہ ان ۾ ترقي ڪرڻ جا ڏس بہ ڏنل آهن جيون ناڪام ڪوششون ڪيون آهن.

ڪتاب 'سچل سارو سچ' ۾ ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو پنهنجي 18 صفحن ۽ 51 حوالن واري مضمون، 'صوفي تحريڪ ۽ سچل سرمست (1739-1829)' ۾ لکي ٿو:

- "اي ادا سالڪ سهي ڪرتون طلسمات کي،
پيچ دوئي تان ڪل پوئي دور ڪردرجات کي.
(سچل)

اهڙي طرح هن ظاهر ڪيو تہ اسان جي سماج ۾ درجہ بندي جي لحاظ کان ڪهڙيون قوتون اڀري رهيون آهن ۽ ان طبقاتي سماج کي ٽوڙڻ لاءِ "دوئي کان دوري" جو قائدو بہ ٻڌائي ڇڏيائين." هاڻي پڙهندڙ ورائي ورائي بيت پڙهن ۽ ان مان وقت جي اقتصادي صورتحال کي سمجهن ۽ قائدو بہ پڪو ڪن. ساڳيو سائين ساڳئي مضمون ۾ اڳتي لکي ٿو، "سچل سائين اهڙي غير طبقاتي سماج لاءِ شعوري ڪوشش ڪندڙ دانشور هو، هو محنت واري ڪم ۾ هر طبقي ۽ هر ٽولي جي ماڻهوءَ کي شريڪ ڏسڻ چاهي ٿو. جنهن سماج ۾ عام ماڻهو ۽ حاڪم جي وچ ۾ اها تفريق ختم ٿيو وڃي ٿي. اتي انسانيت

جو سچو پچو پرچار ٿئي ٿو. سچل سائين اهڙو اظهار ڪندي چويٿو:

- ڇارو ڇام ڪٽي، ٿو، مرڪيو ملاحن جو،
زوريءَ آئون زرباد لئہ، ٿي ڇڄير ڇٽي،
سهجون سون رپا ڏئي، ماڻڪ ميي هَٽي،
ڳاڻاڻي نہ ڳٽي، ڏي جال جواهر تن ڪي.

هن بيت ۾ ڄام تماچي پنهنجي حيثيت ڪان هيٺ لهي، عام ماڻهو سان گڏ ڪرت ۾ رڌل ڏيکاري سچل سائين اهو تاثر ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ جڏهن بہ عوام کي سماجي انصاف ڏيڻ لاءِ حاڪم قوتن جي دل ۾ محبت پيدا ٿيندي آهي. تڏهن هو اهڙو عمل ڪندو."

ڄام جي ڇارو ڪنيو بہ تہ بقول سڏايي صاحب جي اهو نوريءَ جي عشق ۾ نہ پر عوام کي سماجي انصاف ڏيڻ لاءِ حاڪم جي دل ۾ محبت ٿي هئي. هن ذهني ڏيوالپڻي لاءِ ان ڪانسواءِ ڇا ٿو چئي سگهجي تہ پلي جنهن کي وٺي اهو پنهنجي نوري ڄامن (حاڪمن) اڳيان ڪري عوام کي سماجي انصاف ڏيارڻ لاءِ حاڪمن جي دل ۾ محبت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ۽ ان کي سچل جي دانشوريءَ جي شعوري ڪوشش سمجهي.

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ڪتاب 'سچل جو پيغام' ڇاپيندڙ مهراڻ اڪيڊمي ڇاپو 1995ع جي باب ٻئي 'تاريخي پس منظر' ۾ لکي ٿو، "سنہ 1775ع سنہ 1783ع تائين ڪلهوڙن ۽ ميرن جي ڇڪتاڻ ۽ لڙاين جي ڪري سنڌ کي وڏو نقصان پهتو. سنہ 1780ع ۾ وڏو قورو مدد خان سنڌ تي ڪاهي آيو، ۽

اتر کان هيٺ بدين تائين ڪيترائي ڳوٺ ۽ شهر ناس ڪري
ڇڏيائين. جوڻ ۽ فتح باغ جهڙا وسندڙ شهر ويران ٿي ويا ۽
ڪيترائي سرسبز باغ ۽ آباديون ناس ٿي ويون. انهن حالتن
ڪري واپار بند ٿي ويو. صنعت ۽ حرفت کي ڌڪ لڳو،
پيداوار ۾ ڪمي اچي وئي ۽ ملڪ ڏڪر ۾ تباهه ٿي ويو.“

ظاهر آهي جنهن خطي ۾ ڊگهي عرصي تائين ٻاهرين جون
ڪاهون، خانه جنگيون هلن ۽ حڪمران ڏن ڀريندا رهن ته اتي
سڪار نه بلڪ ڏڪار ئي منهن ڪيندو. پلا سچل جي اها
شاعري ڪٿي آهي. جنهن مان اهي عڪس ايندا هجن، ترقيءَ
جا ڏس ملندا هجن هر حوالي سان ته ”مذهبن ملڪ ۾ ماڻهو
منجهايا. . . .“ يا ”وقت اها ٿي ويل. . . . .“ جهڙا بيت نمائندگي
ڪونه ڪندا. ٻئي ڳالهه ته پلي غربت ئي هئي پر رياست جي
ڪاروهنوار ۾ ڪي واپار ڪي ڌنڌا ڏاڙي ته هوندا، جهڙوڪ،
زراعت، چمڙي جو ڪم، نير جو ڪم، لوبان، خاص ڪري
وڏي بر وارو ڪپڙو، ڪلمي شورو، ديسي هنر، شراب سازي،
چوڙيون، ڪيس، سوسيون، لونگيون ٺاهڻ، ڪاشيءَ جو ڪم،
دريائي زندگي، جنڊي جو ڪم، ٿانون جو ڪم عمارت سازي،
ملڪ کان ٻاهر وڻج واپار پلا انهن مان ڪنهن شيءِ جو ذڪر
ملي ٿو؟ ڳالهه اها آهي ته سچل ته دعويٰ ئي نه ٿو ڪري، هو ته
چوي ٿو:

- سچل ٻاجهون عشق الله جي نه ڪوئي هنر سکيا سي،
- ڇڏي لاڳاپا لوڪ جا، عشق ڪيم اختيار.

اسان جا ليڪڪ اسٽيج تي اچڻ جي شوق ۾ يا بس لکٽو جو ٿيو تہ پوءِ ٻئي جي ڪلهي تي بندوق رکي هلائڻ جا تجربا پيا ڪن.

ساڳي ڪتاب جي مضمون 'سارنگ' ۾ ڊاڪٽر صاحب لکي ٿو:

"عــالم ڪــي آگاهــہ، ســارنگ ڪنــدو آئيــو.
گُڙ جيئن گوڙيون ڪري، ڪاهيون اچي ڪاهہ،
وايــوءَ ســان وارا ڪـري، نــاهيون اچــي ناهــہ،
وســايائين وڏ ڦــڙو، واٽــن تــي واهــہ واهــہ،
گلزاريـــون ۽ گاهــہ، پــٽن تــي پــڌرا ٿيــا.

عالم ڪي آگاهہ مان صاف ظاهر ٿئي ٿو تہ سچل جو اشارو اسلام جي آفاقي ۽ انقلابي پيغام ڏانهن آهي. جنهن دنيا کي توحيد جي پيغام کان باخبر ڪيو. "وايوءَ سان وارا ڪري" جي لفظي معني آهي. واءُ جي ذريعي اپريو. هتي مطلب ٿيندو، تہ اسلام جو پيغام دنيا ۾ بزرگن جي تبليغ ذريعي پکڙيو. آخر ۾چوي ٿو، تہ ان پيغام ذريعي دنيا وحدانيت، روحانييت ۽ اخلاقيات سان سرسبز وشاداب ٿي ويئي." خبر ناهي تہ ڪانئس کهڙي ڳالهہ وسري وئي آهي؟ اها تہ اسلام بہ هڪ مذهب آهي يا لکتن ۾ سچل جي نالي کان بہ وڌيڪ ورجايل سچل جو بيت، تہ 'مذهبن ملڪن ۾ ماڻهو منجهايا'؟ اڳتي وري سچل مَينهن کي مشرف بہ اسلام ڪندي نظر آيو آهي. هينيون بيت ڏيندي:

وسي پيو وڏڦڙو، پنيون پٽ پريون،
پٿاريون پٽن تان وٽاڻين وريون،
ڪيرن جون ڪريون، چاڙيين ڏنئون چاه مان.

اڳتي لکي ٿو:

”ٻين بيتن ۾ ٻه سنڌ ۾ روحاني فيض ۽ اسلامي انقلاب جي اچڻ جو ذڪر ڪيو اٿس.“ ڊاڪٽر صاحب ڪي تہ سچل جو هر لفظ هرسٽ اسلامي جذبي ۽ انقلاب سان ٽمٽار نظر ٿي اچي. ساڳئي ڪتاب جي مضمون ’ نوري ۾ لکي ٿو: ”يعني جيڪي مهاڻيون ٻورين جي سٽيپ ۾ ڏٽ جو ڏارو رڌي ڪائينديون هيون، ڏٽ ۽ ڏپ لاءِ رلنديون وتنديون هيون. بانس واري مڇي لاءِ لامارا ڏينديون وتنديون هيون ۽ پيٽ جي ٽڪين جي ڏوڏن جا گورا ڪڍي ڪائينديون هيون. اهي چوري پيون ڪائين. يعني اسلام جي روحاني ۽ اخلاقي انقلاب ماڻهن جي جهالت واري زندگيءَ ۾ هڪ خوشگوار انقلاب آندو“، ساڳئي ڪتاب جي مضمون ’سچل جي شعر جو مجموئي فڪري جائزو‘، ۾ لکن ٿا ”سچل سرمست ٻہ توحيد جي اپٽار ڪئي آهي. شريعت جي پابنديءَ جي ڳالهہ ڪئي آهي.“ تہ وري اڳتي سچل لاءِ لکي ٿو. ”سچل سرمست همہ اوست ۽ وحدت الوجود جو وڏو مبلغ آهي ۽ وڏي واڪي اناالحق جو نعرو هڻي ٿو. انهيءَ ڪري ڪيس ”سنڌ جو منصور“ چيو وڃي ٿو.هو وحدت الوجود تي تمام گهڻو زور ڏئي ٿو ۽ ان ڪي مختلف ۽ معقول طريقن سان سمجهائي ۽ ذهن نشين ڪرائي ٿو.“

سائين تاج جويو پنهنجي ڪتاب 'درازن جي دز جهومي رهي آهي' جي مضمون 'سچل پنهنجي دور جي آئيني ۾' لکي ٿو ته:

"انگريزن ارڙهين صديءَ جي آخر ۾ سنڌ جي حاڪم غلام شاهه ڪان شاهه بندر (ٺٽي) ۾ واپاري ڪوٺي کولڻ جي اجازت حاصل ڪئي، جنهن حاڪمانه فيصلي خلاف ٺٽي جي چاليهه هزار ڪوري پورهيتن تاريخي هڙتال ڪئي هئي....."

اڳتي لکي ٿو:

"سندس ڪلام جو گهڻو اڀياس ڪنداسون ته ان ۾ انهن سمورين سياسي، سماجي اقتصادي ۽ مذهبي حالتن جو عڪس ڏسڻ ۾ ايندو.."

ان عبارت هيٺ ته ڪو بيت نه آهي باقي اڳتي هينيان بيت ڏنل آهن:

- اول پيري پيچ، جي بند خيالات جا،
  تهين پڄاڻان وچ، حلاجي حيرت ۾.

- ٽوڙ رواج ۽ رسمون ساريون، مرد ٿئين مردانو.

ڏنل بيتن مان ڪو هڪ به اهڙي ڳالهه نه ٿو ڪري سياسي، سماجي، اقتصادي ۽ مذهبي سمورين حالتن جو عڪس ته ڇا پر انهن بيتن ۾ پري پري تائين به ڪو عڪس نظر نه ٿو اچي.

ان وقت چاليهه هزار پورهيتن (هڪڙي ئي ڪرت وارا) جي هڙتال ڪا عام رواجي ڳالهه ته نه آهي. ان جا اثر به گهٽي عرصي تائين رهيا هوندا، پر گهٽ ۾ گهٽ مون کي سچل جي شاعريءَ ۾ ڪو به اهڙو اهڃاڻ ب نارو نه مليو.

هو وڏيڪ لکي ٿو: ”ڌارين جي حملن ۽ اقتصادي وسيلن تي قبضي ٿيڻ سبب تنگ دستي وڌندي ۽ لڏپلاڻ ٿيندي آهي، ان جو اظهار سچل جي هنن بيتن مان ٿئي ٿو:

- جي هوند اتيئي، هئا ماروڙا ملير ۾،
سُڌ لڌائون سگهڙي، حال بُڌي هيٺي،
ٿر چڙهي ويئي، جيڪس وسنئن ويڙهيچن جي“

پهرين ڳالهه تہ ’هنن بيتن‘ مان مراد هڪ کان وڏيڪ بيت هجڻ تہ سمجهہ ۾ اچي ٿو (بيو نہ تہ گهٽ ۾ گهٽ ٻہ بيت تہ هجن ها)، پر ان عبارت هيٺيان اهو هڪ بيت ڏنل آهي. ٻئي ڳالهہ تہ ان بيت ۾ ڌارين جي حملي، اقتصادي وسيلن تي قبضي، تنگ دستيءَ ڪري ڪيل لڏپلاڻ جي ڪا چٽي عڪاسي يا دانهن ظاهر تہ ڪونہ ٿي ٿئي.

ساڳئي ڪتاب ۾ سائين پنهنجي مضمون ’سچ جو صورتگر سچل‘ ۾ لکي ٿو: ”سچل جو سچو دور، سنڌ ۽ سنڌي سماج، تاريخ جي انتهائي بحراني حالتن جو شڪار رهيو ۽ سچو عرصو پنهنجي اجتماعي وجود جي بحاليءَ جي جدوجهد ۾ مصروف رهيو. اهڙي طرح 18 صديءَ جي آخر ۽ 19 صديءَ جي ابتدا ۾. جڏهن سنڌ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي گهرو ويڙهين ۽ پناڻ ڦورن(نادر، ابدالي ۽ مدد خان) جي ڦرلٽ جي ڪري تباهيءَ جي ڪناري تي اچي لڳي هئي. عام ماڻهو بک، بدحالي ۽ عدم استحڪام واري صورتحال مان گذري رهيا هئا.“ هنن ننڍن مضمونن ۾ سائين ان وقت جي سنڌ جي حقيقي، جامع ۽ مختصر طور تمام سٺي نموني تصوير ڏني آهي، تجزيو ڪندي ان جا سبب بہ ڏنا آهن، پر مسئلو اتي ئي

ٿو اچي بيهي تہ دعويٰ مطابق سچل جي شاعريءَ مان، جدوجهد ۽ نجات تہ نهيو، پر ڪنهن بہ حوالي سان ان وقت جي حالتن جي عڪاسي بہ ظاهر نہ ڪئي وئي آهي. ان حوالي سان جي بيت ڏنا وڃن ٿا انهن جو پري پري تائين ان دعويٰ سان ڪو واسطو ئي نظر نہ ٿو اچي.

'سرمست 9' ۾ ملڪ نديم جي مضمون، 'سچل جي شاعريءَ ۾ پورهيت لاءِ پيغام' (ان ڪي جي نيڪ طريقي سان ڇاپجي تہ بہ صفحا بہ وڏا آهن) جي حوالي سان سائين ملڪ نديم کي عرض تہ اوهان ڪي جس هجي جو سچل جي (هيڏي) شاعريءَ مان پورهيت لاءِ پيغام تہ ڳولهي آندو پر مهرباني ڪري هڪ دفعو مضمون کي وري پڙهو (غور سان) جيڪي بيت اوهان ڏنا آهن، مينهن پوڻ ۽ جهانگين جي جهري پيل جهوپڙين جا ڇا اهي پورهيت لاءِ پيغام آهن؟ جي ها تہ پوءِ اهو بہ لکو نہ تہ هنن لاءِ ڪهڙو پيغام آهي؟ اهو انهن لاءِ ڪهڙيءَ طرح فائدي مند آهي؟

ان ئي حوالي سان ڊاڪٽر غلام علي الانا جو مضمون 'سنڌي سماج قدر ۽ سچل جو ڪلام' ملي ٿو. ڊاڪٽر صاحب 9 صفحن جي هن مضمون ۾، ثقافت، ان جي ادب ۾ عڪاسي، سنڌي سماج ۽ ان جي قدرن تي سنو لکيو آهي. مضمون تہ آهي سچل جي ڪلام جي حوالي سان پر ان ۾، پير صدر الدين، قاضي قاضن، اسحاق آهنگر، شاهہ ڪريم، شاهہ لطيف، سامي جي شاعري بہ ڏني اٿس. ان تي مان نہ ٿو لکان. هيٺ ان مضمون جا ڪجهہ ٽڪرا ۽ ڏنل سچل جي شاعري ڏجي ٿي ۽ پرک پڙهندڙن تي ڇڏجي ٿي تہ اهي مضمون جي عنوان کي پڙهن، مضمون جي مواد کي پڙهن ۽ پوءِ سچل جي ڏنل

شاعريءَ کي پڙهن ۽ پرکن ته انهن ۾ ڪيترو ربط آهي. ڪيتري مناسبت آهي؟
"اها حقيقت آهي ته هر ملڪ جي تهذيب ۽ تمدن، رسم ۽ رواج جي مطالعي ۾، نه ملڪ جي سماجي ۽ معاشرتي حالتن جو جائزو ورتل هوندو آهي. هن دعوا جي روشني ۾ هيئن چئي سگهجي ٿو ته سنڌي ثقافت جي چند ڇاڻ جي دائري اندر، سنڌي سماج ۽ سماجي حالتن جو اڀياس اچي وڃي ٿو. سنڌ جي سماج، سماجي حالتن جا اهڃاڻ ۽ عڪس علم ادب يا ساهت جي صورت ۾ لکت ۾، لفظن جي لڙهين ۾ اسان وٽ موجود آهن."... "مذڪوره موضوعن ۽ انهن جي ڌار ڌار پهلوئن تي ڪئين ڪتاب لکي سگهجن ٿا.
سنڌ جا ماڻهو سادا، سٻاجهڙا، صبر وارا، نياز، نئڙت ۽ نمرتا جا ڌڻي، پنهنجي اوڙي پاڙي، ڳوٺ راڄ، واهڻ وستين جو سدائين خير گهرندڙ هٿ وڏائي، ڪيني، ڪوڙ، ڪپٽ ۽ ڪروڌ کان پري ۽ سدائين آجا، سڀ جو ڀلو چاهيندڙ، بي غرض، خلوص وارا، پنهنجي خالق ۾ مڪمل ايمان رکندڙ، متقي ۽ مومن، هر ڪم ۾ رب جو راضپو سمجهندڙ، مايا جي موه کان پري ڀڄندڙ، پنهنجي گهر ٻار، ، پنهنجي ڳوٺ، پنهنجي خطي ۽ پنهنجي وطن سان پيار ڪندڙ، ان تان سرگهوريندڙ، وطن جي قاتل لوئيءَ کي غيرن جي پٽ پٽيهڙن، اطلش ۽ ريشم جي پيٽ ۾ تيج سمجهندڙ رهيا آهن."
اڳتي سائين عجيب ڳالهه لکي ٿو. جيڪا سنڌ ۾ رهندڙ يا سنڌ کان ٿوري به واقفيت رکندڙ انتهائي جاهل ماڻهو به نه ڪري. (مان مجبور آهيان اهو لکڻ تي) ڊاڪٽر صاحب لکي ٿو:
"سنڌي سماج دراصل، مسلم سماج آهي، يعني سنڌي معاشرو

مسلم معاشري جو هڪ نمونو آهي. "ڇا چئجي ان مان ته اهو ٿو لڳي ته هن کي سنڌي سماج/ معاشري جي خبر نه آهي. انهن لفظن جي ڄاڻ نه آهي. سنڌ ۾ آباد غير مسلم خاص طور هندو ڀيل، ميگهواڙ ۽ اوڏ سنڌ جي ثقافت جو حصو آهن. انهن جو ڪاروهنوار ۾ عمل دخل، حتاڪ پراڻي ثقافت هجڻ ڪري مسلمانن جي اٿڻ ويهڻ، ريتن رسمن، راڳ رنگ، سياءُ وغيره ۾ نمايان هجڻ ڪنهن کان ڳجهو آهي.

هيٺ سچل جي اُها شاعري ڏجي ٿي، جيڪا هن پنهنجي مضمون جي عنوان ۽ مضمون جي مواد جي روشنيءَ ۾ ڏني آهي.

- "تون تان صاحب سپرين، هي ڏوهارڻ ڏڏ،
صورت وارا سنپرين، آءُ، نماڻي ڇا آهيان.

- دوست اوهانْ جڙي آهيان، ميان سائين لڳ سڄاڻين،
تون تان صاحب سپرين، ميان، هيءَ نان نماڻيءَ.
جا اوهانجڙي ڪونجي، ميان الا، سا تون ڪيئن وساري،
ڳچيءَ پائي ڪپڙو، ميان الا، زور ڪرينس زاري،

- پرين نه ڇڏج ٻئي پار، ساريو تنهنجون ڳالهيون رئان آءُ،
اڳڻ آ سروند جي والي ايندين ڪهڙي وار
آهين جنهين تون آسرو، سا ويچاري نه وسار

- هيءَ نماڻي وو، ور وڪاڻي ميان، نال نياهي نيجو
- ڪيم وساريو، مئي نه ماريو، ميان ڇوري تان ۾ ڇڏيجو".

هاڻي ان مان سنڌ جي ثقافت، علم، ادب، اطلس، پٽ پٽيهر، ريشم ۽ رسمون، اهي سڀ شيون جن جي دعويٰ ڊاڪٽر صاحب ڪئي آهي ويهي ڳولهيو.

ان حوالي سان 'سرمست 16-1996' ۾ ڊاڪٽر بشير احمد شاد جو مضمون 'حضرت سچل سرمست جي سر سارنگ ۾ منظر ڪشي' واحد اهڙو مضمون مون کي مليو، جنهن ۾ عنوان جي حوالي سان سچل جي شاعري ڏني وئي آهي. جنهن ۾ سنڌ جي ماحول خاص طور ڳوٺاڻي زندگيءَ جي عڪاسي ڪئي وئي آهي. هتي ان تي بحث ناهي ته سچل جي شاعريءَ ۾ ڪيتري ياڪهڙي انداز ۾ عڪاسي ڪئي وئي آهي؟ ڇا ان مان ان دور جي صورتحال نمايان ٿئي ٿي. هتي ڳالهه اها آهي ته هن مضمون ۾ جنهن حوالي سان ڳالهه ڪئي وئي آهي ۽ ان لاءِ جيڪا سچل جي شاعري ڏني وئي آهي. اها ان سان ٺهڪندڙ آهي يا نه؟

جيئن اڳ ۾ تاريخ واري باب ۾ مان لکي آيو آهيان ۽ سچل تي لکندڙن به لکيو آهي ته سچل وارو دور گهرو ويڙهن، ٻاهرين جي حملن ۽ غربت وارو دور هيو. ان حوالي سان نه ته ڪا سچل جي شاعري ملي ٿي نه وري جيڪي ڪي چڱا ڪم ٿيا، جن جا سنا اثر به پيا، جهڙوڪ 1789ع ۾ فتح گڙهه، 1790ع ۾ ٽنڊوالهيار، 1791 ۾ ٽنڊو محمد خان ۽ 1799 ۾ منهوڙي جو قلعو ٺهيا. ان ئي دور ۾ پراڻ، نارو، اڙل، ڦليلي، گوني، پيڄارو، گنگرو، لکي، سيتا، ٻگهاڙ، ڏاٻيجي، گهاڙ، امرڪس ۽ نور واهه ٺهيا جن جا سنڌ جي مجموعي ماحول تي ڪنهن حد تائين سنا اثر پيا، ان حوالي سان ڪا شاعري ملي ٿي؟ مان اهو ڪو نه ٿو چوان ته اقتصادي يا تاريخ جي ڪتاب

وانگر شاعري بہ رڪارڊ رکندي آهي، پر عظيم شاعري اهي اهڃاڻ، اڏما، جذبا، ڏک سک پنهنجي ڪارج پنهنجي فڪر ۾ فني سونهن ۽ فڪري ذريعي ضرور سانڍيندي آهي. ڪنهن بہ فن خاص طور شاعريءَ جو لاڳاپو جيترو انساني تجربن ۽ مشاهدن سان ويجهو هوندو، ان ۾ اوتري ئي دائميت ۽ افاديت هوندي ۽ اعليٰ سنجيده شاعري تہ فلسفي، سائنس، شعور، فڪر ۽ انهن جي نتيجن کي بہ والاري ويندي آهي، جهڙو هومر جي ايليڊ ۽ اوڊيسي، دانتي جي آفاقي مذاق (Divine Comedy) ملٽن جي گم ٿيل جنت، روميءَ جي مثنوي، خيام ۽ ٻنائيءَ جي شاعري وغيره. پلوڙ شاعري نہ صرف پوري معاشري جو عڪس رکندڙ آئينو هوندي آهي، پر گهربل قدرن لاءِ بہ همٿائيندي آهي، ڇو تہ فن ۽ ذوق جو احاطو ۽ واسطو زندگي ئي آهي، جيڪا مسلسل حرڪت ۽ تغير ۾ آهي. اهڙيءَ طرح فن جو موضوع زندگيءَ کان ڪٽيل يا غير ذميوار ٿي نہ ٿو سگهي. شاعر بہ معاشري جي هڪ فرد جي حيثيت ۾ ان معاشري ۽ ماحول جا اثر وٺندو آهي ڇو تہ شعور سماج کان ٻاهر جي شيءِ نہ آهي. شاعر جو بہ ڪو دين ايمان، ذات پات، اخلاق، ڪي نسلي يا سياسي جانبداريون، سوچ جا انداز، محبتون ۽ نفرتون ٿينديون آهن، جيڪي سندس مشاهدي، مطالعي ۽ تجربي جا اثاثا هوندا آهن، پر هو انهن سڀني جي تاڃي پيٽي مان هڪ نئون خيال/ فڪر تخليق ڪندو آهي، جنهن کي ئي ان جي شخصيت چيو وڃي ٿو، ان ڪري ئي چئجي ٿو تہ جيترو فنڪار جو تجربو وسيع ۽ گهرو هوندو ۽ جيتري سندس تجزيي جي سگهہ تيز هوندي اوترو ئي سندس تخيل جو معراج ۽ معيار بلند هوندو ۽ سندس

تخليقون ان جي مجموعي سوچ ۽ پرواز جو ڏيک ڏينديون ۽ حقيقت کي منڪشف ڪنديون.

ان وقت جي اقتصادي صورتحال جي حوالي سان پٽائيءَ جا هينيان بيت شاعر جي وابستگي ۽ هو ڪنهن جي نمائندگي ڪري ٿو، چٽي نموني ظاهر ڪن ٿا:

- جن مهانگو لهي ميڙيو، سي ٿا هٽ هٽن،
  پنجن منجهان پنڌرهن ٿيا، ايئن ٿا ورق ورن.
  ڏڪاريا ڏيهه مان، شال موذي سڀ مرن.

- نه سي وونڻ وٽن ۾ نه سي ڪاتاريون،
  پسو بازارون، هينئڙو مون لوڻ ٿئي.

- هڪ ارزان ان ٿيو، ٻيو مڪڻ منجهه ماٽي.

هن جا ٻيا به ڪيترائي بيت آهن. سماج جي عڪاسيءَ جي حوالي سان سنڌس شاعريءَ ۾ شايد ڪا ئي اهڙي ڳالهه هجي جا رهجي وئي هجي.

## عوامي ۽ غير عوامي شاعري

'سرمست 23' ۾ ڊاڪٽر نواز علي شوق جو مضمون 'سچل سرمست رحه جي عوامي شاعري' ملي ٿو. ڊاڪٽر صاحب وضاحت لاءِ جي به سٽون ئي لکي ها ته عوامي شاعري ڇا ٿيندي آهي يا هو 'عوامي شاعري' ڇا کي ٿو سمجهي ۽ اها ٻين قسمن جي شاعريءَ کان ڪيئن الڳ آهي ته سندس مهرباني ٿئي ها. مون جهڙي گهٽ پڙهيل ماڻهوءَ کي اها خبر نه ٿي پوي ته 'عوامي' ۽ ' غير عوامي' شاعري ڪيئن هوندي آهي؟ ان مضمون کي ورائي ورائي پڙهڻ کان پوءِ اهو خيال

ڪري ٿو سگهجي تہ شايد ڳوٺن ۾ پنهنجي پيل علائقن جي ذڪر
سان شاعري عوامي ٿي پئي ٿي تہ پوءِ ڇا جنهن شاعريءَ ۾
شهرن ۽ ترقي ورتل علائقن جو ذڪر هجي اُها عوامي شاعري
نہ ٿي ٿي سگهي؟ ڇا عوام صرف ڳوٺن ۾ رهندو آهي ۽
شهرن ۾ نہ! ڊاڪٽر صاحب ان مضمون ۾ جيڪي بيت ڏنا
آهن. سُر عمر مارئيءَ جا آهن. هڪ اڌ نوري ۽ سارنگ جو بہ
آهي. جتي مارئيءَ جو ذڪر آهي اتي ظاهر آهي تہ عمر بادشاهہ
جو بہ آهي، جتي نوريءَ جو هوندو تہ اتي ڄام حاڪم جو بہ
هوندو، ٻنهي طبقن ۽ انهن سان لاڳاپيل شين ۽ روايتن جو
ذڪر بہ هوندو، هاڻي ڪهڙي حساب تحت ان کي عوامي ۽
غير عوامي شاعريءَ ۾ ورهائجي؟

******

## سچل جي سنڌي شاعري

دنيا جي شاعريءَ ۾ اتان جا قصا ۽ واقعا ملن ٿا. سنڌ جي آڳاٽي شاعريءَ ۾ به مختصر طور ۽ ڏگهي شاعريءَ ۾ تاريخي ۽ قومي قصا ڏنا ويا آهن. عشقيه داستانن، سسئي پنهون، مومل راڻو، ليلا چنيسر، سورٺ ۽ حب الوطنيءَ جي حوالي سان عمر مارئي، دودو سومرو ۽ ٻين واقعن تي شاعري ملي ٿي. بلڪ تاريخ جي مخصوص دور ۾ شاعرن ۽ شاعريءَ جو هڪ سلسلو ۽ تسلسل ملي ٿو جنهن ۾ انهن ئي قصن کي بنياد بڻائي تمام شاعري ڪئي وئي آهي. نه صرف ايترو پر ان شاعريءَ کي راڳ جي ترتيب ۾ به آندو ويو آهي. جيئن سُر مارئي، سُر سورٺ وغيره تقريباً شاعرن پنهنجي فن فڪر ۽ تخيل آڌار ڪيل شاعريءَ ۾ پنهنجو پيغام ۽ درس ڏنو آهي. پڙهندڙن انهن قصن کي وري پنهنجي پنهنجي سوچ آڌار مذهبي، سماجي عشقيه ۽ انقلاب جي علامتن طور سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

سچل جو سنڌي ڪلام مختلف ماڻهن مرتب ڪيو آهي. انهن ۾ علي قلي بيگ، آغا غلام نبي، نماڻو فقير، علي گوهر قاضي ۽ عثمان علي انصاري جا نالا ملن ٿا. اهي مختلف ادارن طرفان ڇپبا رهن ٿا ۽ انهن تي مختلف حوالن سان ڪم به ٿيندو رهي ٿو. خاص طور تي عثمان علي انصاريءَ واري

رسالي تي. ڪجهه وقت اڳ هندستان ۾ بہ ڪجهہ واڌارن سان ۽ اتان مليل شاعريءَ سميت سچل جو ڪلام ڇپيو آهي. مون پنهنجي راءِ لاءِ هٿ ايندڙ مختلف رسالن مان عثمان علي انصاريءَ طرفان مرتب ٿيل رسالي کي ئي اوليت ڏني. مون سچل جي شاعريءَ جي مطالعي جي روشنيءَ ۾ ڪي نتيجا اخذ ڪيا آهن، جيڪي شروع ۾ ڏنل آهن. (اهي مطالعي جي نتيجي ۾ مضبوط ٿيندا رهيا آهن.) انهن ۾ هيٺيان نقطا بہ شامل آهن، جن کي اڳتي سچل جي ڏنل شاعري ثابت ۽ چٽو ڪري ٿي:

- زندگيءَ جي مختلف پهلوئن، جذبن ۽ رنگن کي ڇهيو ناهي ويو.
- سماج جي عڪاسي ناهي ڪئي وئي.
- ادب جيڪو ان زمان ۽ مڪان جو آئينو هوندو آهي ۽ ان دور جي سماجي، سياسي ۽ اقتصادي صورتحال وغيره جي نمائندگي ڪندو آهي. ان دور ۽ ايندڙ وقت جي ڄاڻ ڏيندو آهي. سچل جي شاعري ان کان بہ قاصر آهي.
- شاعري پنهنجي فن ۽ فڪر وسيلي ٻولي ۽ ان جي خوبصورتيءَ ۾ اضافو ڪندي آهي. ان جي بہ کوٽ آهي.
- تخيل جيڪو شاعريءَ کي معنيٰ ۽ افاديت ڏيندو آهي ۽ ان جو معيار پڻ مقرر ڪندو آهي اُهو يا تہ غائب آهي يا انتهائي سطحي آهي.
- نئون فڪر يا خيال تہ پري جي ڳالهہ آهي پر اڳ ۾ آيل فڪر کي نئون رنگ ڍنگ ڏيڻ کان بہ قاصر آهي.

- مالڪ ۽ ٻانهي هجڻ جهڙا ڪيئي تضاد ڪيئي دفعا دُهرايل آهن.

تضادن سان ڀريل شاعري

سچل جي شاعريءَ ۾ تضادن جا ڪجهه نمونا هيٺ ڏجن ٿا.

- الله لله چو ڪرين، آهين پاڻ الله
- ايجها ڪم ڪريجي، جنهن وچ الله آپ ٻڌيجي،
- آهيان پاڻ 'الله' تو عشق ڪنا 'عبد' سڏايان،
- ڄاڻ نہ تفاوت، عبد ۽ الله جو
- ٻانهو ڀانءِ پاڻ، نون آهين مالڪ ملڪ جو
- ٻيو ڪجهہ ڄاڻڻ محض گناهہ
  هر ڪنهن صورت آپ الله
- ساجن سير ڪرڻ لئہ آيو، نانءُ رکي انسان الا!
- صورت سڀ سلطان، پاڻ ڏسڻ آيو پنهنجو تماشو!
- جي مڃن ٿا آدمي، سي نہ مڃان مان
- سچو آهيان آن، جو ٻانهو ٻئي جو نہ ٿيان!
- نوري ناري ناهيان، آهيان رب جبار
- هت آدم مون الله ٿيو، ٻيا سڀ شڪ پجن
  اصل الله مون آدمي، ثابت صورتن
- عبد ڄاتو ٿي جنين، تن بازي هت هارائي،
- اڇي اتاهون لعل ٿيو سارو اهو هو خود خداءِ
  ۽ وري ان جي ابتڙ:
- هيءَ نماڻي عيبن هاڻي،
  بره سندن آهي باري ٻاڙي،
- سچو آهي سگ در تنهنجي جو،

ميان نال نباهي سو نيون،

- در اوهان جو دلبر سائين "سچو" ٿو سگ سڏائي،
- ٻڌي ٻانهون ٻيئي.
- در پنهنجي جو دلبر سائين 'سچو' سوسگ سنڀار،
- اسين آهيون آدمي، بيحد مون بشرن،
- هٿين ڀي پوان پيرين ڀي پوان، پايان ڳچيءَ ڳاري
- گولن جي آءُ گولي، خان ٻاروچا تنهنجي!
- آءُ نہ ڪنديس ڪڏهن، ٻانهپ ريءَ ٻولي
- ٻانهن جي آءُ ٻانهي آهيان، ٻاروچي جي ذات جي!
- اصل لاڪون آهي اوهان جي، هيءَ غريب ساگولي
- جيهو تيهو آهي اصل ڪون 'سچو' سوگولو غلام،
- آءُ اصل ڪون جو آهيان، گولوغلام تنهنجو!
- اهو فرض اسان تي آهي، سجدو سلام تنهنجو،
- تون آهين صاحب صورت جو، هي آهہ غلام تنهنجو

يا:

- نفل نمازان ورد وظيفا، اهو ڪوڙ ڪسب

۽ وري:

- پنج وقت نماز پڙهہ. تون سرنوائي چئو ڪلام.

يا

- پنهون پنهون تي ڪريان، آءُ پڻ پنهون پاڻ:

۽ وري:

- ٻيا ڀي هوت هزار، منهنجو پيچ پنهونءَ سان.

يعني پنهون علامتي ئي ٻيهي (خدا- هوت) اتي ئي اهو پاڻ بہ آهي تہ وري اُهي پنهون، هوتَ هزار (هڪ نہ آهي) آهن.

اهڙيءَ طرح پاڻ ڪي رب جبار چوندڙ، رسمن ۽ رواجن ڪي ٽوڙڻ جي ڳالهه ڪري ٿو! نه ڊڄڻ جي ڳالهه ڪري ٿو ۽ حڪم هلائڻ جي به ڳالهه ڪري ٿو، جيئن:

- پنيءَ ڄڄ ۾ ڄل، منجهه تماشي نه پوين.
  گهوٽ ڪري تون پاڻ ڪي ڪر هنگامو هل،
  ٽوڙ رواج ۽ رسمون ساريون، مرد ٿيئن مردانو

۽ وري بي وسي ايتري جو:

- آهي وس "سچو" سڀ يار جو، ناه ڪو اسان اختيار ميان.
  آهي ويچاري ڪا وس، ميان، توکي معلوم مڙيو ئي!

سُرسسئي

سچل جي شاعريءَ ۾ گهڻي شاعري سُرسسئيءَ ۾ آهي. هن ۾ 260 بيت، 209 ڪافيون ۽ 446 سٽن جو جهولڻو (50 بيت) آهي. هن سُر جي فڪر/ پيغام جي حوالي سان مان پنهنجو ويچار فڪر واري حصي ۾ ڏئي آيو آهيان. جيستائين هن سُر جي ٻولي "شاعري" جماليات ۽ تخيل جي اڏام جي ڳالهه آهي ته جي ان تي سنجيدگيءَ سان غور ڪجي ته ايڏي ڏکهي شاعري مڙئي خوبين کان خالي ٿي لڳي. اهڙا بيت ۽ سِٽون به ملن ٿيون جيڪي ڪو نئون سيڪڙات به چوڻ نه چاهيندو مثلاً:

- جنهن کي سمجهه تنهن کي تعدي
  (لطيف جي خيال! الاڏاهي م ٿيان ڏاهيون ڏک ڏسن کي ورجائڻ جي بي تڪي ڪوشش)
- سوئي بندوسو مولائي، سوئي هيٺ سو بالائي.
- لکيو منجهه لڙهي، متان ٻڌنڌڙ ٻڏي مري.- وغيره وغيره

ٻئي پاسي لطيف ٻين لوڪ قصن وانگر هن داستان کي ٻه پنهنجي شاعريءَ ذريعي امر ڪري ڇڏيو. سهڻن لفظن ۽ تخيل جي اعليٰ اڏام ۽ مقصد جي فڪر کي استعمال ڪندي نه صرف جدوجهد جو درس ڏنو پر هن جي اعليٰ شاعري پنهنجي سحر ڪان نڪرڻ ئي نه ٿي ڏي، پڙهندڙ پاڻ ئي نه صرف سسئي پر پنهون به ٿي وڃي ٿو جيئن:

- ساجن ڪارڻ سچ، مرقبولي سسئي،
  اندر جنين اُج، پاڻي اجيو ان کي.
- پيهي جان پاڻ ۾، ڪيم روح رحاڻ،
  نه ڪي ڏونگر ڏيهه ۾ نه ڪا ڪيچين ڪاڻ،
  پنهو ٿيس پاڻ، سسئي تان سور هئا.
- ڪنهن جنهن نينهن نڏاهه، جي مون واجهائيندي نه ورو،
  جيڪي مئي ڪنداهه، سو جانب! ڪريو جئري.

**سُر نوري**

سچل جي هن سر ۾ صرف بيت آهن. (ڪافيون وغيره نه آهن) هن سر ۾ نوري ۽ ان جي مائٽن کي سچل جيترو بيچڙو ڪيو آهي ۽ انهن جو مورال (MORAL) تباهه ڪيو آهي، ايترو سنڌ ۾ ڪنهن به شاعر نه ڪيو آهي. دنيا ۾ به ڪنهن شاعر ڪنهن نسل، قبيلي يا گروهه (خاص طور پورهيت) جي ايئن تذليل نه ڪئي آهي. اسان جا لکندڙ پوءِ به چون ٿا. "سچل سرمست رح جي تخيل جو انساني سماجي حالتن ۽ تاريخ ۾ هڪ وڏو ڪارج رهيو آهي. پاڻ انساني سماج جو هڪ خاص انداز فڪر سان مشاهدو ڪيو اٿس. سماجي زندگيءَ جي

مختلف تهن کي کولڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس ۽ انساني ذهني خواه روحاني گهرجن جو پورائو ڪيو اٿس. جيئن هن بيت ۾ فرمائي ٿو:

پيهي جان پروڙيم، تان پنهون پاڻ آهيان،
پاڻ منجهان پاڻ کي، هي پڙلاءُ پيوم.
صحي ڪن ڪيوم، تہ غير گمان لهي ويو.“

سرمست 29-2008 - ’سچل سرمست جي ڪلام ۾ سماجي فڪر‘ - نجم نور ٿلپوٽو

تخيل ان جو ڪارج ۽ ڪم جي حوالي سان مان متي ويچار ڏئي آيو آهيان. ان جو وڌيڪ اپياس ڪجي تہ تخيل جي هڪ رنگا رنگ دنيا ملي ٿي. سي ڏي لوئيس چوي ٿو، ”شاعريءَ جي صداقت جو سرچشمو ان وحدت جو ادراڪ آهي جيڪا تمام مظهرن جي پويان موجود آهي ۽ شاعريءَ جو ڪم هي آهي تہ پنهنجي فني قوت جي ذريعي مظهرن جا نوان نوان رشتا ڳولهي ۽ پراڻن رشتن جي تجديد ڪري.“

جيئن مون ذڪر ڪيو تہ تخيل ئي عرفان حقيقت ۽ اظهار حقيقت جو وسيلو آهي، ان ڪري شاعر جي ماڻهوءَ، فطرت ۽ ڪائنات سان وابستگي ۽ همدرديءَ جي وسعت ئي سندس رتبو طئہ ڪندي آهي. همدردي تخيل سان ويڙهيل سيڙهيل هوندي آهي. فنڪار پنهنجي خيال، تجربي ۽ ٻين جي تجربن مان اتساھ وٺندو آهي ۽ سندس خوشي ۽ جمالياتي لذت سندس ان وابستگيءَ ۽ همدرديءَ کي نہ صرف برقرار رکيو ايندي آهي پر تخيل جي سهاري شاعر ٻين جي نقطہ نگاھ سان ڏسي بہ سگهندو آهي ۽ نمائندگي بہ ڪري سگهندو آهي جو تہ

جذبا اصل صورت ۾ نہ پر شاعر جي تخيل ۾ نواڻ وٺي شاعريءَ جي شڪل وٺندا آهن، نہ تہ هڪ اخباري رپورٽ يا ڪهاڻي ۽ شاعريءَ ۾ ڪو فرق نہ هجي. اها شاعر جي اندر جي آنڌ مانڌ ۽ ان جي گهرائي هوندي آهي، جيڪا سندس همدردي، سوچ ۽ فڪر کي اعليٰ فني شڪل ڏئي ٿي جنهن ۾ تنظيم، ترتيب، خوش اسلوبي وغيره اچي وڃن ٿيون، جيڪي بغير شعور جي ممڪن نہ آهن. اعليٰ شاعري زندگيءَ جي ڪشمڪش، تضادن ۽ هنگامن جي انڪاري نہ هوندي آهي، بلڪ انهن جي مختلف پهلوئن کي چٽو ڪندي آهي ۽ نون رشتن جو پيغام ۽ خواب جيڪو هر وڏي شاعر وٽ هوندو آهي دنيا جي ڀلي لاءِ اُٿيندو آهي جنهن جي بنياد تي ئي سندس شعور ۽ وابستگيءَ جو قدر ۽ قيمت طئہ ٿيندي آهي.

سچل جا بيت/ سٽون (سُر نوري)

- تو سماسيباڻي، نہ تہ هيس بيهودي بڇڙي،
- جي ڪائن پٻڻ پپيون، سي چُوريءَ تي چريون ٿيون.

- بيحد پڳوڙيون، هين ڏول نہ ڪنهن ڏونديون.
- منهن مٽيءَ ميريون هيون، بيهوديون بڇڙيون.
- تماچيءَ تيريون، ڪينجهر جون ڪنيون ڪٽي.
- لک هزارين حاڪمين، ٿي ڪاڏا تن ڪلا
- تنهنجو مون ڏنهن راڄ، مون ڪيهي ڪاڻ ڪڙم جي
- لانگوٽيون لاشون، هيون وه وهل جي وچ ۾

- هئا خام خسيس، ڪينجهر سنڌيءَ ڪنڌئين.
- جن واتين وه ويل، بانس آئي تي بڇڙي.
- هئا لانگوٽيا لول، ڪوجها ڪنهين نہ ڪم جا
- ليڙ نہ جن لڱن تي، باهين ڪنين ٻٽيون.
- بيهودا بي آب هئا، اڳي ڪينجهر ڪنڌئين
- جن مون بڇڙي باس، آئي تي عام کي.
- جن پيرين لترڪونہ هو، سي ڪن جڙائو جوڙا.
- هئي ويني بازار وچ ۾، هئا هٿ گليءَ هاٿس،
- درن ڪاڻ ڏبن ۾، تي ين وڏا باٽس
- هئي مهاڻي ماٽس، پر هن سان ڪرم ڪريم ڪيو

هي آهي عظيم، فلسفي، دنيا جي ڏاهي شاعر جو شعور، تخيل، خواب، حب الوطني ۽ دنيا کي پيغام. سچل تہ انهن جيڪي پورهيو ڪري پيٽ گذر ڪندا هيا کي عام پنندڙ ماڻهن کان بہ نيچ ڪري ڏيکاريو آهي. سندس ان سر کي پڙهڻ سان لڳي ٿو تہ پوري جو پورو قبيلو مهاڻا نہ پر لوڀي، نوڳي، بيهودا، بڇڙا، لاشون، ٿوري فائدي پنيان ڪڙم جا دشمن هئا. سندن لڱن مان بڇڙي بانس ٿي آئي. لٽا تہ ڇاپيرن ۾ لتر بہ ڪونہ هين. سندس شاعريءَ مان لڳي ٿو تہ انهن مهاڻن جو زندگيءَ تي ڪو بہ حق نہ هو ۽ سچل انهن تي ڪريم جي ڪرم تي بہ خوش ناهي. هن جي شاعري جيڪا تصوير ۽

تصور چڙي ٿي اُهو اهو آهي تہ سچل کي انهن پورهيتن کان سخت نفرت هئي جو هنن جي پاءُ ۽ ماءُ کي بہ نہ بخشيو اٿائين.

ممڪن آهي تہ ڪي دوست چون تہ هيءَ شاعري باطني طور روحاني رمزن ۾ چيل آهي، يعني ڄام، خدا آهي ۽ بندوعيبن سان پريل آهي، پر انهن بندن مان جيڪا 'نوري' آهي. تمثيلي طور ڪا وڏي هستي ئي ٿي سگهي ٿي جنهن جي صدقي ڄام (خدا) عيبدار ۽ بڇڙن بانهن تي راضي ٿي مهربانيون ڪري ٿو تہ پوءِ ان نوري سندس پاء ۽ ماء جي باري ۾ اهڙا لفظ ۽ گفتا. . . ! غير تمثيليءَ طور داستان مطابق بہ نوريءَ جون بہ تہ ڪي خاصيتون هونديون ڪي گڻ هوندا جيئن، نياز، نوڙت، تڪبر کان پري، سچائي، بناوت کان بيزاري، آخرڪا تہ ڳالهہ ڄام کي وڻي هئي. عظيم شاعر تہ تخيل جي سگهہ تي جماليات جي هڪ دنيا آباد ڪندو آهي. سندن سنن گڻن کي عوام جو خواب ڪري پيش ڪندو آهي. دوست وري ان کي حاڪمن جي وڏائيءَ تان هيٺ لهي اچڻ ۽ سچل جو غير طبقاتي سماج اڏڻ جو پيغام چون ٿا. ڇا چئجي!

شاعر Optimist (هرشيءَ ۾ اميد جو پهلو ڏسڻ ۽ نمايان ڪرڻ) سرجڻهار هوندو آهي. پورهيت جو نمائندو هوندو آهي هنن جي ڏکن ڏاڪڙن جي حياتيءَ لاءِ پنهنجي شاعريءَ ۾ اميد جون دنيائون آباد ڪندو آهي،سندن پورهيي جي عظمت کي اجاگر ڪندو آهي.

ساڳيو سُر ٻين شاعرن کان علاوه پِنائيءَ جو بہ آهي، هن جي پوري شاعري پورهيت جي عظمت، وطن دوستي ۽ ايڪي جو سڏ آهي. هو سونهن ڳولهي تخيل جي اصل ڪارج کي ان

۾ نروار ڪندو نظر ايندو، سر ڪاموڏ - ’نوريءَ‘ ۾ ٻه ٽيئي هنن کي نيچ نه پر سياويڪ ڏيکاريو آهي. هنن جو مورال (MORAL) لتاڙيو نه پر بلند ڪيو آهي جيئن:

**سُر ڪاموڏ: (نوري) لطيف**

- هيٺ جر مٿي مجر، پاسي ۾ وڙاه،
  اچي وجي وچ ۾، تماچيءَ جي ساءِ
  لڳي اترواءِ، ڪينجهر هندورو ٿئي.
- هيٺ جر، مٿي مجر، پاسي پرين سندام،
- هيٺ جر، مٿي مجر ڪنڌيءَ ڪونر ترن،
  ورئي واهوندن، ڪينجهر ڪٿوري ٿئي.
- هٿين پيرين، آرڪٽين، <u>منهن نه مهاڻي،</u>
  جئن سگو وچ سرنڌڙي، تئن <u>راڻين ۾ راڻي،</u>
- اصل هئي انڻ کي، اها ڄاماڻي،
  سمي سڃاڻي، ٻيڙو ٻڌس ٻانهن ۾
- <u>تهڙو ڪنجهر ۾ ڪين ٻيو، جهڙي سونهن سندياس،</u>
- ڪو جو ڪامڻ مٺي آهي اکڙين ۾
  جهڙي سج ڪڪورا، اهڙي مٺي اکين ۾.

جي ماڻهو انهن بيتن جي پس منظر ۾ هليووجي ته نه صرف ڪٿوريءَ جي خوشبو محسوس ڪندو پر پاڻ کي ڪينجهر جي هندوري ۾ لڏندي کو وقت دنيا جهان جي جهنجهٽن کان ٻه پري پائيندو.

هي اهڙو سُر آهي، جنهن جي پس منظر ۾ صرف نوري يا ڄام تماچي نہ آهي پر فطرت جا حسين نظارا آهن، انهن سيني ڪردارن ڪي نہ صرف خوبصورت انداز ۾ پيش ڪري سگهجي ٿو، پر عام ماڻهن ۽ پورهيتن جي زندگي ۽ عظمت کي اجاگر ڪري سگهجي ٿو. ڇو تہ انسان ۾ پيدائشي طور ماحول سان انسيت ۽ فطرت سان جذباتي وابستگي ٿئي ٿي جيڪا، زماني جي جهنجهٽن ۾ آهستي آهستي گهٽجي آخرڪار نہ هئڻ جي برابر وڃي رهندي آهي، پر فنڪار خاص طور شاعر ان پوري جذباتي وابستگيءَ کي نہ صرف قائم رکيو ايندو آهي، پر ان کي وڌائيندو ۽ مظبوط بہ ڪندو ايندو آهي ۽ پنهنجي تخليق کي ان سان سينگاريندو رهندو آهي. اهو ڀٽائيءَ جي شاعريءَ ۾ آسانيءَ سان محسوس ڪري ۽ پرکي سگهجي ٿو.

حُب الوطني جا ٿيندي آهي تہ صرف وسيلن سان پيار ڪجي. اصل تہ اهو عوام آهي جيڪو نہ صرف انهن وسيلن ۾ جان وجهي ٿو پر انهن جي حفاظت بہ ڪري ٿو ۽ انهن کي وڌائي وطن جو شان ۽ مان وڌائي ۽ برقرار رکي ٿو، ان ڪرت ۾ ئي هو پنهنجو رنگ روپ وڃائي ٿو ۽ درد سهي ٿو. محنت ڪش ئي وطن جو اصل سرمايو آهن انهن جو مان شان ۽ عزت نفس جيڪڏهن ڪو پائمال ڪري ٿو خاص طور تي ڪوئي فنڪار تہ پوءِ ان کي قطعي طور تي حب الوطن، عوام جو نمائندو ۽ ڏاهو يا سٺي سوچ جو مالڪ نہ ٿو چئي سگهجي.

## سُر مارئي

مارئي سنڌ جو انوکو ڪردار آهي. بي وس مارئي بادشاه جي ڪوٽ ۾ بک ڏک ۾ گذاري بادشاهي طعام، ويس وڳا ۽ بيون سڀ آچون ٺڪرائي ٿي ۽ هر وقت مارن ڏي موٽي وڃڻ ۽ قبول پوڻ جي فڪر ۾ گذاري ٿي. جنهن ڪردار کان متاثر ٿي وقت جو حاڪم ڪيس عزت ۽ احترام سان واپس مارن ۾ پهچائي ٿو. پوري دنيا ۾ 'مارئيءَ' جهڙو ڪردار ورلي ملندو. سنڌ جي فنڪارن خاص طور شاعرن مارئيءَ کي حب الوطني، لوئيءَ جي لڄ ۽ آدرشن جي حفاظت لاءِ هر تڪليف برداشت ڪرڻ جي علامت طور آڻي پنهنجي شاعريءَ کي نہ صرف سونهن بخشي آهي، پر ان جو ڪارج بہ پيدا ڪيو آهي. ڀٽائيءَ جو سر مارئي تہ ڪمال جو آهي پڙهڻ سان ماڻهو مارئيءَ بجاءِ پاڻ کي قيد ۾ محسوس ڪري ٿو ۽ هيٺي ڪان هيٺو بہ پاڻ ۾ حب الوطنيءَ جي طاقت ۽ مارن سان ملڻ (آزاديءَ) جي بي قراري پائي ٿو. جيستائين سچل جي سُر مارئيءَ جي ڳالهہ آهي تہ ان ۾ نہ ڪانواڻ آهي نہ ڪو فڪري، فني، جمالياتي يا تخيل جو قابل ذڪر پهلو آهي. پوري سُر ۾ ڏئي ونی هينيان ٿي بيت ملن ٿا جن کي شاعريءَ جي ڪاتي ۾ آڻي سگهجي ٿو:

- وس نہ وساريام، سرها وڻ ساٿيهہ جا؛ <br> اُهي هيڪند ڏينهڙا، ٿي گڏجي گذاريام؛

- مان اباڻان ساريان، هُت اباڻا سارين <br> واڻان نهارين، منهنجي اچڻ سنديون

• آڻ الله اوري ماروئڙا، ملير جا؛
مون کي آندو اوچتو، هت ظلم جي زوري؛
آءُ تنهن گهڙيءَ تون گهوري، جنهن هيڪاندي هڪ ٿيان.

## سُر مومل راڻو

پوري سُر ۾ پنج بيت ئي قابل ذڪر آهن، جن ۾ ڪا سوچ سونهن ۽ شاعري آهي.

داستان پهرين جو 19 بيت،

• ڪاتي ريءَ کهي ڇڏيو، راڻا تنهنجي رنج،
سکون ۽ سهنج سوڍا ساڻ ڪٺي وئين.

داستان ٻي جا پهريا ٽي بيت

• ڪاڪ پچندا ڪاپڙي،ويا آڏوبنڌ؛
وڃي رسيا اُن هنڌ جت 'مون تون' آهي ڪانڪا.

• ڪاڪ پچندا ڪاپڙي، وڏيءَ ويل ويا؛
لڌاڻون لنگهي ڪري، ڪنهن پرين پنڌ پيا؛
اُتي تاڪ ٿيا، جتي، 'مون تون' هڏنهن ناه ڪا.

• لنگهيا لڌاڻو، آئون ڪاڪ ڇڏيائون پوءِ تي؛
تاتي وڃي رسيا، جاتي مومل نه راڻو؛
ء
• نڪا مسجد تڪيو،اُت نه ڪو ٽڪاڻو؛
تاتي تين تاڻو، جتي 'مون تون' ناه ڪا.

انهن ٽنهي بيتن ۾ "مون تون" کان انڪارئي ڪا معنيٰ ڏئي ٿو. پر انهن ۾ مومل راڻي جو تاجي پيٽو نه آهي، نه

مومل آهي نہ راڻو آهي، ڪا پڙي آهن جن جو ان داستان سان واسطو نہ آهي. بئي جيڪا ڳالهہ آهي تہ سنڌ ۾ 'راڻو' آلاپ آهي، اڏرات جو درد آهي. سنڌ جي تقريباً سيني ڳائڻن مختلف شاعرن خاص طور ڀٽائيءَ جو 'راڻو' ڳايو آهي. چيو وڃي ٿو تہ سچل موسيقيءَ جو بہ ماهر هو تہ راڳ جو بہ عاشق پر هن سُر ۾ ڪو بہ اهڙو نشان نہ ٿو ملي.

**سُر هير رانجهو**

هن سُر جا قابل ذڪر بيت ۾ سٽون هيٺ ڏجن ٿيون،

- رانجهو هُيس راڻ، مالڪ پنهنجي ملڪ جو.
  اديون عشق انڌو ڪيو، پيڙم ڪين سماءَ:

سچل جي نظر ۾ اها عشق جي خوبي آهي يا خرابي؟

- ڪيونينهن نراسُ، دنيا جي درد ڪان

ان مان تہ لڳي ٿو تہ ڪيس دنيا جي درد جي آس/ اميد هيس چو تہ نراس معنيٰ نا اميد/ مايوسي نہ ڪي نجات.

- هر هر وينو هير جي رانجهو ڏسي راهہ! (واه ڙي رانجهو واه.)

اها ڪنهن بہ حوالي سان سني ڳالهہ نہ آهي، نہ فڪري نہ تخيل نہ سماجي ۽ نہ ئي وري فنڪار جي پيغام جي حوالي سان. مردشاهي ماحول ۾ هيرومرد رڳو وينو نهاري تہ بنا پنڌ/ جدوجهد جي ڪڏهن تي منزل ويجهو اچي. سُر سسئي ۽ بيا سُر بہ اهڙي شاعريءَ (پيغام) سان پريا پيا آهن.

******

## لطيف جو ورجاءُ

مان پنهنجن اخذ ڪيل نتيجن ۾ هڪ اهو بہ ڏنو آهي تہ:

- پڻائيءَ ۾ ٻين شاعرن جي ورجاءُ جي ناڪام ڪوشش ڪئي وئي آهي، جنهن ۾ بہ ڪا نئين معنىٰ يا سونهن پيدا نہ ڪئي وئي آهي، بلڪ ڪٿي ڪٿي سونهن بگاڙي وئي آهي.

منهنجي نظر ۾ شاهہ لطيف تي ڊاڪٽر سورلي "پٽ جو شاهہ" جهڙو ٻيو ڪو ڪم اجا تائين ٿي نہ سگهيو آهي ۽ سندس هيٺيون اقتباس اجا تائين درست آهي، "شڪ آهي تہ شاهہ لطيف جي ڪلام جهڙو ڪو ڪلام وري چيو ويندو، پر اسين سمجهون ٿا تہ جيڪڏهن ڪنهن سندس تقليد ڪئي تہ اها ڪيتري بہ هنرمنديءَ سان ڪئي وڃي، رڳو نقل ئي هوندي، جنهن ۾ ڪا بہ زندگي ڪا نہ هوندي."

هو اڳتي چئي ٿو: "شاهہ عبداللطيف فطري طور مشاهدي، اظهار ۽ فڪري سچائي جي وڏين خوبين جو مالڪ هو، جن هن کي اها صلاحيت ڏني جو، هن پنهنجي اعلىٰ تصور ۽ پنهنجي ماڻهن جي خيال کي پنهنجي شاعريءَ ۾ سمويو ۽ سينگاريو، جن جي وچ ۾ هو رهيو ٿي. سندس ان شاعريءَ لاءِ بنا وڌاءَ جي اها دعوىٰ ڪري سگهجي ٿي تہ اها امر آهي."

منهنجي مطالعي مطابق، سچل هينيان خيال/ فڪر/ فڪرا/ لفظ شاهہ جي شاعريءَ مان ورتا آهن:

- پنهون پاڻ ٿيڻ
- وحدت ڪثرت
- مارڳ تي مرڻ
- لوئيءَ جي لڄ
- پاڻ ۾ ديرو دوست جو
- قسمت قيد الماء
- پڙاڏو سوئي سڏ
- صوفي لاڪوفي
- مرڻ کان اڳ مرڻ. (مونوقبل الموتو)
- ڏونگر کي ڏولي سمجهڻ
- جوڳي، ڪاپڙي، ڪاڪ وڻجارو، مارن ريت، ڪانگ، ڪانگل وغيره وغيره. ان کان علاوه بہ ڪئي آهن.

سچل تي لکندڙ شڪ جي صورت ۾ لکن ٿا تہ لڳي ٿو تہ سچل لطيف کي پڙهيو هوندو ۽ اهي ڳالهيون مون کي وري وري پڪ ڏيارن ٿيون تہ سچل تي لکندڙن بہ سچل کي پورو ناهي پڙهيو، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي 'سرمست 9' ۾ پنهنجي مضمون 'شاهہ ۽ سچل' ۾ لکي ٿو: "معلوم ٿيندو تہ سچل سائين، شاهہ صاحب جو ڪلام پڙهيو آهي ۽ ان کان متاثر ٿيو آهي. هن شاهہ صاحب وارا لفظ ۽ سٽون بہ ڪم آندا ويا آهن. البت انداز بيان پنهنجو اختيار ڪيو اٿس:

- اڄي عمرڪوٽ ۾ ڪندس ڪا نہ ڪُريت. شاهہ
- اڄي عمرڪوٽ ۾ ڪندس ڪا نہ ڪني." سچل

هي آهي الڳ انداز بيان صرف لفظ تبديل ڪرڻ ۽ اهو به غير مناسب ۽ مڪمل مفهوم کي تباهه ڪندڙ.

ڊاڪٽر فهميده حسين، 'آشڪار 4 جولاءِ 1994ع' ۾ پنهنجي مضمون، 'شاهه ۽ سچل جي ڪلام ۾ عشق جو تصور' ۾ لکي ٿي، "سچل فارسيءَ جي استاد شاعرن کان سواءِ خود لطيف کان به متاثر ٿيو هوندو." (پڪ نه اٿس)

جڏهن ته سچل ٻين ڪيترن شاعرن کان علاوه خاص طور تي ڀٽائيءَ جا خيال، لفظ، سٽون ۽ سوچون ورائي ورائي استعمال ڪرڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي آهي. سچل تي مڙني لکندڙن هڪ ته سچل کي ڀٽائي جي ٽيڪ ڏيندا رهيا آهن ٻيو ته سچل تي لکندي ڀٽائيءَ جا بيت ڏنا اٿائون. اهڙا ڪيئي مثال آهن. مان اڳ به ذڪر ڪري آيو آهيان، ڪتاب "آري اڄين شال، حميد سنڌي (ڪيس هن مضمون تي 1992ع ۾ سچل يادگار ڪاميٽيءَ طرفان بهترين مقالي جو ايوارڊ ڏنو هو) جي پهرين مضمون "الستي آواز" جا پهريان ٽي بيت لطيف جا آهن. وري سائين لکي ٿو، جيئن ئي سچل جي ملڪ آيس سچل ائين جڪڙي ويو اٿم جو سڀ ٿانءُ پڃي پورا ڪيا اٿم ۽ سچ حق لاءِ جنگ جاري رکي اٿم، هاڻي مون لاءِ به ڳالهيون ڪرڻ ناممڪن ٿي پيون آهن.

> اندر ڪارو ڪانءُ ٻاهر ٻولي هنج جي،
> اهڙو ٿلهو ٿانءُ، پڃي چو نه پورا ڪرين.
>
> (شاهه)

جڪڙيو سچل اٿس، ڇا ۽ ڇو جي وضاحت لاءِ ڪيس سچل جو نه پر ڀٽائيءَ جو بيت ڏيڻو ٿو پوي. ساڳئي ڪتاب جي مضمون 'مون ليان توسان' ۾ سائين لکي ٿو: "ڀٽائيءَ جي

انقلابي دور ڪانپوءِ اسان کي اهڙو دور مليو ٿو، جيڪو هڪ مستي ۽ رنديءَ جو پيغام ڏئي ٿو. اهو دور سچل جي سچ ۽ حق جو دور آهي. سنڌ جون سياسي، معاشي ۽ ثقافتي حالتون ڀٽائيءَ گهوٽ کان چٽيرائين ٿيون:

سڙهه تي سبيائون، بندرجن ٽڙن تي،
سڙه سڀي ساڃا ڪري، ڪوها ڪنيائون،
بيرقون بحرن ۾، ڇوڙي ڇڏيائون،
لهريون لنگهيائون، لعلف ساڻ لطيف چئي.
شاهه

سچل هيءَ ڳالهه ڪجهه، ٻي طرح ڪري ٿو:

- غوطو مارج اوچتو، منجهه قلزم ڪارونيار
زمين زمن آسمان، اندر آب و سار
دانهه دم گذار، طالب تي تاريڪ ۾".
(سرمست)

ڳالهه ڪري ٿو، سچل جي دور ۾ حالتن جي اپٽار لاءِ بيت ڏئي ٿو لطيف جو ۽ وري چئي ٿو ته هي ڳالهه سچل ٻئي طرح ڪري ٿو هاڻي پڙهندڙ غور ڪن ته ڇا اها ساڳئي ڳالهه آهي جيڪا ڀٽائيءَ جي بيت ۾ آهي ڇا ان (سچل جي ڏنل بيت) ۾ به ڪي سياسي، معاشي ۽ ثقافتي حالتون آهن؟

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي پنهنجي مضمون سچل جو سنيهو ڪتاب 'سنڌ جو سرمست' ۾ لکي ٿو: "پڙاڏو سو سڏ" سچل سائينءَ جي سموري ڪلام جو مول مقصد آهي." سچل جي ڳالهه سمجهائڻ لاءِ سچل جو نه پر ڀٽائيءَ جو بيت يا فڪر ڏين ٿا.

’سرمست 18-1998ع‘ ۾ نصرت ابڙو پنهنجي مضمون، ’درد منديءَ جو ديس‘ ۾ سچل تي لکندي چوي ٿو: ”وگر ڪيون ايندا ۽ ويندا پرت پاڻ ۾ ڪڏهن نہ ٽوڙيندا“ (وڳر ڪيون وتن پرت نہ ڇنن پاڻ ۾ - لطيف) هو اڳتي لکي ٿو: ”سارنگ جي آمد سچل کي سستي ڇڏڻ جو پيغام تي ڏي تہ اٿي ان جو آدرياءُ ڪر، تہ جيئن وڏقڙو وسي ۽ جل جام ٿئي. ڏکار ڏيهہ مان ختم ٿي ۽ موڏي مري وڃن.“ تعريف سچل جي، پر خيال پٽائيءَ جا انهن نقطن تي بہ جي غور ڪجي تہ ڳالهہ پڌري ٿي پئي ٿي.

(ڏڪاريا ڏيهہ مان،
شل موذي سپ مرن.)
(شاه)

ساڳيو حال مڙني لکندڙن جو ملي ٿو.

لطيف يا ٻئي ڪنهن کي ورجائڻ يا اڳ جي خيالن کي پنهنجي تخليق ۾ آڻڻ ڪا اعتراض جوڳي ڳالهہ نہ آهي. جيئن شروع ۾ بہ مان لکي آيو آهيان تہ ڏاهپ، فڪر ۽ فن اجتماعي محنت ۽ سوچ جو ثمر ۽ ملڪيت آهن، پر هر فنڪار پنهنجي پنهنجي فن پاري ۾ نئون اتساهہ پيدا ڪري ٿو، نوان جذبا بيدار ڪري ٿو، ٻوليءَ جي تجديد بہ ڪري ٿو تہ ذاتي تجربي ۽ مشاهدي ۾ آيل ڏاهپ جي بنياد تي معنائن جي نئين دنيا آباد ڪري ٿو. شاعريءَ جي صورت ۾، شاعر سهٽي، ٻولي ۽ ردم شاعراڻي تخيل ۾ آڻي پنهنجو پيغام پهچائڻ ۾ ڪامياب ٿئي ٿو. چو تہ فن ۽ فڪر جي دنيا اندر هڪ ٻي کان متاثر ٿيڻ ۽ اڳتي وڌڻ تاريخ جو حصو رهيو آهي. ترقي، شعور ۽ تخليق نہ صرف گڏيل ورثو آهي، پر تاريخ جو تسلسل بہ آهي. تخليق

خاص طور شاعريءَ جي دنيا ۾ خيال، اظهار، ڪيفيتون، لفظ، محاورا، بحروزن، تشبيهون، وغيره ورتيون ۽ ورجايون وينديون آهن، پر فنڪار پنهنجو انفرادي اسلوب، رنگ ۽ الڳ حيثيت قائم ڪري ئي دائم رهي سگهيو آهي، جو تہ سندس الڳ سڃاڻ سندس شعوري، فڪري، فني ۽ شاعراڻي تخيل جي سگهہ تي ٿئي ٿي.

تاريخ ۾ ڪيترائي دفعا ائين ٿيو آهي تہ پهرين تخليق جو مٿ پويون تخليقون نہ ٿيون آهن ۽ ڪڏهن وچ واري يا پوئين تخليق پهرين وارين کي ميساري ۽ وسارائي ڇڏيو آهي. پنجاب جو لوڪ داستان، "هير رانجهو" (مليل معلومات مطابق) پنجابي زبان ۾، سڀ کان پهريون 'دامودر' (1605-1556) منظوم ڪيو. 1692ع ۾ حافظ شاهجهان 17 ۽ 18 صدي ڌاري احمد گوجر منظوم ڪيو. 1766ع ۾ وارث شاهہ ان کان پوءِ 1825 ۾ احمد يار، 1845ع ۾ محمد شاهہ، جوڳ سنگهہ. وارث شاه کان پهريون ۽ پوءِ ڪيترن ٻين بہ هي قصو شاعريءَ ۾ ڏنو، پر اسان کي خبر آهي تہ وارث ۽ هير هڪ سڪي جا ٻہ پاسا آهن، گل ۽ ان جي خوشبو مثل آهن هير جي نالي کڻڻ سان وارث شاه ۽ وارث شاه جي نالي سان هير جو نالو پنهنجو پاڻ اچي ٿو. (ٿي سگهي ٿو تہ اڪثريت کي اها خبر بہ نہ هجي تہ وارث شاهہ کان علاوه بہ ڪنهن هن قصي کي شاعريءَ ۾ آندو آهي.)

اهڙيءَ طرح جڳ مشهور شيڪسپيئر ۽ ان جا ڊراما، 'ڪنگ ليئر ۽' 'هئملٽ' وغيره شيڪسپيئر کان اڳ ۾ بہ لکيا ويا هيا. هن جي دور ۾ انهن جا ڪيترائي نسخا موجود هئا. جن مان ڪيترائي اسٽيج تي بہ پيش ٿيا، پر شيڪسپيئر

انهن کي جيڪو نئون رنگ ڏنو، معنيٰ ڏني ۽ سونهن ڏني، ان ڪري اهي ۽ شيڪسپيئر زنده آهن. ان باري ۾ به گهڻن ماڻهن کي اها خبر نه آهي ته اهي شيڪسپيئر کان علاوه به ڪنهن لکيا هيا ۽ اهي اسٽيج جي زينت به بڻيا هيا، پر جي اهي (اڳلا) پنهنجي انفرادي حيثيت قائم رکي سگهن ها ته اڄ به پڙهيا ۽ ڏنا وڃن ها.

پلا، ڇا لطيف جو فڪر سمورو هن جو پنهنجو آهي؟ ڇا هو ڪنهن کان متاثر نه ٿيو آهي؟ ڇا هن خيال، لفظ ۽ فني خوبيون ٻين کان نه ورتيون آهن؟ قطعي ائين نه آهي. هو به ان تاريخ جي تسلسل جو حصو آهي، پر هن جي شعور، فڪر ۽ شاعراڻي تخيل جي سگهه ان تسلسل کي نه صرف اڳتي وڌائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي، پر هن ان کي فن جي سهڻي ۽ صحتمند لباس ۾ پنهنجي ماحول، ان جي ماضيءَ کان وني، فڪري ادراڪ سان گهرج مطابق تخليق جو اهڙو ته لباس پهرايو آهي جو اڄان تائين ان جي دزسان به ڪنهن کي پيتي نه ٿو سگهجي. هن جي شاعريءَ ۾ ڪو ابهام نه آهي، ڪا مشاهدي جي ڪمزوري نه آهي مثلا، "پڙاڏو سوئي سڏ"، ان تي ڪنهن کي به ڪو مونجهارو يا اعتراض نه آهي نه ٿي سگهي ٿو. ايئن ئي هن جن پيچيده خيالن ۽ ڪيفيتن کي به بيان ڪيو آهي، انهن کي به منطقي تشبيهن سهڻن ۽ سولن لفظن ۾ آندو آهي. سندس شاعري مقصد، معنيٰ ۽ جماليات سان مالا مال هئڻ ڪري نه صرف پڙهيل لکيل ماڻهن پر اڻ پڙهيل کي به ياد ٿي وڃي ٿي، مختلف طبقا، فڪري گروه ان کي پنهنجي لاءِ چيل سمجهن ٿا. ڇو ته هو ان ۾ پنهنجي دردن، صدمن، جذبن جي تصوير ۽ رهنمائي پسن ٿا.

'الا ڏاهي مَ ٿيان ڏاهيون ڏک ڏسن' لطيف. اها ڳالهه گهڻ ۾ گهڻ بائبل کان وٺي علمي طور مختلف هنڌن کان مختلف شڪلين ۾ ملي ٿي. هوش جي شروعات کان مشاهدي ۾ ملي ٿي، پر اسان وٽ لطيف جي اها سٽ زندگيءَ جي سفر ۾ ڪيترائي دفعا سامهون اچي ٿي ۽ بين کان ٻه ٻڌڻ ۾ اچي ٿي. ان جا ڪيترائي سبب آهن، پيچيده ڪيفيت ۽ ايڏي وڏي ڳالهه کي هڪ سهڻي سِٽ ۾ سمائڻ وغيره.

لطيف طرفان ورتل يا متاثر ٿيل ڪجهه خيالن تي هڪ نظر:

**فارسي**

- بيا بنشين بچشم من ڪہ ازخلقت نهان دارم
  نہ بيند ڪس ترا، چيزي دگر جز تو نبينم من.

ترجمو:

اچ منهنجي اکين ۾ ٿي ويهه تہ توکي خلق کان لڪايان، جيئن توکي ڪو ئي نہ ڏسي سگهي ۽ تو سوا مان ڪا شيءِ نہ پسان.

هنديءَ ۾ هيئن آهي.

- آءَ پريتم موهنا، پلڪ موند تو هي لون،
  نامين ديکهون اور ڪو، نا تو هي ديکن دون.

لطيف چوي ٿو

- اکين ۾ ٿي ويهہ، تہ آئون واري ڍڪيان،
  توکي ڏسي نہ ڏيهہ، آئون نہ پسان ڪو ٻيو.

هندي

- ڪبير سيپ سمندرڪي، ڪاراجل نهين لي،
  پاني پيوي سوانت ڪا، سويا ساگردي
  ڪبير
- سپ سمندين سپجي، نديءَ پئي نہ نير،
  جئن هوءَ ابر آسري، تئن مون من ملير

  شاھ

هڪ دوهو جيڪوگرنٿ ۾ بہ آهي:

- جي سؤ چندا اگهي، سورج چرنهہ هزار
  اتني چاندن هونديان، گربن گهوراندهار

سلطان باهو ساڳي ڳالهہ ڪري ٿو:

- تيري جهي چن ڪئہ سئہ چڙهدي،
  سائون سنجنا پاجهہ، هنير هو.
  سلطان باهو

هاڻي وري لطيف ڪي ڏسو:

- سهسين سجن ايري، چوراسي چنڊن،
  باالله ريءَ پريتم سپ اونداهي پائيان.

  شاھ

(نوٽ ڪتي سجڻ ۽ سڄڻين بہ آيو آهي)

سرائڪي

- سرور پنڪي هيڪرو تاهيوال پچاس،
  اِءِ تن لهري گڏ ٿيا، سچي تيري آس.
  بابا فريد
- سر ۾ پڪي هيڪڙو، پاڙيهري پنجاه
  سنڌي آس الله، لڌي لهرن وچ ۾

شاهه

ٻيا ٻہ ڪيترائي بيت آهن، اهي بيت خود ئي ڳالهائن ٿا. انهن تي وڌيڪ لکڻ جي مان ضرورت نہ ٿو سمجهان. سچل جي شاعريءَ ۾ ٻہ ٻين شاعرن خاص طور لطيف جو گهڻو ورجاءُ آهي، پر افسوس سان چوڻو ٿو پوي تہ هو انهن ۾ ڪا نواڻ ڪا نئين معنيٰ، جماليات يا فڪر تہ پيدا نہ ڪري سگهيو آهي، پر ڪيترن ئي هنڌن تي ٻولي ۽ شاعريءَ جي سونهن ۽ وسعت کي بگاڙيو ۽ گدلو ڪيو آهي ۽ غير شاعرانہ ۽ غير مهذب ٻولي استعمال ڪئي آهي. جنهن جا ڪجهہ مثال مان اڳ ۾ ڏئي آيو آهيان.

*********

## پيرتي ڏونڪو

سچل تي لکندڙن ٻن ڳالھين جي وڏي واويلا ڪئي آھي. ھڪ تہ سچل جڏھن ننڍڙو ھو تہ ان کي ڏسندي شاھ لطيف چيو ھو تہ ”اسان جيڪو ڪنو چاڙھيو آھي ان جو ڍڪڻ ھي لاھيندو.“ ان ڳالھ جو ڪو تاريخي حوالو ڪو اھجاڻ بہ نہ آھي پر سچل تي لکندڙ ڪو بہ اھڙو نہ آھي. جنھن اھا ڳالھ نہ ڪئي ھجي، ان ۾ آغا سليم بہ آھي، تہ شمشير حيدري بہ، حميد سنڌي، ابراھيم جويو، تاج جويو بہ مطلب تہ سچل تي ھر لکندڙ اھا ڳالھ ڪئي آھي. مان سمجھان ٿو تہ لاشعوري طور سچل جي شاعريءَ ۾ ٻيو ڪجھ نہ ڏسي اھا ڳالھ ڪئي وئي آھي. لڳي اھو ٿو تہ نفسياتي طور سچل کان وڌيڪ سچل جي باري ۾ پنھنجي ڳالھين جي تائيد ۽ انھن کي تنقيد کان بچائڻ لاءِ اھا ڳالھ ڪئي وئي آھي.

ٻئي ڳالھ جيڪا بہ لڳ ڀڳ مڙني لکندڙن ڪئي آھي تہ، سچل پير تي ڏونڪو ھنيو، اعليٰ الاعلان اناالحق جو نعرو ھنيو، للڪار ۽ گجگوڙ ڪئي.

’آشڪار-7‘ ۾ ڊاڪٽر نواز علي شوق، پنھنجي مضمون، ’شاھ درازا ۽ اناالحق جو آواز‘ ۾ لکي ٿو تہ: ”سچل سرمست پير تي ڏونڪو ھڻي حق ۽ سچ جي صدا بلند ڪئي ھو وڏي واڪ چوندو رھيو تہ ”سچ ٿا مرد چون ڪنھن کي وٺي نہ

وٺي“ ”آشڪار 9 ۾‘ تاج جويو پنهنجي مضمون، ’سچل سارو سچ، انهيءَ ڏي اچ‘ ۾ لکي ٿو، سچل ماٺ ڪرڻ جو جرم نه ٿي ڪري سگهيو ۽ اعليٰ اعلان چئي ڏنائين: ”ماٺ ڪريان ته مشرق ٿيان ڪچان ته ڪافر، انهيءَ وائيءَ ورڪو سمجهي، ’سچيڏنو‘ چوي“. واه جو علي الاعلان چيو اٿائين ته منهنجي هيءَ مجبوري آهي ۽ ان ۾ ”ور“ آهي، جنهن کي ڳولهيو ۽ سمجهڻ جي ڪوشش ڪيو. ساڳيو سائين تاج جويو پنهنجي ڪتاب، ’درازن جي دز جهومي رهي آهي‘ ۾ پنهنجي مضمون ’پنيءَ ڇج م ڇل‘ ۾ لکي ٿو: ”سچل حق ۽ سچ جو آواز بڻجي اٿيو ۽ پنهنجي دور ۾ پيدا ٿيل فرقي پرستيءَ خلاف پيِر تي ڏونڪو هڻي، سنڌ جي وحدت ۽ اتحاد لاءِ هڪ طرف ڪوشش ڪيائين. . .“ ساڳئي ڪتاب جي مضمون، ’سچل سرمست جي انفراديت ۽ عظمت‘، ۾ لکي ٿو ”اهڙيءَ ريت اظهار جي بيباڪي سچل جي شاعريءَ جو معراج آهي.“ اهڙيون ئي دعوائون سچل تي مڙني لکندڙن ڪيون آهن. ڪن ته وري عجيب ڳالهيون ڪيون آهن. جيئن ڊاڪٽر نواز علي شوق پنهنجي مضمون ’حضرت سچل سرمست سنڌ جو عطار‘ ۾ لکي ٿو: ”هيءَ حقيقت آهي ته سچل سائين پنهنجي ڪلام ذريعي عطار جي فڪر کي سولي سنڌيءَ ۾ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ڪن هنڌن تي عطار کي پڙهڻ جي تلقين ڪئي اٿن“. 11 ڪتابن جي مدد سان هي انن صفحن تي لکيل مضمون رڳو عطار تي آهي. اها ساڳئي ڳالهه ته سچل اصل ۾ عطار ۽ منصور جي فڪر کي سنڌيءَ ۾ چيو آهي، عقيدت ۾ ته ڪيترائي دفعا لکي ۽ پڙهي وئي هوندي ۽ سچل جي خوبي سمجهي ۽ سمجهائي وئي هوندي، پر جي غور ڪرڻ لاءِ

چئبو ۽ اصل مطلب لکبو يعني سچل وٽ پنهنجو ڪو فڪر، ڪو نقطہ نظر نہ هو تہ پوءِ چڙي پوندا ۽ اُهو بہ صرف عقيدت جي بنياد تي.

'آشڪار-3' قمبر شهباز، مضمون، 'سچل ۽ وطن پرستي'.

"هن جو ڪجهہ بہ چيو، وڏي واڪ چيو، پير تي ڏونڪو هڻي چيو، نعرو هڻي نروار ٿي چيو. ڪو رک رکاءُ نہ ڪيو، ڪا لڪ لڪوٽي نہ ڪئي. سڌي راند سونٽي جي، مرد سچ ٿا چون. ڪنهن ڪي وٽي نہ وٽي".

هاڻي ٿورو، پير تي ڏونڪي هڻڻ ۽ علي الاعلان نعرا هڻڻ واري ڳالهہ تي غور ٿا ڪيون. ان حوالي سان سچل جا هينيان بيت ورجايا وڃن ٿا:

- سچ ٿا مرد چون ڪنهن ڪي وٽي نہ وٽي،
  ڪوڙي دوستيءَ جو دم بٽي نہ بٽي.
- توڙ رواج ۽ رسمون ساريون مرد ٿئين مردانو
- ايجها ڪم ڪريجي، جنهن وچ الله آپ بٹيجي.
- آهيان پاڻ الله، تو عشق ڪنا 'عبد' سڏايان!
- پنيءَ جج ۾ جل، منجهہ تماشي نہ پوين
  گهوٽ ڪري تون پاڻ ڪي، ڪرهنگامو هل،
  پول نہ بئي ڪنهن پل، ونج حال حلاج جو
- ادب اٿئي اوٽ، اوت تہ اڳاهون تيئن،
- مارنغاري چوٽ، عاشق اناالحق جي.

مذهبن ملڪ ۾ ماڻهو منجهايا
شيخيءَ پيريءَ بزرگيءَ بيحد ڀلايا،
ڪن نوڙي نمازون پڙهيون، ڪن مندروسايا،
اوڏو ڪين آيا عقل وارا عشق کي.

انهن تي مان پنهنجا ويچار ڏئي آيو آهيان. سچل جي دور واري سنڌ کي ڏسجي ته وحدت الوجود جو فڪر سنڌ ۾ مختلف ذريعن سان پهچي چڪو هو ۽ ان تي شاعري به ٿي چڪي هئي. شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري کي (1536ع) سنڌي شاعرن مان سڀ کان وڏيڪ الله لوڪ سمجهيو ويندو آهي. هو انتهائي صبر وارو، گهڻو وقت عبادت ۽ مسجدن ۾ پاڻي ڀريندي گذارڻ وارو چئي ٿو:

• اسين سڪون جن کي، سي تان اسين پاڻ،
هاڻي وچ گمان! اسان صحيح سڃاتو سپرين!

خواجه محمد زمان لنواريءَ وارو 1713ع چوي ٿو،
نڪو وصل وڇڙ، نڪو 'وچ' وچاءُ
ظاهر ڏنائين ذات ۾ ، صورت سنديس ساءُ.

فقير عبدالرحيم گرهوڙي(1739ع) جيڪو وڏو عالم، شريعت جو پابند ۽ مذهبي مناظرا ڪندو هو اهو فرمائي ٿو:

• الله وڏو وير، پورو لوڪ به پجهڻو.
ڪرين پياري ڪير، سڄڻ چاڙهي سوريئين!

هند ۾ ته اسلامي تصوف (وحدت الوجود) کان گهڻو اڳ ويدانت پنهنجي جاءِ والاري چڪي هئي. سنڌي سماج

ڪنفيوشس جو فڪر، ويدانت، زرتشت، آدم سرالاهيءَ جهڙا فڪر پنهنجي تاجي پيٽي ۾ سمائي چڪو هو. ڪيترائي ماڻهو الله هجڻ جون دعوائون ڪندا ڦرندا وتندا هيا، ماڻهو انهن سان نفرت نہ پر همدردي رکندا هئا. انهن ڪان دعائون پنندا هئا، ساڳي روش اڄ تائين هلندي پئي اچي.

جيستائين بيباڪي يا رياءَ ڪي ننڌڻ جي ڳالھ آهي تہ سچل جو هينيون بيت انهن مڙني بيتن ڪان وڌيڪ آهي جيڪي سچل تي لکندڙن ورائي ورائي ڏنا آهن. ڳالھ اُهائي آهي تہ پڙهيو ۽ جي سمجھ ۾ ايندو تہ ان جو ذڪر ڪبو:

- توڙي پنيءَ لڳئي جڳ تاپي چاتيو،

ناهي ميجتا ۾ مطلب،

نفي سري خفي اخفا، توڙي جاري ٿئي قلب تاپي چاتيو
ڳالهين ڪئي حاصل نہ ٿئي- منصوري مطلب،
ڪاڻ تماشي ڪيترا، پچن پار عرب،
ڪري ڏيکارين ڪيترو - عالم کي بہ عجب،
نفل نمازون ورد وظيفا - اهو ڪوڙ ڪسب،
دائرا دعوت جا ڦرين، ڪرين سخيرات طلب
باجهون عشق الله جي، سچل ٿئي نہ سبب.

گڏيل مذهبن کي منجهائيندڙ چوڻ ايترو سخت نہ آهي جيترو، 'نفل نمازون ورد وظيفا - اهو ڪوڙ ڪسب'.

پير تي ڏونڪي ۽ بيباڪيءَ جي دعوا ڪندڙن شايد سچل جا هينيان بيت پڙهيا ناهن يا سمجهي نہ سگهيا آهن:

- مان جا آهيان، مان جا ناهيان، ڪنهن کي ڪيئن ٻڌايان.
- ڪنهن سان ڪيم نہ ڪل

جو سوڏو آندم پاڻ سان،

- ڳالهہ نہ گرهڻ جهڙي ڏاڍي سور سلائي،
- مستيءَ واري ساک نہ سلجي سچو تي سياٽو
- مامن سان ماٺهن کي سالک سمجهائن
- ڪا نہ چوڻ جهڙي سا مان چوان ڪيئن.
- هڪ ڏهاڙي پير مغان، مون کي ڳالهہ گهجي فرمائي،
  سلڻ جهڙي ناهي سا، جا پاڻ پرين پرجهائي.

(پلا دعوا ڪندڙ بيباڪيءَ وارا ۽ نہ سلڻ وارا بيت ڳڻي پوءِ فيصلو ڪن)

نک جي پڪائيءَ سان اهڙيون دعوائون ڪندڙ سندس ان بيباڪيءَ جا سبب وري اهڙا تا ٻڌائن، جن سان سچل يا ڪنهن جو بہ رتبو وڌنتو تہ ڪو نہ پر گهٽبو ضرور. 'سرمست 32-2011ع' ۾ محترم منظور احمد قناصرو پنهنجي مضمون 'چوڙ گمان گدائي والا' ۾ لکي ٿو، "هند سنڌ ۾ اهڙي ڌڪار واري سخت لهجي ۾ صرف سچل ئي حق جو هوڪو ڏنو آهي. ان جا بہ ڪيئي ڪارڻ هئا هڪ تہ هو دربار کي ويجهو هو. جوانيءَ واري جنهن عهد ۾ هن اهڙي شاعري تي ڪئي، اهو دور ميرن جو هو، جيڪي سندن ڏاڏي کان وٺي مريد خادم هئا. کيس ڪنهن بہ شيءِ جو خوف نہ هو." ان جو مطلب تہ جي سندس اها پنيرائي نہ هجيس ها تہ اهي چند بيت يا اهڙيون ڳالهيون نہ ڪري ها. حقيقت بہ اها آهي تہ سندن گاديءَ جو وڏو احترام ڪيو ويندو هو ۽ آهي. خاص طور ميرن پاران جيڪي حاڪم هئا. (اها ڳالهہ بہ سمجهہ کان ٻاهر آهي تہ حق جو هوڪو ڌڪار سان چو؟)

مير رستم خان حضرت سخي قبول محمد اول کي درازا جاگير نذرانه طور ڏني ۽ ڪجهه جاگير تعلقي ڪنڊياري ۾ پڻ ڏني. درگاهه شريف جو روزو به هن جو نهرايل آهي.

اها حقيقت آهي ته اوائلي شاعر درگاهن ۽ عقيدت جي بنياد تي مڃتا ماڻيندا هئا. اسان جو پلوڙ لکاري ۽ تجزيه نگار نثار کوکر، 'ڪاوش 6 جنوري 1999ع ۾ پنهنجي مضمون عشق جو يارو، درازن ۾ عجب اسرار هو ۾ هڪ گهڻ پاسائي تصوير ڏني آهي. ان ۾ سائين لکي ٿو، "ماڻهو صحن ۾ لڳل خوبصورت علم پاڪ جي ديدار ڪرڻ لاءِ به ترسي پيا هئا. جيڪو لاڙڪاڻي مان سچل جي هڪ مريد اڇي لکين رپيا خرچ ڪري جوڙايو هو، پر اهي پناڻ به ته پنهنجي طرز سان سچل کي پيٽا تا ڏين. هڪ هڪ ماڻهو مشڪل سان گذرڻ جيتري جاءِ قبرن جي چوڌاري بچيل هئي جتان زيارتي هڪ ٻئي جي مٿان چڙهندا صلوا تون پڙهندا ۽ گنبذ ۾ اجاڻ به وڏيڪ گونجندڙ حيدري نعرا هڻندا هڪ ٻئي کي ٻاهر ڌڪيندا رهيا..." "صحن ۾ ئي ڪتابن جو اسٽال لڳل هو، پر ماڻهن جي رش پڪوڙن ۽ کنڊ سوجيءَ واري منائي تي هئي."

سنڌي ادب جي تاريخ ٻڌائي ٿي ته سچل جي دور کان اڳ، ان دور ۾ ۽ ان دور کانپوءِ ڪجهه شاعرن جا خوبصورت ۽ بامعنيٰ شعر/ بيت ۽ سٽون ملن ٿيون. جن مان ڪا شاعري ڳائي به وئي آهي، ڪجهه شاعريءَ کي ٻين شاعرن پنهنجي شاعريءَ ۾ ورجايو به آهي. انهن جي سٽن کي ٿلهه طور سچل به استعمال ڪيو آهي، پر اهي مختلف سببن جن مان هڪ گادي نه هجڻ به آهي، مشهور ٿي نه سگهيا جيئن:

- ڇوڙ گمان گدائي والا، شملا ڇا ٻڌ شاهي دا

فقير ڪاتيار جي سٽ. سچل هڪ ڪافيءَ جو اهو ٽلهہ رکي باقي ڪافي ان ئي انداز ۾ ڪئي آهي.

- سرڏئي سٽ جوڙ، ڪنهن پرڪلالن سين
مرٽا منهن ۾ موڙ، اڄ وٺي ٿي وڏ لهي.

هي بيت ٿورڙي فرق سان پٺائيءَ جي شاعريءَ ۾ بہ آهي، پر علامہ دائود پوٽو هن کي اوائلي بيت ڄاڻايو آهي.

- وساريان نہ وسرن، وسرن نہ سيڻ
جي نہ روئن نيڻ، تہ تر ٻاٻيهو ٿيان!

(اڻ ڄاتل)

- پيئي جا پربات، سا ماڪ م پاڻيون ماڙهئا!
روئي ساري رات، ڏسي ڏکوين کي،

(مخدوم نوح هالائي)

- ڪو جو ٿهر ڪلاچ ۾ جو گهڙي سونئي
خبر ڪونہ ڏئي، تہ رڇ ڪجاڙي رنديا؟

(اڻڄاتل)

- ڪوڙا ڪڪڙ! ٿهر پوئي، اڃا جهجهي رات
اسان پرين پاڻ ۾، مس ورايو ڳات!

- بهشت دلاسو دوزخ دڙڪو،
ڪوڙي آ سامي، ڪوڙو ڪڙڪو.

شاهہ نصير

- ناز سکيو آهين نوان نوان مشتاقن جي مارڻ لئہ

ڪيترن ٻڌندڙن کان علاوه ڳائيندڙن، جهونگاريندڙن کي بہ مشڪل سان خبر هوندي تہ اهو خوش خير محمد هيسباڻيءَ جي ڪافيءَ جو ٽلهہ آهي.

- ناهي ياد روزو نماز مونکي،

- ٿيا دين ڪفر سڀ دور، ديدان دوست اڙايون،

جان جسم ۾ پڙڪن باهيون.

(غلام حيدر شر)

تاريخ جو مطالعو ڪجي ٿو تہ ان وقت بہ مذهب جي حوالي سان ابتو سبتو ڳالهائڻ برداشت ڪيو ويندو هو، بلڪ اهڙي قسم جي ماڻهن جي وڏي مڃتا هوندي هئي، ڪيس قطب، اقطاب، ولي، پهتل ٻانهو چئي ان کي خوش ڪرڻ جي ڪوشش ڪبي هئي، پيو ڊجبو هو تہ ڪٿي ڏمرجي نہ پئي ۽ پاراتو نہ ڏئي.

پر سماج جي ريتن رسمن ۽ نام نهاد قدرن جي خلاف ڳالهائڻ تمام مشڪل هو. اڄ بہ اسان وٽ ساڳئي صورتحال آهي، آئين، قانون ۽ مذهب کان وڌيڪ ريتون رسمون آهن. سنڌ ۾ ئي ڪارو ڪاري آهي، ماڻهو مذهب ۽ قانون جي خلاف ورزي تہ ڪن ٿا پر سماجي ٻنڌڻ جي نہ. ڪوڙين انائن پوري سماج کي تباهہ ۽ سنڌ کي پسمانده ڪري ڇڏيو آهي. ان وقت بہ جيڪا ڳالهہ ۽ همت بهادري ڀٽائيءَ پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪئي هئي اها اڄ بہ نام نهاد جمهوري دور، ٽيڪنالوجي ۽ ڪمپيوٽرائزڊ ڪميونيڪيشن جي دور جتي روز ڪو نہ ڪو

ڏِهاڙو: عورتن جي حقن، ٻارن جي حقن، ماحول جو ڏينهن ملهائجي ٿو، ڪورٽن طرفان 'سومو ٿو ايڪشن' ڪنيو ٿو وڃي پر پڻائيءَ جهڙي همت ڪرڻ جي جرئت ڪو به ڪو نه ٿو ڪري ۽ جي لڪيل/ ڍڪيل لفظن ۾ ڪري به اتو ته ڳولهيو نه توليي. هن ان وقت چيو هو:

- ننگيون ٿي نڪرو سڀ لالچ ڇڏي لوڀ جي

- اديون! ور اگهاڙ، وهانءُ جنهن وساريو،
جيڏيون! ڇڏي ڄاڙ، سڀ ننگيون ٿي نڪرو.

- واهڙو هن نوان، اڃا وه اڳي ٿيو.
گهر وينيون گهٽا ڪريو، سرتيون! سگ سنوان،
صورت جا ساهڙجي، ساجي ڏني آن،
هوند نه پليو مان، گهڙو سڀ گهڙا ڪٽي.

- توڏي ٿُهائين جي، سي هتي ڇڏ حرص،
ساهڙ ڏاران سهٽي! ڪوٽيون ڪن ڪرسن.
وڏي اي وِرسُ، جيئن ڏم وٺ ڏينهن گذارئين.

- ساهڙ منهنجو سپرين، ڏم ڏنيئي ڏوهه.

(ڏم، سهٽيءَ جو مڙس ۽ ساهڙ يار)

- ساهڙ ڏارن سهٽي، نسودي ناپاڪ

- ساهڙ ڏاران سهٽي هي تان جهڪي زال،
توڏيءَ تپ شروع ٿيو، هيءَ! هيٺيءَ جا حال،
جڏيءَ رءَ جمال، اگهي ٿي آهون ڪري.

- ڏم پاسي ۾ ڏڪندو، صحت وٽ سنگهار،
توڏيءَ سندي تن جي، دوام ۾ ديدار،
جي پسي منهن ميهار، ته سگهيائي سگهي ٿئي.

- هلو هلو ڪاڪ ترين، جتي نينهن اچل
نه ڪاجهل نه پل، سيڪو پسي پرينءَ کي

******

## نوان خيال، انداز ۽ عڪس ڏيندڙ سچل جا ڪجهه بيت

مون پنهنجي اخذ ڪيل نتيجن ۾ هڪ هي بہ لکيو هيو تہ:

- ”سچل جي شاعريءَ ۾ ڪي قدر نوان خيال، انداز ۽ عڪس ڏيندڙ بيت ملن ٿا. جن تي وري (اڪثريت) سچل تي لکندڙن قلم نہ کنيو آهي، جيڪو پڻ هن ڪي نہ پڙهڻ جو ثبوت آهي.“

ان قسم جا بيت، سئون هيٺ ڏجن ٿيون. برصغير جي شاعريءَ جو گهرو مطالعو ڀڏائي ٿو تہ انهن مان بہ اڪثر شاعري بين جي ورجائي وئي آهي، ان تي ڪو اعتراض نہ آهي، پر افسوس اهو آهي تہ ان ورجاءَ کي ڪو خاص نئون رنگ ۽ ڍنگ نہ ڏنو ويو آهي. بلڪ ڪٿي ترجمو ٿو لڳي تہ ڪٿي وري صرف ڪنهن هڪ ٻن لفظن کي تبديل ڪيو ويو آهي بهر حال اُهي پوءِ بہ جن بيتن کي لکندڙن ورائي ورائي ڏنو آهي انهن کان وڌيڪ حيثيت رکن ٿا:

- جن لائي توڙ نباهي، آءٌ صدقي وڃان تن توئن!

(سماجي قدرن جي عڪاسي)

- اوڏي ناهي پروڙڪي، ويجهي نہ ويساهہ

- حب جنهن کي هوت جي، درد نہ ٻئي ڪنهن ڏوڏي.

• شال ”سچو“ ڪي سپرين، ڏوراپو نہ ڏئي.

• سڪيون ڪوهہ پڇن، سنديون ڏکن خبران؟

• ڪاڪيون ويندس ڪيچ ڏي، ڏونگر پايان ڏولي.

• سيني اندر سل، آتم آريءَ ڄام جا

• اوهان ٻاجهون سپرين، ساعت پايان سال

• سور ڏنائون سوڪڙيون، ڏک ڏنائون ڏات

• ”سچو“ سي ئي پري پيا، جدا ڄاتو جن

• پنڌ عجائب پرينءَ جو، ”مان“ ڇڏي وڃ ۾،
سائي چاه چلي جنهن ”مان“، سان ڪين هلي،

• وس نہ وساريام، سرها وڻ ساٽيهہ جا؛

• آڻ الله اوري، ماروئڙا، ملير جا؛
مون ڪي آندو اوچتو، هن ظلم جي زوري؛
آءُ تنهن گهڙيءَ تون گهوري، جنهن هيڪاندي هڪ ٿيان.

• هت ڪريان پُرزا پاڻ، پرتي لوئيءَ جي لڄ مران.

• جاڪتي ڪيت ڏنار جي، پلي ساپايان.
مري ملهايان، سارو ملڪ ملير جو.

• ڪاتيءَ ريءَ ڪهي ڇڏيو، راڻا تنهنجي رنج؛
سڪون ۽ سهنج، سوڍا ساڻ ڪٺين وئين.

- ڪاڪ پچندا ڪاپڙي، ويا آڏو ٻنڌ،
وڃي رسيا ان هنڌ، جت ”مون تون“ آهي ڪانڪا.

- ڪاڪ پچندا ڪاپڙي، وڏيءَ ويل ويا؛
لڌاڻون لنگهي ڪري، ڪنهن ٻنڌ پيا؛
اتي ٿاڪ ٿيا جتي، ”مون تون“ هڏنهن ناه ڪا.

- لنگهيا لُڌاڻو، آئون ڪاڪ، ڇڏيائون پوءَ تي؛
تاتي وڃي رسيا، جاتي مومل نہ راڻو؛
نڪا مسجد تڪيو، اُت نڪو ٺڪاڻو،
تاتي تين ٿاڻو، جتي، ”مون تون“ ناهہ ڪا.

- لاتي لاهوتين، ڌرم جي ڌوڻي؛
پنب جي پوڻي، ساڙي سنياسي هليا.

- جهوناڳڙهہ جي جوءِ ۾، جوڳين جوڳ اجوڳ؛
يوڳين يوڳ اَيوڳ، پاڻ وڃائي پانهنجو.

- اچڻ اسان جو ٿيو اُتاهين، جاتي ڏينهن نہ رات

- مون جاليو سان جن، موڻي تن نہ پڇيو،
حال هن جون خبران، پيون هونديون ڪن،
تان پي مارو من، وار نہ مون ڪان وسريا.

- واهہ ڪاريگر ساز ٺاهيئي، ڪن فيڪون جيءَ ڪن ۾
- پاڻ پوڄاري پنهنجو، پنهنجو پوڄاري پاڻ.
ڄاڻ انهيءَ جي ڄاڻ، ڄاڻ نہ ڄاڻي ڄاڻ ڪي.

- نہ ڪو آدم اُتهين، نڪو جسم جان
  نڪا جزا جاءِ تهين، نارن جو سامان
  نہ ڪو قدر نہ ڪو جبر، ناخوشي نا ارمان
  بيخبريءَ جو بيان "سچل" ڪندين ڪيترو.

- مسجد ڇڏي مئخاني منجهان، حاصل ڪين ڪيوسي،
  هي سڀ حسن جمال اسانجو، جنهن ۾ پاڻ پياسي، ڏوه
  ثواب ڪان آجا ٿي، پوءِ سچل سچ ٿياسي.

## پڇاڙي

- ”تنقيد دنيا ۾ سوچيل ۽ معلوم ڪيل سنين ڳالهين کي سکڻ، سيکارڻ ۽ ڦهلائڻ جي غير جذباتي ۽ غير جانبدار ڪوشش جو نالو آهي.“

(ميٿو آرنلڊ)

- ”شاعري سموري ادراڪ جو ساهه ۽ اعليٰ روح هوندي آهي.“

(ورڊس ورٿ)

”شاعراڻي ٻولي ۽ مشاهدو هن ڪان اڳ ڪنهن باب ۾ اسان لفظ ’شاعريءَ‘ جي مفهوم جو تجزيو ڪيو هو، انهيءَ تجزيي سني شاعريءَ جون ٽي مکيه خاصيتون ظاهر ڪيون؛ پهرين تہ اها شعور کي ذهني طرح مطمئن ڪندڙ هجي، ٻي اها تہ ان ۾ جمالياتي تسڪين پيدا ڪرڻ جي سگهہ هجي ۽ ٽين اها تہ ان ۾ موسيقيت يا ترنم جو ڪمال هجي، ٻين لفظن ۾ ان کي هيئن چئجي تہ شاعر وٽ هڪ ڏاهپ وارو پيغام پهچائڻ لاءِ هجي؛ ۽ ان پيغام جي اظهار سان خوشي پيدا ڪرڻ جي صلاحيت هجي ۽ هن ۾ ڪنهن سنگيتڪار واري بہ ڪا قوت هجي“. پٽ جو شاهہ - ايڇ - ٽي - سورلي.

جيئن مون پهرين عرض ڪيو تہ هي منهنجو هڪ مطالعو آهي. هڪ نقطہ نظر آهي. اهڙيءَ طرح ٻيا نقطہ نظر اچي سگهن ٿا ۽ اچڻ گهرجن، پر، بهتر اهو ٿيندو تہ اهي

غيرجانبدارانه، علم ۽ ادب جي ڪسوٽين ۽ بنياد تي هجن. جيستائين منهنجي اخذ ڪيل نتيجن جي ڳالهه آهي مان انهن لاءِ سبب ۽ دليل ڏنا آهن. مون تجزيو ڪري تفصيل سان پنهنجي راءِ ڏني آهي. جڏهن ته ڪجهه بين لکندڙن به مختصر اهڙين ڪجهه ڳالهين جو اظهار ڪيو آهي. مثلاً:

"ڊاڪٽر ايچ - ٽي - سورلي پنهنجي مرتب ڪيل گزيٽير آف ويسٽ پاڪستان (1968) ۾ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي جو حوالو ڏيندي چيو آهي ته: "جيتوڻيڪ سچل سرمست جي شاعري وسيع ۽ پاڻ ۾ جداگانه آهي. اها شاهه لطيف جي شاعريءَ جي اعليٰ درجي تائين ڪا نه ٿي پهچي. سندس ڪافيون ۽ غزل پنهنجي نموني لاثاني آهن، پر <u>سندس شاعريءَ ۾ بي انتها مبالغا آهن</u> ۽ هو صاحب شطحيات ۾ منصورالحلاج کان به گوءِ کٽي ويو آهي."

ڊاڪٽر موتي لال جوتواڻي، مضمون 'سچل سرمست جي شاعري'، ڪتاب سنڌ جو سرمست، مرتب رڪيل مورائي. ڇپائيندڙ ثقافت ۽ سياحت کاتو حڪومت سنڌ.

"سچل ۾ شاهه جهڙي عالمگيري، مانائي ۽ نهر نه آهي، هو نه هر رنگ جو شاعر آهي ۽ نه بيان باز، منجهس ناٽڪي هنر به نه آهي. هن جي ڪلام جو دائرو محدود آهي ۽ اهو فقط "آءٌ ڇا آهيان" جي ارد گرد ڦري ٿو." ڊاڪٽر موتي پرڪاش، مضمون، 'سچل جي شعر ۾ عورت جو روپ'، ڪتاب- سنڌ جو سرمست.

"سچل جي ڪلام جو فهم ۽ فراست سان جائزو وٺڻ کانپوءِ محسوس ٿيندو ته جيتوڻيڪ <u>وٽس لطيف جيترا لفظ، اصطلاح، محاورا، مشاهدا ۽ احساس ڪونه آهن</u> پر پوءِ به ڳالهه

ڪي وڏي واڪ چئي ڇڏڻ جو پنهنجو انداز آهي.“ انعام شيخ. مضمون ’سچل وٽ شخصيت جو تصور‘ ڪلاچي تحقيقي جرنل.

جيستائين سچل تي لکندڙن تي منهنجي راءِ جو تعلق آهي ته انهن مان ڪنهن سان ڪنهن به قسم جي ڪا خاص دوستي يا دشمني نه آهي. بلڪ اڪثر سان نه منهنجي ملاقات آهي نه ڪين مان سڃاڻان ٿو. جيئن ته سچل تي لکندڙن تاريخ، ۽ ٻين علمن جهڙوڪ: فلسفو، تصوف، نفسيات ۽ سائنس ۽ انهن جي ماهرن تي گهڻو لکيو آهي. اها ٻئي ڳالهه آهي ته انهن علمن تي لکندي ۽ سچل کي انهن علمن جو وڏو ڄاڻو ڄاڻائيندي ان جي شاعري (سنڌيءَ) مان پنهنجي ڪا به دعوي ثابت ڪري نه سگهيا آهن. منهنجي لاءِ اهو ضروري ٿي پيو ته مان انهن مضمونن جي روشنيءَ ۾ انهن دعوائن ۽ سچل جي ڏنل شاعريءَ کي جاچيان.

جيئن ته سچل تي لکندڙن سچل جي حوالي سان ڪيل پنهنجن ڳالهين (دعوائن) کي درست مڃائڻ لاءِ پٺائيءَ کي ضرور حوالي طور(ڀلي غلط ۽ اڻ ٺهڪندڙ ڇو نه هجي) آندو آهي. ان ڪري ۽ سنڌ جي مشهور ”ٺمورتيءَ“ جي هڪ مورت هجڻ ڪري مون پٺائيءَ جي پيٽ ڏني آهي. اهو ڪو پٺائي ۽ سچل جو مقابلو نه آهي. اهو ٿي به نه ٿو سگهي. جيستائين ”ٺمورتيءَ“ جي ٽيئن مورت، ’ساميءَ‘ جي ڳالهه آهي ته ان کي به گهڻ پڙهيو ويو آهي ۽ هن جي شاعريءَ جو فڪر به هڪ سمت ’مايا‘ جي حوالي سان آهي ۽ سندس ٻولي ۽ اسلوب ويدانتي دنيا مان آهي.

اها ڳالهہ مان ڪيترائي دفعا ورجائي چڪو آهيان تہ سچل جي حوالي سان ڪيل دعوائن ڪرڻ واري عمل تي مون کي ڪوبہ اعتراض نہ آهي. ها اعتراض يا شڪايت صرف اها آهي تہ سچل جي سنڌي شاعريءَ ۾ اهڙي ڪا بہ ڳالهہ نہ آهي، ان جو ثبوت اهو آهي تہ ان تي لکندڙن دنيا جهان جي مفڪرن جا نالا بہ گڏ ڪيا آهن، انهن جون قربانيون بہ لکيون آهن تہ انهن جي فڪر تي ڪيئي پنا بہ پريا آهن (غلط يا صحيح) پر تہ انهن تي مواد ڪتابن، رسالن ۽ نيٽ تي ملي ٿو پر افسوس تہ هو پنهنجي دعوائن جي حق ۾ سچل جي ڪا بہ اهڙي سنڌي شاعري ڏئي نہ سگهيا آهن، جيڪا انهن جي دعوائن کي سچو ثابت ڪري تہ سچل وڏو تاريخدان هو، نفسيات جو عالم هو، انقلابي اڳواڻ هو، بغاوتن ۽ رياست خلاف جدوجهدن جو سرواڻ هو، سائنسدان هو، جنهن کي سائنس جي مڙني علمن تي عبور هو ﻫ ئي وري تاريخ ۾ ڪو اهڙو حوالو ملي ٿو. لکيل گهٽيون غير سنجيده ڳالهيون تہ مان هت لکت ۾ آنديون بہ نہ آهن، جهڙوڪ: ويني ويني سچل شينهن تي ويو. ٽالپرن کي حڪومت ملي بہ سچل جي دعائن سان ۽ وئي بہ هن جي پٽ پاراتي سان، ”سچل شڪرو شهباز آهي ۽ سيٽيون وڄائي سٽائي ٿو“ وغيره وغيره.

گهٽي پاڱي اسان ڪنهن ذميواري کڻڻ کان سواءِ، تحقيق، گهربل ڇاڻ، علم ۽ سنجيدگيءَ کان بغير، سماجي نفسيات جي بنيادتي يا بدل وڏن نالن (نام نهاد) جي ڪيل ڪجهہ ڳالهين تي خيال پچائي وٺندا آهيون تہ اُهي نتيجن جي جاءِ والاري وٺندا آهن. جيڪي غير علمي ۽ غير سائنسي ماحول ۾ اسان جا فيصلا ٿي پوندا آهن، جن کي وري اسان پنهنجي اظهار ۾

سچو قرار ڏئي ڇڏيندا آهيون. جي ان جي حمايت ۾ راءِ اچي ته نيڪ نه ته اسان جي انا ڪر کڻي بيهي رهندي آهي ۽ هٺ ڌرمي هٽ ڪٺڻ يا دليل سان پرکڻ کان نابري واري بيهندي آهي. اسان پنهنجي ڳالهه کي دليل/ علم سان نه پر طاقت جي استعمال سان مڃرائڻ لاءِ مرڻ مارڻ تائين تيار ٿي ويندا آهيون.

هرو پرو ائين به نه آهي ته سڀني لکندڙن ابتيون سبتيون لنيون وهايون هجن، مطالعي دوران مون کي ڪجهه سنجيده ۽ فهميدو مواد به مليو. جنهن ۾ بنان ڪنهن ڇسي دعوىٰ جي سچل جي شاعريءَ کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. ڪين جيتري ان ۾ افاديت ۽ ان جي اهميت نظر آئي اتن ان تي لکيو اٿن. جيئن مون محترم غلام حسين فاتح جي هڪ ٻن مضمونن جو ذڪر ڪيو. ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ جا ڪي مضمون آهن، هن به سنجيده ٿيڻ جون صلاحون ڏنيون آهن. 'آشڪار 3 مارچ 1993ع' ۾ ڊاڪٽر مرليدر جيٽلي جو 'سچل جي ڪلام تي تحقيق جا ڪجهه پهلو' تمام سنو ۽ ڄاڻ ڏيندڙ مضمون آهي. هن جو گهڻو حصو فن جي پرک جي حوالي سان آهي. ساڳئي جرنل ۾ مرحوم ڊاڪٽر درشهوار سيد جو مضمون، 'سچل جي شاعريءَ ۾ صوفي مقام' جيڪو وري صوفي مقامن جي حوالي سان آهي. جنهن ۾ هوءَ به لکي ٿي،"سچل سرمست جي ڪلام ۾ به ست صوفي مقامن جو ذڪر ڪيل آهي، پر جيئن ته سچل جو شعر بيتن، ڏوهيڙن ۽ ڪافين تي مشتمل آهي، تنهن ڪري جهڙو تسلسل عطار جي ڪلام ۾ ملي ٿو، اهڙو سچل وٽ نه ملندو ليڪن تصوف جا مٽيا سچل جي ڪلام ۾ ٽڙيل وڪريل ضرور ملي ٿا وڃن".

اهڙيءَ طرح 'آشڪار-7' ۾ آزاد قاضيءَ جو 'سچل جو پيغام ۽ عالمي امن جو سوال' هڪ وقتائتو مضمون آهي. ان ڪي دنيا جي ٻين ٻولين ۾ آڻجي ته اهي ٻه اسان جي شاعراڻي پيغام کان واقف ٿين ۽ اسان دنيا جي تهذيبي ورثي ۾ پنهنجو حصو سٺي نموني ادا ڪري سگهون. محترم الهداد ٻوهيو جو 'هڪڙي سٽ سچل جي' هڪ اهڙو مضمون آهي جيڪو روايت، دعوائن ۽ عقيدت کان هٽي علمي ڳالهه ڪري ٿو. هن ننڍي مضمون ۾ سائين علمي تحقيقي روين ۽ سوالن تي اسان جون اکيون کولي ٿو. سچل جي حوالي سان نوان دڳ ۽ عنوان ڏنا اٿائين. جن تي ضرور سنجيده علمي ڪم ٿيڻ گهرجي. جي سائين پاڻ انهن تي تفصيلي لکي ها ته ڏاڍو سٺو. (انهن مهربانن ٻه گهٽو ڪري ساڳيا بيت ئي ورجايا آهن جي ٻيا نهڪندڙ بيت ٻه ڏين ها ته وڌيڪ بهتر هو.)

سچل تي لکندڙن جن ٻه دوستن جي لکڻين تي مون پنهنجا ويچار ڏنا آهن، مان انهن مان ڪنهن جي ٻه ذات جي حوالي سان ڪا ڳالهه نه ڪئي آهي. مون صرف ۽ صرف لکڻين تي پنهنجا ويچار ڏنا آهن، ان جي باوجود ٻه ڪنهن دوست جي دل آزاري ٿي هجي يا ڪيس رنج مليو هجي ته مان ڪانئس معافيءَ جو طلبگار آهيان.

پڙهندڙن کي ڪجهه ڳالهيون، حوالا ۽ بيت وغيره هڪ کان وڌيڪ دفعا ورجايل لڳنديون پر جي غور ڪندا ته انهن جو ورجاءُ ضروري ٻه لڳندو.

- ڪُنيس ڪويچن، تن طبيب نه گڏيا،
ڏيئي ڏنبِ ڏڏن، پاڻان ڏيل ڏکوئيو.

(شاهه)

## هن ڪتاب لاءِ مطالعي ۾ رهندڙ ڪتابن جو وچور

هيٺ ڏنل فهرست کان علاوه ڪيترائي ڪتاب، رسالا، اخبارون، مضمون، مقالا، بحث، انٽرنيٽ جو مطالعو پڻ جاري رهيو.

### سچل جي شاعري

رسالا

1) رسالو سچل سرمست- مرتب، عثمان علي انصاري، ڇپرائيندڙ، سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي: حيدرآباد سنڌ- ڇاپو پهريون 1958ع

2) سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام- ڇپائيندڙ: سچل چيئر- شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور سنڌ- ڇاپو پهريون 1995ع.

3) رسالو سچل سرمست (سنڌي ڪلام) مرتب، عثمان علي انصاري. سنواريندڙ، گل محمد تنيو- ڇپائيندڙ، روشني پبليڪيشن. ڇاپو ٻيو 1997ع ۽ ڇاپو ٽيون 2007ع.

4) رسالو سچل سرمست (سنڌي ڪلام) مرتب، عثمان علي انصاري، سڌاريندڙ ۽ سنواريندڙ، ڊاڪٽر مخمور بخاري- ڇپائيندڙ سنڌي ادبي بورڊ-ڇاپو ٽيون، جولاءِ 2012ع.

5) سچل سرمست – آغا غلام نبي گل حسن خان صوفي. ڇپائيندڙ، ثقافت، سياحت ۽ نوادرات کاتو، حڪومت سنڌ- ڇاپو ٻيو جون 2015ع.

## ڪتاب

سنڌي

1) پٽ جو شاهه، ايچ – ٽي- سورلي- ترجمو- عطا محمد ڀنڀرو – ڇپائيندڙ، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي- ڇاپو جون جولاءِ 1992ع.
2) ادبي تنقيد، فن ۽ تاريخ - ڊاڪٽر فهميده حسين- ڇپائيندڙ، سنڌ ادبي اڪيڊمي ڪراچي- ڇاپو پهريون، فيبروري 1997ع
3) شاهه جو رسالو، علامه آءِ آءِ قاضي
4) گنج
5) شاهه جو رسالو، ڊاڪٽر هوتچند، مولچند گربخشياڻي- ڇپائيندڙ، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز
6) شاهه جو رسالو، ڪلياڻ آڏواڻي- مڪتبه اسحاقيه، ڪراچي
7) شاهه جي ٻولي سنڌي ڪتاب گهر
8) ڪريم جو ڪلام، ميمڻ عبدالمجيد سنڌي- ڇپائيندڙ، سنڌي ادبي اڪيڊمي، لاڙڪاڻو (سنڌ) ڇاپو ٻيو، آڪٽوبر 1976ع.
9) سنڌي ٻولي ۽ ادب جي مختصر تاريخ- ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ڇاپيندڙ، زيب ادبي مرڪز حيدرآباد، ڇاپو ٻيو 1980ع.

10) سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڇاپيندڙ، پاڪستان اسٽڊي سينٽر سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو- ڇاپو ٽيون،

11) سنڌي بيت ۽ ان جي ارتقا حبيب الله مولا بخش ڀٽو، شايع ڪندڙ، نعمت الله ايڇ ڀٽو- ڇاپو پهريون 1995ع.

12) ڪلام خوش خير محمد هيسباڻي- مرتب، تنوير عباسي- ڇپائيندڙ سنڌي ادبي بورڊ- ڇاپو پهريون 1982ع.

13) شاهه سچل سامي، 1689-1850ع هڪ مطالعو، محمد ابراهيم جويو، ڇپائيندڙ، روشني پبليڪشن، ڪنڊيارو.

14) دولهه درازي . سوانح حيات حضرت سچل سرمست عليہ العشق مؤلف، قاضي علي اڪبر علي محمد درازي.

15) سچل سارو سچ، مرتب نواز علي شوق، بين الاقوامي سچل ڪانگريس 89، ڇاپو پهريون 1989ع.

16) آري اڇين شال، حميد سنڌي- ڇپائيندڙ، سچل چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور، سنڌ- ڇاپو 1994ع.

17) ڪلام فريد گنج شڪر

18) سچل جو پيغام، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي- مهراڻ اڪيڊمي ڇاپو، پهريون 1995ع.

19) سنڌ جو سرمست، مرتب، رڪيل مورائي. ڇپائيندڙ، ثقافت ۽ سياحت کاتو حڪومت سنڌ- ڇپيندڙ، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، ڇاپو پهريون 2009ع.

20) سچل- ساجاهہ شعور، ڊاڪٽر مخمور بخاري، ڇپائيندڙ، پوپٽ پبلشنگ هائوس، سنڌ ٻالڪ سنگت- خيرپور- ڇاپو پهريون آگسٽ 2011ع.

21) درازن جي دز جهومي رهي آهي، تاج جويو- ڇپائيندڙ، سچل چيئر، شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور سنڌ، ڇاپو پهريون جولاءِ 2015ع.

22) شاهہ لطيف سنڌ جي آزاديءَ جو پهريون شاعر، يوسف شاهين-پيڪاڪ پبلشرس، ڇاپو پهريون نومبر 2014ع.

23) آشڪار، شمارا- 3، 4، 5، 6، 7، 8 ۽ 9 ڇاپيندڙ سچل چيئر، شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور سنڌ. شمارو ٽيون ۽ ستون انهن جي مطابق اهو تحقيقي بہ آهي تہ جنرل بہ آهي. جرنل نہ- ستين تي هڪ هنڌ جنرل تہ ٻئي هنڌ جرنل لکيل آهي. شمارن تي ٻاهر عدد ائين لکيل آهن. اندر ڪٿي انگ تہ ڪٿي لفظن ۾ لکيل آهن. (ٽيون - چوٿون) 6 ۽ 8 تي تحقيقي لکيل ناهي. وري 9 تي ٻاهر تحقيقي جرنل 9 آهي تہ اندر وري ريسرچ جرنل لکيل آهي. (انهن ڳالهين مان بہ تحقيق ۽ سنجيدگيءَ جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو)

24) سرمست شمارا-02، 16، 17، 18، 19، 24، 25، 27، 28، 29، 31 ۽ 32 ڇپائيندڙ، سچل سرمست (ڪٿي رحہ آهي تہ ڪٿي نہ) يادگار ڪميٽي-خيرپور.

## اردو


(1) کلام بلھے شاہ ۔ مختلف نسخے

(2) سرِ تصوف ۔ تمام جلد ۔ ناشر ۔ نیشنل بک فاؤنڈیشن

(3) علم تصوف ۔ خواجہ محمد عباد اللہ اختر ۔ ناشر ۔ تخلیقات 2004ع

(4) فصوص الحکم ۔ ابن عربی ۔ مترجم ۔ مولانا محمد عبدالقدیر صدیقی ۔ ناشر ۔ نذیر سنز 1998ع

(5) حسین بن منصور ۔ مرتب، محمد اکرام چغتائی ۔ ناشر ۔ سنگ میل 2008ع

(6) منصور حلاج دیوان ۔ مترجم ۔ ظفر اقبال ۔ ناشر ۔ مکتبہ دانیال طبع دوم 2000ع

(7) شاعری اور تخیل محمد حادی حسین ۔ ناشر ۔ مجلس ترقی ادب ۔ فروری 1966ع

(8) جمالیات ۔ ڈاکٹر نصیر احمد ناصر ۔ ناشر ۔ نیشنل بک فاؤنڈیشن

(9) ادب اور لاشعور ۔ ڈاکٹر سلیم اختر ۔ ناشر ۔ سنگ میل 2008ع

(10) تین بڑے نفسیاتدان ۔ ڈاکٹر سلیم اختر ۔ ناشر ۔ سنگ میل 2006ع

(11) ذہن انسانی حدود اور امکانات ۔ شہزاد احمد ۔ ناشر ۔ سنگ میل 1990ع

(12) ابن رشد و فلسفہ ابن رشد ۔ موسیو رینان سان مترجم مولوی معشوق حسین خان (علیگ) ۔ ناشر ۔ تخلیقات 1993ع

(13) حیات، سائنس اور منطق کی آئینے میں ڈاکٹر مقبول عارق ۔ اشاعت 2016ع

(14) رباعیات ۔ عمر خیام

(15) کبیر وچناولی ۔ تالیف ہری اودھ ۔ ترجمہ ۔ سرسوتی سرن کیف ۔ ناشر ۔ ساہتیہ اکادمی نئی دہلی

(16) جگت کبیر ۔ شاعری اور فلسفہ تالیف ۔ ہری اودھ 1990ع

(17) لاشعور تک رسائی ۔ کارل گستاو یونگ ۔ ترجمہ ۔ ڈاکٹر انور زاہدی

(18) ابیات فرید ۔ کلام حضرت بابا فرید گنج شکر ۔ متن اور اردو ترجمہ شریف کنجاہی ۔ ناشر ۔ اکادمی ادبیات

(19) ابیات باہو ۔ ڈاکٹر سلطان الطاف علی


## English:


1. Sufism, A short introduction by William C. Chittick Publisher, Suhail Academy.
2. Mysticism and Logic by Bertrond Russell Publisher, unwin Paperbacks.

3. Shajral al kawan by Iban Arabi, Transalated by A Jeffery, Azizi Publisher, Lahore.
4. Mysti, Poets of Pakistan, Publisher Pakistan Academy of letters, Islamabad.
5. The windows of the soul by Rev. Johan Lewis, Publisher, Eyre and spott is woode 1934.
6. A physical and Economic Geography of Sindh by Prof. Maneck Pithawalla Publsiher, Sindhi Adabi Board, Hyderabad, Sindh.
7. ME & Rumi by William C. Chittick, Publisher Suhail Acaedmy Lahore, 2005.
8. The Blind Watch maker by Richard Dawkins publisher, Penguin books.
9. The sufi path of Love, the spiritual teachings of Rumi by William. C. Chittick Publisher, State University of New York 1989.
10. Dara Shikuh, life and works by Hasrat B.J. (India) 1953.
11. Sufi light and Human University, Khadim Hussain Soomro, Sain Publishers Jan 2014.
12. Five approaches to litrary criticism by, Wilbur Scot.
13. Dictionary of Philosophy& Dictionary of Relegions - Collins.
14. Conference of birds (منطق الطير) Poetry of Farid ud Din Attar

❁❁❁❁❁❁

سچل جي سنڌي شاعري - فڪر - پارکو (هڪ مطالعو)

آفتاب سومرو



## ليکڪ جو ليکو

10 آڪٽوبر 1958ع ۾ شڪارپور ضلعي ۾ سنڌ واهه جي ڪپر تي آباد ڳوٺ 'مريد سيٺار' ۾ آفتاب احمد جنم ورتو. بابو بيڪاري، سورج ۽ سچ جي نالن سان لکندي لکندي آفتاب سومرو جي قلمي نالي تي قناعت ڪيائين. سنڌي پنج درجا ڳوٺ ۾ پڙهي ڇهون (پهريون انگريزي)، نئين سکر ۽ ستون پراڻي سکر ۾ پڙهي مئٽرڪ گورنمنٽ هاءِ اسڪول نمبر - 1، شڪارپور مان ڪيائين.

سوشيالوجيءَ کان علاوه انگريزيءَ ۾ ماسٽرس ۽ قانون جي ڊگري حاصل ڪري حيدرآباد ۾ ڪجهه عرصو وڪالت به ڪيائين. ڪامن ويلٿ جو ڊپلوما 'يوٿ ان ڊولپمنٽ ورڪ' به ڪيائين.

جونيئر سيڪنڊري ٽيچر، جونيئر انسٽرڪٽر (ٽيڪنيڪل ڪالج حيدرآباد) جي نوڪرين کان پوءِ نيشنل بُڪ ڪائونسل ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر ٿيو، جتان اداري جو سيڪريٽري ٿي آڪٽوبر 2016ع ۾ رٽائر ٿيو. (نيشنل بُڪ ڪائونسل نيشنل بُڪ فائونڊيشن ۾ 1994ع ۾ ضم ٿي)

سنڌي، انگريزي ۽ اردو ۾ سندس مضمون، شاعري ۽ رپورٽس ڇپيل آهن. سندس ڇپيل ڪتاب: مزدڪ جي ملڪ ۾، پھرایران کو چلے ۽ بيجنگ کان بئنڪاڪ جي بازارن تائين آهن. جڏهن ته: پاڪستان تحقيق جي ڪٺهڙي ۾، انڌو (ناول)، وقت ڇئي آءُ بادشاهه (آتم ڪٿا)، شاعري ۽ قول تحقيق ۽ لکت جي مرحلن ۾ آهن.

**ISBN: 978-969-23246-0-1**

***Price Rs. 400/-***

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسُل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجھهَ ۽ ڏاھپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيھه ڏيندي انھن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيھاريو آھي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ چڻ گوريلا آھن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، ھو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاھا ڪن ٿا، موٽي مَنجھهِ پھاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالھهَ ھُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلھه نيلا پيلا آھن؛
گيتَ بہِ چڻ گوريلا آھن........

... ... ... ...

ھي بيتُ اَٿي، ھي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنھي ۾ فَرَقُ نہ آ، ھي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنھن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنھن ھَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِھو سوچي مَڙھڻ تہ ”ھاٿي ويڙھہ ۽ عمل جو دور آھي، اُن ڪري پڙھڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آھي.

پَنَن جو پڙھڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ ھوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڃي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي ھٿن ۾ رھنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نه رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان به پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو ته ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)